# تنهنجي ڳولا، تنهنجون ڳالهيون

(ڪهاڻيون)

زرينہ بلوچ



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٿلهو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1992ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر **هڪ سؤ ٻنجهٺ**

ڇپائيندڙ نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ نيو فيمس پرنٽنگ پريس،
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد.

پهريون ايڊيشن آڪٽوبر 1992ع

**قيمت** 55/- رپيا

(سڀ حق ۽ واسطا قائم)

---

**TUNHINJAY GOLA TUNHINJOON GALHYOON** (Short stories) by **ZAREENA BALOUCH**. published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sindh, Pakistan. First Edition: October 1992. Price per copy: **Rs. 55/-**



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

<u>اڻ ڇپيل ڪتاب</u>

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

# انتساب

نالي
منهنجي بابا محمد موسيٰ،
پٽ اياز لطيف پليجو
۽ پرديسي ڏهٽين سسئي، بختاور ۽ پرهه
جي.

**زرينه بلوچ**

# فهرست


هڪ خط .... هڪ مهاڳ — خيرالنساء جعفري ٩

ڪهاڻيون

١– بابا هاڻ آئون ڏاهو ٿيو آهيان ١٣

٢– ليلي ملِيس ڪنوار ٢٠

٣– جيجي ٢٧

٤– جهونو ٻڙ ٤٦

٥– وڻ تان پڪي ٥٤

٦– تنهنجي ڳولا، تنهنجون ڳالهيون ٥٨

٧– سچ ۽ پاڇا ٦٨

٨– لڪيو پئي لوڙي ٧٢

٩– جڙ جنين جي جان ۾ ٧٥

١٠– ور چي نه ويئي ٧٩

١١– ايمان جي سلامتي ٨٨

١٢– ناچ ڪان پوءِ! ١٠١

١٣– ايلسا ١١٦

١٤– سورمو ١٢٥

١٥– ديوار ١٣١

١٦– بوند بوند لئه پنڪي پنڪي ١٦٠

# هڪ خط.... هڪ مهاڳ

پياري زري نا....

رات اياز لطيف فون تي حڪم صادر ڪيو ته آئون تنهنجي ڪتاب جو مهاڳ سڀاڻي ٥ بجي لکي پورو ڪري فيروز احمد کي ڏيان.... الائي ڇو اياز جي اِن حڪم مون کي ذهني طور تذبذب ۾ آڻي ڇڏيو.... تنهنجو اڌ ڇپيل ڪتاب رات ١١ وڳي کنيم ته سهي.... پر راڻي، ڪتاب جا ته صفحا اخبار جي صفحي جيترا ويڪرا ۽ ڦهليل هئا.... ڪاغذ جي ڪٽائي ٺيڪ ڪونه هئي. مٿان وري صفحا مون رکيا ڪجهه ائين جو انهن جي ترتيب ئي ڦٽي وئي هئي.... ڇئن ڇئن صفحن جو هڪ هڪ حصو.... هڪ Page پڙهي وري جي ٻيو Page اٿلايان ته سڄو ڇٽوٽو ڪاغذ اخبار جي صفحي جيان اٿلائڻو پويم.... جملو جملي سان ڳنڍائي پڙهڻ ۾ مزو اچي رهيو آهي.... پر آئون جيسين صفحو صفحي سان ملايان تيسين پڙهڻ مان رواني ائين نڪريو وڃي جئن ٽڙ ٽڪڙ مان ٻاهر وڃڻ لاءِ ڪپڙا بدل.... ۽ اوچتو سٽڻ مان اڳٽ نڪري وڃي.... اِهو مثال غلط سهي پر هتي سو فيصد ٺهڪي ٿو.... هونئن به لڳي ائين ٿو ته اڄ ڪلهه هر شريف شخص بنا اڳٽ جي ئي گذارو ڪري رهيو آهي.... ۽ هميشه اِن ڊپ ۾ آهي ته "اِجها لٿي ڪي لٿي...." باقي لاهي پاڻي ٻهڻ وارن کي نه ڪو لهر نه لوڏو....

ڏک! جو اسين لهرن ۾ به آهيون.... لوڏن ۾ به آهيون.... جو اسين لاهي پاڻي ٻهڻ ٻدران.... ٻيمار ٻنجي ڪنڊون وسائي ويٺا آهيون.... رات کان وٺي هينئر ڏائين تنهنجي رڳو هڪ ڪردار "جيجي" کي پڙهي سگهي آهيان.... اِهو ڪردار اڄ کان ١٥-٢٠ سال پهرين به پڙهيو هوم.... رات به پڙهيم ۽ سڀاڻ به پڙهنديس.... ذهني دنيا ۾ ڪي ڪي ڪردار.... ڪي ڪي ڳالهيون ڪي

ڪي ماڻهون هميشه ساوڻي جي رُت ۾ روح کي آبُرڪرم جيان ريجهائيندا رهندا آهن.... ۽ روح انهن لاءِ هميشه واجهائيندو آهي.... منهنجو روح به.... نه رڳو تنهنجي ڪردار جيجي کي پڙهڻ لاءِ پر سچ پڇين ته خود تنهنجي لاءِ واجهائيندو آيو آهي.... تنهنجي لاءِ.... تنهنجي ڪمپنيءَ لاءِ.... ڳالهين جي خوشبو لاءِ.... ٻه ٽي دفعا قمر جي گهر.... هڪ دفعو ماڊل اسڪول جي لان تي تنهنجي هٿن جي نيرن ڪندي.... هڪ دفعو منهنجي گهر تنهنجي اسڪول جي ڪنهن ٽيچر جي گلا ڪندي.... هڪ دفعو تنهنجي گهر.... تنهنجا گيت ٻڌندي....

انيڪ دفعا ٽي ويءَ تي ڊراسي ”دنگي منجهه درياءُ“ ۾ ساماڻا ساماڻا ڪندي ۽ ”راڻيءَ جي ڪهاڻي“ ۽ ”جنگل“ ۾ شاندار پرفارمنس ڏيندي. تنهنجو هر ڪمال.... تنهنجو هر ثواب.... فن جي منزل تي نه رڳو تڪميل جو حسن رکي ٿو پر پنهنجي وقت جو هڪ مڪمل سچ! ڪاغذ تي.... ٽي ويءَ جي ڊرامي ۾.... مائيڪ اڳيان ڳائڻ تي.... هر سچ جي انتها! زرينه بلوچ جو وجود.... سڀني سچن - سڀني ثوابن.... سڀني فنن کان اهم ۽ آسائتو....

زرينه جو پنهنجو وجود!! جو بقول ڪنهن جي ’جلي جلي ٻه جلڻ کان بچيو رهيو....‘ دنيا جي پٽيءَ ۾.... جلندي.... بجاءِ داغن جي زرينه تي قول وسندا رهيا. سچي سنڌي قوم ٻاران ”جيجي“ جي لقب جا قول، تاڙين جا قول ۽ ساراهن جا قول.

——

”نيٺ اچي پهچڻ“ وارو جملو الائي ڇو ڏکيوئي سهي پر اهو جملو تنهنجو نه منهنجي حصي جو آهي.... تنهنجي پيرن هيٺان پنڌ ڪنهن ڪمال جي اوچي هنڌ تي اچي رسي ٿو.... تون زندگي ۾ ڪسي ڪسي به ڪسجي نه سگهين (اهو تنهنجي شڪتي جو ڪمال آهي) ۽ هميشه مرڪندي کلندي دل کولي ڪچهري ڪرڻ جي موڊ ۾ گذاريندي آهين.... تنهنجو جهونگارڻ- تنهنجو آسر ويسل پنهنجن ٻچن لاءِ ننڍڙا ڏنڪا جوڙڻ....نوڪري ڪرڻ....نوڪريءَ

ڪي منهن ڏيڻ ۽ الائي ڪهڙين زندگيءَ جي ڳالهين ڪي منهن ڏيڻ ۽ مرڪڻ وڏيءَ دل سان وڏيءَ خوشيءَ سان مون کي عبادت لڳندا آهن.... ۽ زندگي جو ويساهه ڏياريندڙ لڳندا آهن.... ان جي مقابلي ۾ روزا نمازون ڪڏهن ٿڪائيندڙ لڳندا آهن. جڏهن ته توکي Dianal جي گوري ٻم مون مرڪندي ڳڙڪائيندي ڏٺو آهي.... مون هميشه توسان ملي زندگيءَ جي ڏکن کي، ايذائن کي، بخش ڪيو آهي.... ۽ هر مثبت ڳالهه جا Thanks مڃيا آهن.... تون سبق سيکارڻ وارن مان آهين.... ۽ سٺي ٽيچر آهين. آئون سمجهان ٿي ته تون ڪڏهن به هڪ لمحي لاءِ به ان ڪري اهم نه آهين ته تون رسول بخش پليجي جي گهر واري آهين يا اياز لطيف يا اختر بلوچ جي ماءُ آهين....

تون ان ڪري اهم آهين جو تون ۾ Completion جو ڪمال آهي.... سچ جو ثمر آهي.... سموري سنڌ تنهنجي ساهن ۾ تنهنجي گلي ۾ پاتل آهي.... تون ٿي ته آهين جنهن قوم کي ”جيئي سنڌ“ جهڙو لازوال گيت ڏنو. تنهنجي فن، سچ ۽ ايمان کي ٿي محسوس ڪري آمريڪا، ڀارت، انگلينڊ ۽ دبئي جي سنڌين توکي سنڌ جو سونو نقشو گلي ۾ ميڊل طور پارايو هو.... جو اڄ به تنهنجي دل جي ڌڙڪي تي لڙي رهيو آهي، جڏهن تنهنجي دل تي اهو نقشو لڏندي ڏسندي آهيان تڏهن لڳندو آهي ته سنڌ حرڪت ۾ آهي سنڌ برڪت ۾ آهي- باقي هونئن ته.... سموري سنڌ الاءِ ڪهڙن ڪهڙن ۽ ڪيترن سيلابن ۾ ٻڏي رهي آهي. ڪاش هر دل وسيع زرخيز جيئن هجي....! جا انيڪ سيلابن کي ساهن ۾ سانڍي پنهنجي وجود، پنهنجي شڪتي ۽ فن کي سرسبز رکي سگهي. ڪاش هر دل تي پنهنجي ڌرتي جا اهڙا نقشا اپريل هجن.

جيجيءَ کي جئن تئن ڪري صفحا صفحن سان ملائي پڙهي پوري ڪرڻ ڪانه وه.... اوچتو هڪ صفحو ساوتريءَ واري ڪهاڻي جو آڏو آيو.... رات دير به پئي ٿئي ته صفحا صفحن سان لهڪائڻ تي تڪليف به پئي ٿئي.... پر اها ڪهاڻي ايئن هئي جو ڪٿ به

اڌ ۾ ڇڏڻ تي منهنجي دل نه پئي چوي.... سو اِن وڏي ڪهاڻي کي ٻه صفحا صفحن سان ملائي اڏين نيٺ اچي پورو ڪيم جڏهن آخوندن جي ٻنيءَ تي نيٺ اچي مهمان پهتا.... ڄام شوري جي رستي تان انيڪ دفعا لنگهندي هڪ وسيع ٻني جي مهاڳ تي گيٽ مٿان لکيل آهي "آخوندن جي ٻني- ٻوڪي راهي رک...." حميد منهنجي ماسي ٻڌايو ته هڪ دفعو اِن ٻنيءَ اندر وياسين ته ڪافي پنڌ ڪرڻ ڪانپوءِ لکيل نظر آيو، "هليا اچو بس باقي ڪجهه پنڌ ڪيو پاسي...." ميل ڏيڍ پنڌ ڪرڻ ڪانپوءِ ٿڪجي هيڏانهن هوڏانهن نظر ڪئيسين ته هڪ طرف بورڊ لڳل هو"ٿورو ساڄي موڙ تي بس منزل قريب آهي...." ساڄو موڙ ڪٽڻ جي نه ڪري.... هلندي هلندي آخر ۾ هڪ وڏو بورڊ ڪتل نظر آيو. حميد ٻڌايو ته اسين خوش ٿياسين ته منزل اچي وئي- سو بورڊ ڏي ڏڪوسيز.... بورڊ تي لکيل هو "ٺڪ ٺو دلا نيٺ اچي پهتا!" (حميد اهو مذاق شايد پنهنجو جوڙيو هو)

---

رينگهندي رينگهندي نيٺ اچي پهچڻ جي ڪيفيت منهنجي هوندي آهي.... جو پهرين ٿي چيو ٿم ته اهو جملو منهنجي حصي جو آهي.... سو صفحا صفحن سان ملائي نيٺ ڪهاڻي جا ڪجهه پيج اڳيان ته ڪجهه پيج پويان ڪري ڪهاڻي پوري ڪيم.... اِها ڪهاڻي Original تنهنجي لکيل هجي ها ته آئون پنهنجو قلم ڪلهوڪو پجي ڇڏيان ها.... پر آئون تڏهن به شڪرگذار آهيان هن ڪتاب جي، تنهنجي، جنهن ايڏو سٺو ترجمو ڪري مون کي محسوس ٿيڻ نه ڏنو ته ڪو آئون ترجمو ٿي پڙهان.... باقي ڪهاڻيون به پڙهڻ تي دل ته چوي ٿي پر رات به گذري وئي آهي- بات به گذري وئي آهي.... هي ڪهاڻيون آئون آهسته آهسته پڙهندس ۽ آهسته آهسته آئون پنهنجي مٺهن ٺوڪي سلام به موڪليندس.

خيرالنساء جعفري

# ٻابا هاڻ آئون ڏاهو ٿيو آهيان

ٻابا تو ڪيڏا نه وڇي ڏينهن لاتا آهن؟ اڳي ته تون ڪڏهن ٻه ايترا ڏينهن ڪونه لائيندو آهين. تون ڇو نه ٿو اچين؟ ٻابا تون ڇو نٿو اچين؟ ٻابا ڪلهه مون گهر ۾ راند ويٺي ڪئي ته اوچتو در تي ٺڪ ٺڪ ٿي، مون ڇرڪ ڀري امان کي رڙ ڪري چيو، امان! ٻابا آيو آهي. امان ڊوڙ ڪري در کولي ڏنو، پر تون ڪونه هئين، پاڙي جو ڇوڪرو هو.

ٻابا وقت ڏس پاڻ ۾ ڪيڏيون نه وڇوڙيون وجهي ڇڏيون آهن. شاهه لطيف جي سٽ وانگر "ڪي ويجهائي ڏور، ڪي ڏور ٻه اوڏا سپرين" پاڻ ٻه ويجهي هوندي، هڪ ٻئي کان ڪيترو نه پري آهيون.

ٻابا ياد ائين هڪڙي عيد تي اڄ تو وٽ آيو هوس. تو مون لاءِ هڪڙي نئين امان آندي هئي. مون تو کان پڇيو هو ته، ٻابا هيءَ مائي ڪير آهي، تون چيو هو پٽ هيءَ تنهنجي امان آهي، مون چيو، ٻابا منهنجي امان ته گهر ويٺي آهي، هيءَ منهنجي ماءُ ڪانهي. پوءِ ٻابا تو ۽ انهي مائي مونکي راند ڪرائي ۽ مونکي ڪيڪ کهرائي ڪارايو هو ۽ پوءِ پاڻ پنهنجي ٻنهي ڪرسين کي گڏي هڪڙو ننڍڙو گهر ٺاهيو هو ۽ مون ضد ڪيو ته هن مائيءَ کي اڄ گهر ۾ ڪونه وهاريندس، پوءِ ٻابا اڄ ۽ تون پنهنجي ننڍڙي گهر ۾ ويٺا هئاسين — اوڏيءَ مهل منهنجي دل چيو ته منهنجي ماءُ ٻه جيڪر هتي هجي ته ڪهڙو نه سٺو ٿئي، ٻابا پوءِ تو مونکي ٻه رپيا خرچيءَ جا ڏنا هئا. تنهنجا ڏنل اهي ٻه رپيا مون ڪيترا ڏينهن سانڍي رکيا هئا، روز امان کي ڏيکاري چوندو هوس امان! ٻابا، ڏس مونکي خرچي ڏني آهي.

پر هن عيد تي تہ آءٌ اڪيلو هوس، مونکي ڏاڍو ڏک ٿيو تہ سڳوري ڏينهن پنهنجي بابا کان پري آهيان. آءٌ تہ ازل کان اڪيلو آهيان، شايد آخري گهڙين تائين اڪيلو هجان. منهنجو تہ ڪير بہ ڪونهي، ٻين ٻارن جا تہ ڏاڏا، چاچا، پڦيون ۽ ٻيا مٽ مائٽ گهڻئي آهن پر منهنجو تہ رڳو تون هئين، سو بہ هن سڳوري ڏينهن تي بہ مونکي اڪيلو ڇڏي وئين.

ڏس بابا ٻين ٻارن جا تہ ولر هوندا آهن پر آءٌ تہ سڄي ولر کان وڇڙجي ڌار ٿي ويو آهيان. اهو ڏوهہ ڪنهن کي ڏيان، تو ئي تہ مونکي منهنجي ساٿ کان ڇني ڌار ڪري ڇڏيو. ڏس بابا تنهنجا ٻيا سڀئي مِٽ وڳر ڪيو ٻيا وتن. آءٌ هڪڙو جهڙو ڪانگن ۾ چپ، پر هينئر تہ رڳو تون منهنجو هئين سو بہ مون کان پري ٿي وئين. بابا ٻڌاءِ تون مونکي ڇو ڇڏي وئين، مون سان ڪاوڙيو تہ ڪونہ آهين بابا. آءٌ تہ توسان ڪڏهن بہ ڪونہ ڪاوڙيو آهيان، پوءِ تون ڪيئن مون سان ڪاوڙيين.

بابا توکي اهو ڏينهن ياد آهي جڏهن تو ڪوڏين راند پئي ڪئي. تو چيو تہ امان راند ڪري مون ضد ڪئي تہ نہ، آءٌ توسان راند ڪريان پوءِ تو ڪاوڙ مان منهنجي ريشم جهڙي ڪنري ڳل تي پري چماٽ هئين هئي ۽ تنهنجي آڱرين جــا نشان منهنجي ڳل تي ڇپي ويــا هئا، خبر اٿئي بابا چماٽ جــو ڏک ڪيترا ڏينهن منهنجي دل تي ٻيٺو هو ۽ امان بہ ڪاوڙجي پئي هئي ۽ چيائين تہ منهنجي پٽ کي تو ڇو چماٽ هئين، تو چيو تہ منهنجو پٽڙيي آهي، امان چيو تہ نہ منهنجو پٽڙيي آهي. بابا، مون دل ۾ چيو تہ آءٌ ڊوڙ ڪري پنهنجي بابا کي پرچائي چوان تہ بابا آءٌ امان جو پٽڙيي ڪونہ آهيان آءٌ تنهنجو پٽڙيي آهيان پر مونکي چماٽ وارو سور ٿيو ۽ آءٌ امان کي ٻاکر پائي پٽ ڏيئي سمهي پيو هوس. پــر هاڻ جڏهن تون مونکان پري آهين تہ مونکي اهو چماٽ وارو ڏک بہ وسري ويو آهي. پلي ڪنهن جا پيءُ هجن جيڪي مارين ۽ چماٽون هڻن. بابا هليا ۽ هڪ ڀيرو وري اچي مون کي چماٽ هڻ، هاڻ آءٌ ڏاهو ٿي

پيو آهيان، هاڻ آءٌ اصل توسان ڪونه ڪاوڙبس ۽ ڏک به ڪونه
ڪندس، بابا هليا. اچ نه بابا.

بابا جڏهن تنهنجو ايڪسيڊنٽ ٿيو هو ۽ تون اسپتال ۾ ستو
پيو هئين، جتي بابا وڏو ۽ اسان وٽي ويندا هئا، آءٌ ۽ امان تو وٽ
آيا هئاسين خبر اٿيئي بابا جڏهن مون توکي ڏٺو مونکي ڏاڍو ڏک
ٿيو هو دل چيو ڪيهون ڪري رئان. الا منهنجو بابا ڪيئن نسم
ٿيوس ٿيو پٽين ۾ ٻڌو پيو آهي. بابا مونکي اڃ به يــاد آهي ته تو
مونکي ايڏي سور هوندي بـه ٻاڪر پائي چمي ڏني هئي، آءٌ ڏاڍو
خوش ٿيس ۽ چيم، اڙي بابا تـه جيئرو آهي، امان ڏس بابا مونکي
ٻاڪر پاتو ۽ چمي بـه ڏني آهي. پوءِ مون وهاڻي جي هيٺان ڦوٽا
ڪڍي چيو، بابا توکي گهڻا سور آهن تو چيو ٻٽيهون الهائي سور آهن.
مون توکي ڦوٽا ڏيئي چيو، بابا تون هيءُ ڦوٽا کائي ڇڏ، تنهنجا سڀ
سور لهي ويندا. ڏٺئي بابا! تنهنجا سڀ سور لهي ويـا نه؟ ۽ پـوءِ
مون سڄو ڏينهن توکي فروٽ ٻي کارايو ۽ مون به ٻي کاڌو. امان
ڏاڍي پريشان هئي. ڪيئن نه پئي تو لاءِ سنڀون ڏنائين. پـوءِ بابا
هڪڙي نرس اچي توکي دوا پياري ۽ امان جو ۽ منهنجو پڇيائين
ته ڪير آهن؟ تو چيو پاڙي واري آهي ۽ هي سندس پٽ آهي. بابا
اوڏيءَ مهل اها ڳالهه مون نه سمجهي هئي ۽ هينئر جڏهن آءٌ وڏو
ٿيو آهيان ۽ ڏاهو ٿيو آهيان تڏهن سڀ سمجهي ويـو آهيان ته تو
مونکي پاڙي واريءَ جو پٽ ڇو سڏيو هـو. خير بابا انهن ڳالهين
سمجهڻ يا نه سمجهڻ سان ڇا ورندو. ٻي ڏينهن تو اسان کي موڪلي
ڇڏيو ۽ آءٌ ڏک پائي هليو ويو هوس. مون امان کي روئي چيو،
امان آءٌ توسان ڪونه هلندس، آءٌ پنهنجي بابا وٽ رهندس. پوءِ آءٌ
۽ امان سڄو هفتو ماما جي گهر رهيا هئاسين، جتي آءٌ بيمار ٿي پيو
هوس. تو امان کي لکيو هو ته ڇانپٽيءَ جي صحت جو خيال رکج.
پـوءِ اسين موٽي حيدرآباد وياسين هليا. ڪيترن ڏينهن کان پـوءِ
هڪڙي ڏينهن نوڪر تنهنجو خط کڻي آيو هو. تو لکيو هو ته:
"ٿورڙو بخار پيو اچي. آلي لان تي وهڻ جو اثر آهي. ڪرسيءَ

تي ٿي وهنڊ ڙ ٿي ٻڪل سان وهن ٽوب سجي ٻه هيٺ وهندو
رکيو ٿو. ٽڪ لاءِ ڪهوڙيون ٿو جيئن سان ٻڪ ٽڪ تي هيٺ
جي مشق ڪرڻ لاءِ هڪ بت مليل آهي. پر ٽڪ تي پهرين ڇڙي
نموني چڙهيل آهي جيئن اها سڌي نه ڪري سگهون. هو ڇي ۽
لاءِ ٽن ٽڪ کي مڪمل آرام ملي. ڇالاڪ ٽڪ روز وڏيڪ
ٽڪ بڻي ٿي.

پر ڪيڏن پيا. مونکي بابا من جو پيو انسان ٿيڻيءَ جي
ٻنڌيءَ پيو ياد اچي. اڳئين ڏهي اسپتال ۾ ليڪچر ٻڌي ڏنئين. مون
کي مزو به ٻئي آيو ۽ مٺي ۾ سور به ٻئي پيو. آخر مٽ ڪرائيندس.
اڄ اهو نظارو ياد ڪري دل پرچي آئي آهي. اکيون ڌري گهٽ
آيون ٿي ويون آهن. مونکي پاڻ تي بي انداز قياس پيو اچي. لا
آهٖ ڪيڏو نه بيوس ٿي پيو آهيان. پنهنجي ٻنڌيءَ جي ليڪچرن ٻڌڻ
کان به محروم.

ايئن ڇو ٿيو؟ هيڏا هاڃا ڪيئن ٿيا! انسان ڇنڊ تي پهتو
آهي ڪا اهڙي مشين نئو ايجاد ڪري جا ماضيءَ کي موٽائي آڻي.
جيئن ماڻهو سا ڳيون غلطيون وري نه ڪري. قسمت ظرفان مشڪل
سان مليل پيار ۽ خوشيءَ جي پيالن ۾ خواه مخواه حمقت وهن زهر
جا ڦڙا نه وجهي؟ اسين سدائين سڀاڻي جي انتظار ۾ آهيون. اهو
سڀاڻ ڪڏهن به نٿي اچي. انهي فضول انتظار ۽ اميد ۾ اسين
"اڄ" جي هنج ۾ پيل خوشين ۽ راحتن جي مکڙين کي بي دردي
سان لتاڙيو اڳتي ڊوڙندا وڃون. اڄ هيئن ڪريو ٿا ڇڏيون، سڀاڻي
انهيءَ جي تلافي ڪري ڇڏينداسين. ائين سوچي اسين روز پنهنجي
لاءِ ڪنڊا پوکيون ٿا. پيارن ڪان پري ٿيون ٿا. نيڪيءَ، سچائيءَ،
قربانيءَ، وفاداري ۽ پيار جا سونهن اڏامي آيل موقعا وڃائي ويهون
ٿا. تان جو ڏسندي ڏسندي خوشين ۽ چڱاين جون ڇنگون سڙيو
رک ٿيو وڃن. پوءِ سڄي زندگيءَ پڇتاءَ جا زهريلا ڍڪ پيئندا رهون ٿا.

ٻوند ٻوند لڙهه ٽڪي ٽڪي
ڊوڙي ڊوڙي نڪجي نڪجي
هرڻ هڏيلا ٻيڻا سوچن —

شايد بيمار نہ هجان ها تہ ايترو احساس نہ ٿئيم ها. ڪيئن
بہ هجي هينئر هڪ هڪ پل اندر ۾ ٻڏڇڙون ٿو هڻي. مونکي پنهنجي
ننڍپڻ جي هر ڪا ڳالهہ ياد ٿي اچي. ميدان تي مونکي وٺي هلڻ
رلائڻ، گڏهن ۽ ڪتن کي پاڻ بہ پٿر هڻڻ ۽ مون کان بہ هڻائڻ،
”ايرانيءَ“ جي هوٽل تان سونهندي وات ۾ گوڙنات ڪري وٺهي
رهڻ ۽ منهنجو آفيس جو ٽائيم خراب ڪري مونکي رت رت ڪرڻ،
ڪچهريون ڪرڻ، تقريرون ٻڌائڻ، انڪلون ويڙهائڻ مطلب تہ
هينئر پٽر هجنم تہ اڏامي وڃي پنهنجي ننڍپڻ کي ڏسان.“

بابا تو وري ڪيترن ڏينهن کان پوءِ اسان کي گهرايو،
تون گهوڙين تي منڊڪائيندو آيو هئين. مون جڏهن بابا توکي انهيءَ
حال ۾ ڏٺو تہ منهنجي دل روئي ڏنو ۽ ٽپ ڏيئي اچي تنهنجي گهوڙين
کي جهلي آهستي آهستي وٺي اچي توکي پلنگ تي وهاريو هوم.
اماں تہ ڪنهن اونهي ويچار ۾ رڳو توکي ساٿ ڪريو پئي ڏٺو.
بابا توکي ٻڌايان اماں ڇا پئي سوچيو تہ متان تون هميشه لاءِ تہ
گهوڙين جي سهاري تہ ڪونہ هلندين پر بابا خدا ڪيو جو تون
وري نو ٻنو ۽ اڳي کان بہ اڳرو ۽ گهوٽ ٿي پئين، شايد ڪنهن
نئين ماٺهوءَ جي نصيب ڪري تون وري ڇڳو پلو ٿي پئين. شايد
وري ڪنهن نئين ڇڻاپڻيءَ جي ڪري خدا توکي حياتي ڏني هئي.
بابا توکي ياد آهي تو اماں کي چيو هو تہ، آءٌ پيو ننڍپڻي جهڙي انهي
کي پنهنجو واوا ننڍپڻي ڪندس. بابا مونکي اعتبارئي آيو. پر تنهنجي
ڳالهہ سورنهن آنا سچ نڪتي. بابا تو ڪڏهن بہ ڪوڙ نہ ڪيو
آهي. ڏس سچ جي ڪري مون کان جدا ٿي ويو آهين نہ. واقعي
بابا توکي پيو ننڍپڻي جاتو. پر بابا اها ڳالهہ منهنجي دل ۾ هميشه
ڪنڊي وانگر پئي چڀندي آهي ۽ شايد وڌو ٿي — خير. آءٌ بہ
ڪيڏو نہ ڇريو آهيان جو رڃ جي پٺيان پيو ڊوڙان. جنهن سواءِ ڊوڙڻ
ٻانڻ جي ڪجهہ بہ حاصل ٿيڻو ناهي. بابا هاڻي آءٌ ڊوڙي ڊوڙي
ٿڪجي ساٿو ٿي پيو آهيان.

## ٻوڙي ٻوڙي ٿڪجي ٿڪجي
## هـــرڻ هنيلا ٿيا سوچڻ ـــ

سو اڄ به پيو سوچيان، بابا توکي هڪ افساني ”ڌرتيءَ جي ڌوڙ آسمان جا تارا“ واري بالي ۽ شاهو ياد آهن ـــ ڪيئن نه باليءَ کي پيار ڇانئو هو ۽ هوءَ ڪيڏي نه بيوس ٿي پيئي هئي ۽ بابا! شاهو پيءُ ٿي ڪري پنهنجي پـيار کي پنهنجن هٿن سان مارڻ آيو هو ۽ ويچاري بـاليءَ ڊپ کان پنهنجي ننڍڙي ڪوٺڙي پٽ جهڙي پيار کي ڇاتيءَ سان ڇنبڙائي ڇڏيو هـو هن جو ڪو به پيءُ ڪونهي! هن جو ڪو به پيءُ ڪونهي! بابا هر ڀيري اهـو افسانو پڙهي مونکي ڏاڍو ڏک ٿيندو آهـي.

بابا پوءِ پاڻ هر روز قائد اعظم جي مقبري تي ملندا هئاسين منهنجي خوشيءَ جي انتها ڪانه هوندي هئي. ڪپڙن ۾ ڪونه پيو ماپندو هوس. توکي ۽ امان کي پيو ستائيندو هوس. ڪڏهن ماڪوڙا پيو ماريندو هوس ته ڪڏهن تنهنجي مٿي تي انڪل ڪري چڙهي انب ڪٽي پيو کائيندو هوس. اسلم کي پيو ستائيندو هوس. بابا اهي ڏينهن ڪيترا نه سٺا هئا، پوءِ اهي سٺا ڏينهن ڇو جلدي گذري ويا.

بابا انسان ويچارو ڪيڏو نه بيوس ۽ مجبور ٿيو پوي ۽ سڀ ڪجهه چاهيندي به ڪجهه نٿو ڪري سگهي. هن دنيا ۾ ڪيترين خواهشن جي نڙيءَ تي ننهن ڏيڻو ٿو پوي. ڪڏهن ته دنيا وارن جي ٽوڪن کان ڳوڙهن کي اکين ئي اکين ۾ پيڻو ٿو پوي. پر ڪڏهن ڪڏهن اهو ڳوڙهن جو درياءُ اٿل ڏيئي ٻوڙيو ڇڏي. بابا تون ڪيترو نه سٺو آهين، ڪيڏو نه عظيم آهين، ڪيڏو نـه اٿل آهين. مونکي توتي ناز آهي. تنهنجون جيڪي به اوڻايون هيون سي مون ۽ امان سڀ تـوکي معاف ڪري ڇڏيون. امان چوندي آهي پٽڙيون تنهنجو بابا خبرناهي ڇا آهي؟ پوءِ ويچاري ٿي ڪن ۾ آهستي ٻڌائيندي آهي. اوڏي مهل مونکي پر هجن ها ته اڏامي اچي توکي ڀاڪر پايان ها، چميون ڏيان ها ۽ تنهنجي مٿي تي اکين وانگر چڙهان

ها ۽ توکي ڦوٽا ڪارايان ها— پر بابا تون به ته مون کي پاڻ وٽ نٿو گهرائين. بابا تون ڇو نٿو گهرائين. خط ڇو نه ٿو لکين؟ پر بابا اهو ته روح جو ڪم آهي شايد هينئر تنهنجو روح ڪنهن ٻي پکيءَ سان ريڊو پيو آهي، تنهنڪري آءٌ توکي وسري ويو آهيان. پر بابا تون ته هر وقت منهنجي اکين آڏو آهين، هڪ گهڙي هڪ پل به نٿو وسرين ۽ پري ٿئين. ڪڏهن ڪڏهن ته تو لاءِ سوچي سوچي مغز جون نسون سور ڪان سيٺجي پونديون آهن ۽ ڏاڍو توکي وسارڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان پر هر ڀيري يادگيرين جا سمنڊ اٿلي پوندا آهن ۽ آءٌ انهن لهرن ۾ پيو لڙهندو آهيان.

ياد اٿئي بابا! پاڻ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي سج لٿي جي سمنڊ جو سير ٻي ڪيو پوءِ تون ٻيڙيءَ جي پٺيءَ تي چڙهي ستو هئين ۽ آءٌ توکي ڏسي اچي تنهنجي ڀرسان اچي ڪان ويٺو هوس. بابا اڄ ته وري انهي ٻيڙيءَ ۾ چڙهي گهمون ۽ اها ٻيڙي سدائين سمنڊ ۾ پئي تري، پاڻ ڪنهن به ڪناري تي نه لهون. بابا ياد اٿئي آءٌ ڪنهن به شئي ڪان ڪونه ڊڄندو آهيان. سا ڳيو تو وانگر ڇو ته تون به ننڍڙي هوندي ڪنهن ڪان به ڪونه ڊڄندو هئين؟ پٽ ته هميشه پيڻ تي ويندا آهن نه؟ ۽ ضديون به تو جهڙيون ڪندو آهيان. بابا ياد اٿئي تون، آءٌ ۽ امان گڏجي ڪراچي روسي رقص ڏسڻ هليا هئاسين پوءِ مون اتي ڳالهايو هو ۽ امان مونکي چيو پٽڙي اتي ڳالهائڻ بند آهي جي ڳالهائيندين ته توکي ۽ اسان کي اتان ڪڍي ڇڏيندا. پوءِ بابا آءٌ سڄي ڳالهه سمجهي ويو هوس، امان کي چيو هوم: اڇا! اڇا! امان مون سڄي ڳالهه سمجهي.

۽ هاڻ ته آءٌ ڏاڍو ڏاهو ۽ وڏو ٿي ويو آهيان، تنهنڪري وڌيڪ ڳالهيون سمجهي ويو آهيان. ●

(اُصلوڪي)

# ليليٰ مليس ڪنوار

اڄ شمل سويلي ڪم ڪار لاهي، هٿ منهن ڌوئي، وينئي وارن کي ڦڻي ڏني، ته پريان ڪَنَ تي شرناءِ ۽ دهلن جو آواز پيس. هوءَ جهٽ ڦڻي ڏيئي، چوٽي ڪري، وڃي دريءَ تي بيٺي، پر ٻاهر ته سُڃ لڳي پيئي هئي. پريان ڪن ٻارن اٽي ڏڪر راند پئي ڪئي ۽ ڪن ٻچ پچائي. هوءَ دري بند ڪري وڃي رنيءَ جو پَڙ ڳنڍڻ لڳي. ڪَٽَ تي سندس پنجن سالن جي ڌيءَ سُتي پئي هئي، جنهن تي تَنبَ جا مڇ چڙهيل هئا. ٿوري دير ڪانپوءِ وري به شرناءِ ۽ دهل جو آواز ٻڌڻ ۾ آيس. هن رليءَ جو پَڙُ ويڙهي سيڙهي ڪٽي ٻُڌڪي ۾ وڌو ۽ وري اچي دريءَ تي بيٺي. بيٺي بيٺي ٿڪي ۾ پئجي ويئي. سندس دل ۾ ڪئين ٻاڌن جون لهرون اُٿڻ لڳيون. ڪيس ننڍپڻ جون وسريل ڳالهيون اچي ياد پيون ته ڪيئن هو پاڻ، ميري، رقيت، زينو، جنو ۽ حاطل گڏجي گڏين راند ڪنديون هيون، ڪڏهن گڏين جي شاديءَ جون تياريون پيون ٿينديون هيون ته ڪڏهن گڏين جي حافظي پيئي ٿيندي هئي. ڪڏهن سڀئي پاڻ ۾ گڏجي گڏين جون سڳاوتيون ڪنديون هيون ۽ ڏينهن ٻڌي رَون جا برقعا ڪري سڏن تي نڪرنديون هيون. ”ادي رقيت جي گڏيءَ جي زينوءَ جي گڏيءَ سان شادي آهي. جنهن جو سڏ اٿو. سڀائي ٻڌري ۽ مڱڻو، پرينهن ونواهه، ٽنهن پرينهن مينڌي آهي، توهين پنهنجين گڏين کي وٺي ضرور اچجو-“ بس پوءِ ته سڀئي مڙي سڙي به به آنا مٺي ٻت لاءِ ڪنديون هيون ۽ گڏين جي سنبرائڻ ۾ لڳي وينديون هيون. شمل به سڏ ملڻ شرط پنهنجين گڏين کي موتين جا ڳهه پارائيندي هئي ۽ ڪپڙن لاءِ پنهنجي ننڍڙي ٽپڻي کٽي کوليندي هئي، جيڪا ماڻس کيس سيوڻ سان وٺي ڏني هئي، ٽپڻي سڄي ڪاتر سان ڀريل هوندي هئي. اما ڪاتر کيس پاڙي واري درزياڻي ڏيندي

هئي، جيڪا سندس ماءُ جي ساهيڙي هئي. بس پوءِ سچيون ڳڙيون سونهري موتين سان جهنجرجي پونديون هيون. مٿان وري دل ڀاڙ جا ڪٽي ڪپڙا پارائيندي هئي تــه ڳڙيون جهڙيون ڪر سچ پچ ماڻهن جهڙيون پيون لڳنديون هيون.

اهڙيءَ طرح ڪيترين ئي ڳڙين جون شاديون ٿيون، حافظيون ٿيون، پٽ ڌيون ٿيون، پوٽا پڙپوٽا ٿيا.

وقت بي لغام گهوڙي وانگر ڊوڙندو پي ويو. رقيت، زينو، حاطل اچي وهيءَ چڙهيون، ڪن جـون شاديون ٿي ويون ۽ وڃي شينهن ڪلهي چڙهيون، ڪن جي هنجن ۾ ٻارڙا هونگڙيون ڏيڻ لڳا.

شمل لاءِ بـه الائي ڪٿان ڪٿان ڪيتريون ئـي مائٽيون آيون. پـر پٽس صفا نابري واري. چي: ويهي مري وڃي، پـر ڌيءَ ڌارين ۾ ڪونه ڏيي. گهر ۾ جاءِ هجي ته ڀُڻهر ٻاهر ڇو اچلجي— پٽس جي مرضي هئي گهر ئي گهر ۾ پاڻني ڪي ڪٽي ڏيان. پر ماڻس چيو: آءٌ ڪو پنهنجو پٽ ويهاري ڌيءَ ڏينديس ڇا؟ پاڻس منهنجي پٽ کي سڱ ڏي ته آءٌ به ڏيان. هاڻي پاڻس کي ڪا ڌيءَ هجي ته ڏي. نيٺ انهيءَ رد بدل ۾ سوٽس ٻئي هنڌان پرڻجي ويو.

ڏينهن هفتن ۾، هفتا مهنن ۾، مهنا سالن ۾ گذرڻ لڳا. شمل به اچي سورهين جي سن ۾ پير وڌو. ڌيءَ جي ماني بادشاهه جي گهر به ڪونه ٿئي. ماڻس جو هنيون ڪاڇندو پي ويـو. ڏاڍو پڇتايائين ته ناحق سڌن جهڙي سڌريل سوٽس جي پانهن هٿان وڃايم. ڏڌو ڪير ڪو ٿڃن پيو. سو هيءَ به دل جو سور دل ڌاري، ڇوڙي ڪري پيرن فقيرن تي پٽڙ پيئي باسيندي هئي. لال سائين: منهنجا پوڙا پنين لائين. منهنجي شمل جي ڪٿي ڇڱي ڪر تـه ٿوتي دهلن دمامن سان سائي شالور جو اچي پڙ وجهنديس. آخر الله سندس من مرادون پوريون ڪيون.

هڪڙي ڏينهن پٽس جو سوٽناٽي سوٽ اچي نڪتو. شمل تـه وڃي اندر لڪي. پي ڏينهن سندس ساهيڙيءَ جنوءَ ٻڌايس تـه سندس سڱ پٽس جـي سوٽ سان ٿيو آهي. ماڻس تـه گهٽيون ئي

ڏانهون ڪوڪون ڪيون ته: زال واري کي نياڻي جو سڱ نه ڏي،
برعڪس ٻڙ ڪڍي ڇڏيو، ڇو: پنهنجا وري به پنهنجا آهن. ماري وجهي
به ڇانوَ ۾ ويهاريندا....

مهيني اندر ئي شمل پرڻجي، لاڻون لهي وڃي ساهرائي گهر
پهتي جتي سنڌس آجيان لاءِ مڙس جي زال پنهنجي پارن سميت ويٺي
هئي. صبح ٿيندي ئي ڪيس ڪارو ڏانون جو ملڻ لاءِ مليو. شمل پنهنجي
ڪچڻ جي ڪارو ڏانون جو ڪٺي وڃي ڏيڍيءَ وٽ ملڻ ويٺي. ڏانون
مليندي صبح جا اڇي نوَ ٿيا. پريان فقيرن جي تاڙين جو آڪاءُ ٿيو،
شمل در وٽان ليئو پائي ڏٺو. فقير سنڌن ئي گهر ڏانهن پئي آيا.

هيءَ ماٺ ڪري ديگڙن کي ليهه ڏيڻ لڳي. فقير تاڙيون
وڃائيندا مبارڪون ڏيندا اندر گهڙي آيا ۽ سڌا وڏي ڪمري ۾
ويا جتي سسٽس ڳاڙهي هندوري ۾ ويٺي لڏي، ائي: "اسان لک لک
مبارڪون ڪنوار ڪٿي آهي.... مائي وڏي پنج سير چانورن، پلو
جوڙو، ڏهه رپيا روڪڙا، ڪڍي ڪر ٻاهر." اتي شمل به وڏيءَ
ننهن سان گڏجي صفحي جي در وٽ آئي ته سسٽس جو جواب ڪن
تي پيس، "فقير ڪا پهرين شادي ڪانهي جو لاڳ وٺڻ آيا آهيو.
رنيو ڪونه ويٺو هو. گهر ۾ سدا ملوڪ چٽيهه لڪڻ ننڍي نيٺي
ماٺ ويٺي آهي." ائين چئي سسٽس ڪٿي ماٺ ڪئي. شمل به اڃي
ڪٽ تي ويٺي، فقيرن هڪ ٻي ڏانهن نهاريو ۽ چيائون، "گهوٽ ماءُ،
اسين لاڳ وٺڻ ڪانسواءِ ڪين وينداسين." ائين تاڙي وڃائي شمل
ڪٿي جهمر هڻي نچڻ ڳائڻ لڳا:

ٻلي ٻانهن لوڏي، لاڏل ٻانهن لوڏي،
ليلي ماءِس ڪنوار، ٻلي ٻانهن لوڏي.

شمل ڪنڌ هيٺ ڪريو ويٺي هئي. سنڌس اکين ۾ ٻهاڻي
تري آيو، هوڏانهن وڏي ننهن منهن ورائي ڪوليءَ ۾ هلي ويئي.
سسٽس ڏٺو فقير وٺڻ سواءِ ڪونه ويندا، پنهنجي مان ناس چڙهو
نڪ ۾ سنڪي اٿي ۽ ٿالهي چانورن جي ۽ سواءِ رپيو فقيرن کي ڏنو.
جيڪي گهڻي ڪري آخر وٺي هليا ويا.

شمل سڄي رات سوچيندي رهي ته گڏين جون شاديون ڪيڏيءَ ڌم ڌمان سان ٿينديون هيون ۽ ڪيترو نه ريشمي ڏاج ملندو هو ۽ ڳانڍ وارين گڏين کي ڪيتري نه گهور ملندي هئي. پر هن جي شادي تي ته ڪجهه ڪونه ٿيو. ڏاج ۾ وري ڇيٽ جا ڪپڙا ۽ اڌارا ورتل ڳهه، جيڪي شاديءَ جي ڏينهن ئي موٽائي ڏنين کي ڏنئون.

بابا جو اڇي اٽو ڪتو هو جو ڏسي وائسي ڪٽي ٻرندڙ ڀاهه ۾ اڇلائي هنيائين انهيءَ ڪان ته ماري ڇڏي ها. پر پهاج واري ڪي نه ڏني ها. هنجي اکين ۾ لڙڪ لڙي آيا.

ستين ڏينهن ستاوڙي لاءِ پڻس ڪيس وٺڻ آيو ته پاڙي واريءَ ڳوريءَ ڪاسائڻ چيس، ”ابا، ڏيءَ جو اٽو ڪتو هئي، جو ڪٽي پهاج تي ڏيءَ ڏني اٿئي. انهيءَ ڪان ته ڪٽي نڙيءَ تي نهن ڏيئي ماري گهر ۾ پوري ڇڏينس ها.“

پڻس چيو، ”مائي، مون ڪا ڏيءَ مفت ۾ ٿوروئي ڏني آهي. اٺي تي اٺو، ڪارو ڪتو. ٻي واهه ڪانه هئي، سو ڪٽي ڏنم.“

”ميان، ٻدو ڏيئي پرڻيو آهي.“

”ابا، کهڙو ٻدو ڏنو اٿس، ابا هت ته سهي ٽنگون ٿي، ڇوڙين ٿهي ٿي ڪانه،“ مائي ڳوريءَ چيو.

”ابا، مائي وڏي ته ڇوي ٿي ته نياڻيءَ جو پيءُ ٻي واهه ٿي ٻڌو ۽ اڇي ويهي رهيو. ٽنگ جهڙي ڳالهه، سو مرندي ڪسندي ڪٽي ٻوجي کي ڪاهو ڏنوسين. پيو ڇا جا ٻڌا ڇا جا پيا.“

اها ڳالهه ٻڌي پڻس جو منهن ٽپي ڳاڙهو ٿي ويو ۽ ”ڇڱو ادي،“ چئي، ٽڪڙو ٽڪڙو هليو ويو. اپي ڏينهن ڏيءَ کي ستاوڙي تي وٺي ويو.

ستين ڏينهن شمل کي مڙس وٺڻ ويو ته سهري چيس، ”ابا، هاڻ منهنجي پٽ جو نڪاح وجهي ڏي.“

اها ڳالهه ٻڌي شمل جي مڙس جو منهن لهي ويو. چيئ، ”چاچا، هيئنر منهنجي پت رک، ماڻهو مون تان کلندا ته ڏيءَ ڏيئي

پرٽيو آهي. وڏي زال کي به ڏک ٿيندو ته مڙس به ويو ۽ ڌيءَ به ويئي."

اني سهري چيس، "چڱو پٽ، جڏهن نياڻي وڏي ٿئي، تڏهن شمل ساهري هلندي. هي گهر به پنهنجو اٿئي." اهين چئي، سهرس ٻاهر نڪري ويو.

نانءِ مهيني شمل کي نياڻي ڄائي، نالو رکيائونس سياڻي. سياڻي اڄ نڍي سياڻي وڏي، اچي سمجهه ۾ پري ٿي. سڄو ڏينهن نانءِ جي ڪلهي تي چڙهيو پيئي گهمندي هئي. جڏهن پٽس ايندو هو ته نانو وسري ويندو هوس. ماڻس چوندي هيس، "اڄ ته نانو به وسري ويو اٿيئي ۽ نڪو ٻاهر گهمڻ ٿي وڃين."

سياڻي چوندي هئي، "امان، آءٌ ٻاهل ته ٿومڻ ويندس ته بابا لڪي ٻچي ويندو."

پٽس سندس ٻاتيءَ ٻوليءَ تي کلي مٺي ڏيئي چوندو هو، "ههڙي نازل ڌيءَ کي ڇڏي ڪو ٻچي وڃبو." پوءِ ماڻس ڏانهن نهاري، مرڪي چوندو هو، "ڇوريءَ کي چڱو پڙهائي ڇڏيو اٿيئي، هاڻ ته چوڪنيو پڌيو ويئي آهي."

ٻئي سال گذري ويا. انهيءَ وچ ۾ سندس پهاڄ به مري ويئي، پر اهان بدي جو سٽ نه سلجهيو هو. مڙس ٻي آيو ويو، پر ماڻس جي مهڻن ۽ طعنن ماري وڌس. چي، "نياڻو سهري جي در تي وينو، چڻ ڪتو وينو." آخر هن اچڻ وڃڻ بند ڪري ڇڏيو.

چي، "ٻاڻ ڪان سڄي عمر ساهرن جي در تي ڌڪا ڪونه کاڌا ٿيندا، ڏيو ته ڏيو، نه ته پنهنجي الله واهي."

اٿين چئي مڙس ڪاوڙجي هليو ويو. انهيءَ ڳالهه کي سال کن گذري ويو. سياڻي رات ڏينهن پيئي پيءُ کي ساريندي هئي. سڄو ڏينهن ماڻس کان پيئي پڇندي هئي، "امان، بابا ڇو نٿو اچي؟ بابا ڪڏهن ايندو؟" ته وري ڪڏهن چوندي هئي، "امان، ڇونه ٻاڻ بابا وٽ هلون." ماڻس جي اکين ۾ ٻاڻي ڀرجي ايندو هو، سا ڌيءَ

کي چوندي هئي، "امان پنڌ ڪيئن هلون. پڻهين ويو آهي پاڻ لاءِ گهوڙو وٺڻ."

"هان امان، بابا ڏولرو وٺڻ ويو آهي؟ امان، ڏولي تي ته ڏوت چڙهندا آهن، نوان ڪپڙا پائي. بابا به نوان ڪپڙا پائيندو؟" هـن خوش ٿي تاڙي وڄائي ڇڏيو. ماڻس رني جي پلئه سان ڳوڙها اگهي چيو، "هـا امان، پڻهين به نوان ڪپڙا پـائي، نئين لونگي ٻڌي، گهوٽ ٿي ايندو."

"امان، موڙ به؟"

"ها امان، موڙ به ٻڌي ايندو."

"امان، دهلن وارا به هوندا؟"

"ها امان، دهلن وارا به هوندا."

اهـا ڳالهه ٻـڌي، سيانيءَ ننڍڙن پٽڪڙن هٿن سان تاڙيون وڄائي، اڱـڻ ۾ جهمريون هڻي ڳائيندي هئي: "دهلن سان ڏوڙي تي چڙهي ڏوت ٿي ايندو."

سوچيندي سوچيندي سيانيءَ جـي ڪنجهه ڪار تي سندس خيالن جو سلسلو ٽٽي پيو. هن وڃي سيانيءَ جي مٿي تي هٿ رکي ڏٺو، مٿو باهه وانگر پئي ٻريس. هـوءَ سيانيءَ جي سيرانديءَ ويهي سندس وارن ۾ هٿ گهمائڻ لڳي. ڪنهن مهل سيانيءَ اک کولي چيو، "امان، بابا....؟"

ماڻس چيو، "ها پٽ، پڻهين ايندو."

هاڻي دهلن ۽ شرناءِ جو آواز اچي ويجهو پيو. شرناءِ وارن شرناءِ ۾ 'ليلي مليس ڪنوار، پلي پانهن لـوڏي' پئي وڄايو. هيءَ آهستي آهستي اٿي وري وڃي دريءَ تي بيٺي. سامهون دهلارين جي اڳيان شيدي ڏنونڪن ۾ گهنگهرو ٻڌي پـي نچيا. رکي رکي پٽ تي پئسن ڪرڻ جو ڇڻاٽ ٻڌڻ ۾ پئي آيو. ڪيترائي ٻار پئسن تي ميڙ ڪري ڪيري ٿي پيا ۽ وري اٿـي هڪ ٻئي کان پئساڻي کسڻ لڳا. اوچتو پيرن جو کڙڪو ٿيو. شمل ڪنڌ ورائي نهاريو ته جنو پئي آئي، تنهن چيس، "شمل، سيانيءَ جي پيءُ جي ڇيچ پيئي وڃي."

شمل جي اکين آڏو آنڌاري اچي ويئي. سياڻي وري به اک کولي چيو، ”امان، بابا وٽ ڪڏهن هلنداسين؟“

ماڻس کان اوڇنگار روڪجي نه سگهي ۽ هوءَ ڏيءَ جي سيرانديءَ اونڌو منهن ڪري پاڪارڻ لڳي.●

(ڇهين اپريل ١٩٧٠ع)

(اصلوڪي)

# جيجي

’جيجي، او جيجي، گُڏين لاءِ ٻه اڳڙيون تہ ڏي.‘ پر جيجيءَ جو جواب ڪونہ آيو. وري وڏي واڪي چيومانس، ’اَلي جيجي، ڇا ويٺي ڪرين؟ ٻڌين ڪونہ ٿي ڇا؟ ٻہ اڳڙيون تہ ڏي.‘ پر جواب ڪونہ مليو. جان ڪٿي منجهہ مان هيٺ نهاريان تہ جيجيءَ نماز پڙهي، هاڻ سلام پئي ورايو. مونکي ڏسي مرڪي چيائين، ’سمڙي، نماز بہ پڙهڻ نٿي ڏين. هتان نٿي ڦريو اچين؟ اس بہ پير سڙي ويندئي.‘

’نہ، جيجي، پير ڪونہ ٿا سڙن. هيءَ نوڙي آماڻيانءِ ٿي، ان بہ ٻہ اڳڙيون ٻڌي موڪل.‘

’پٽ، اهان تہ ڪتر ڪانہ ڪئي آهي. ڪپڙا ڪتريان تہ پوءِ توکي ڏينديس.‘

’جيجي، تون تہ روز پئي بهانا ڪرين. ڪلهہ بہ چيئي تہ سڀاڻي ڏينديس. اڄ منهنجي گُڏيءَ جي شادي آهي، سون اهان ڏاج ڪونہ ٺاهيو آهي،‘ مون روئڻهارڪي ٿيڻ جو ارادو ڏيکاريندي چيو.

’چڱو، سمڙي، پيتيءَ بہ ڏسان ٿي.‘ ائين چئي جيجي ڪوٺيءَ بہ گهڙي وئي ۽ ٻہ ڪاترون ڳولي ڪٺي آئي نوڙيءَ بہ ٻڌي ڏنائين. آءٌ اڳڙيون ڪئي وڃي ڪوٺيءَ بہ گُڏين جو ڏاج سبڻ ويٺس.

جيجيءَ ۽ اسان جا گهر گڏيا پيا هئا. وچان رڳي پٽ هئي. سندس اڱڻ اڳ پڪ ڪهڙيءَ بہ هو. صفحو ۽ ڪوٺي اسانجي اڱڻ سان گڏيل هئا. اسانکي جڏهن بہ ڪا شئي شڪل ڪپندي هئي تہ آءٌ رڌڻي جي پٽ تي ڏاڪڻ رکي، رڌڻي جو ڳَڻ ٿي، جيجيءَ جي صفحي واري ڳَڻ تي چڙهي، وڃي منجهہ مان پڇندي هيس ۽ نوڙي هيٺ اماڻي، جيجيءَ ڳان شئي وٺندي هيس.

جيجي ڪپڙا سبتي اکهہ بہ سبندي هئي، تنهنڪري اوڙي

ٻڙي جـون زالون ڳانئس ڪپڙا سبائينديون هيون. خاص ڪري برقعا ته لاجواب سبندي هئي. سبرائي وري ڪيتري؟ پنج ٻه چهه رپيا. مهانگي ۾ مهانگو برقعو ڏهه رپيا چهه ٽيون تنهن ۾ ڏيڊ رپيو اڪين واري ڪي، ۽ اٺ آنا رومالي ۽ ٽوپي ايڪاٽي. باقي ڪيس وڃي چار يا پنج رپيا بچندا هئا. مرداڻي قميص جي سبرائي اٺ آنا ۽ سٿڻ جا ٻارنهن آنا. زناني چولي سٿڻ جو رپيو.

جيجيءَ وٽ سدائين ماين جا ميڙا لڳا پيا هوندا هئا، جيڪي سڄي شهر جون ڳالهيون، جهيڙا جهٽا، شادي غميءَ جـا نيرا اچي ڪنديون هيون. جيجي ڏاڍيءَ دلچسپيءَ سان سندن ڳالهيون ٻڌندي هئي ۽ سندن فيصلا به ڪندي هئي. سندس پوڙهي ماءُ، ناني ڪريمان، جيڪا اٽڪل ستر ورهين جي هئي، سا نندي منجيءَ تي ليٽي پيئي هوندي هئي. ڪيس دم جـي بيماري هئي. ڪڏهن رڙهي اچي ٻاهر اڱڻ ۾ وهندي هئي، جتي جيجي پٽ جي ٻاچولي ۾ مشين پئي هلائيندي هئي. سندس آڌو تڏي تي به ٻي زالون هميشه ويٺل هونديون هيون، جن مان ڪا نانيءَ لاءِ چلم تازي ڪندي هئي ته ڪا وري چلهه مان پوريل ناندو ڪڍي ٽوپيءَ ۾ چاڙهيندي هئي. ڪنهن مهل ناني رڙ ڪري چوندي هئي، 'عاشو، مونکي ناس جي سونگي ته ڪٽ تان ڪٽي ڏي.' آءٌ ٻوڙ ٻائي سونگي ڪٽي اچي نانيءَ کي ڏيندي هيس. سڀ زالون جيجيءَ ۽ نانيءَ جـو ڪم خوشيءَ سان ڪنديون هيون، ڇو جو ڪنهن کي پٽ جي قميص جلدي کپندي هئي ته ڪنهن کي برقعي جـي تڪڙ هوندي هئي. ٻارن کي وري ڳڏين لاءِ اڳڙيـون کپنديون هيـون. انهـيءَ لالـچ ۾ ٻـار سندن ڪيترائي ڪم ڪندا هئا. ڪو هٽ تان انو گيهه وٺي ڏيندو هون ته ڪو وري ٻاٽيءَ جو ڏول وهنجڻ لاءِ يا وضو لاءِ ڀري ڏيندو هون.

جيجيءَ جو ٻاءُ ماما پير بخش، واڍڪي ڪم جـو بادشاهه ڪاريگر هو. جي ڪم لڳندو هوس ته مهنن جا مهنا پيو هلندو هو. جي نه ته مهنن جا مهنا گهر ۾ ويٺو هوندو هو. ماما پير بخش سچ لڳي مهل سخي بادشاهه جي سلامي پرڻ ويندو هـو، ۽ جمعي رات

سائين شهيد سرفراز جي زيارت تي ويندو هو، نه ته سڄو ڏينهن وڏي صفحي ۾ منگهه هيٺان کٽ تي ستو پيو هوندو هو. ڪنن کان ڳرو هو، جنهنڪري آسي پاسي جي گهوڙ گهمسان جي پرواهه ئي ڪانه هوندي هيس.

جيجي صبح جو سوير اٿي، وضو ڪري نماز پڙهي، دور ڪري، پوءِ وهي چلهه پاريندي هئي. ماني پچائي، کارائي پياري هوندي ۽ ويهي ڌاڳو مليندي هئي، جا وڏي صفحي جي ڪنڊ تي ۽ نانيءَ جي کٽ جي پيرانديءَ کان هئي. اتيئي پٽ ۾ جارو ٿهيل هوندو هو، جنهن ۾ ڌاڳو ڌوئيندي رکندي ويندي هئي ۽ پوءِ چنڊ ڦوڪ ڪري هٿ سان ڌوئي، ڦٽي ڏيئي، وهي مشين تي وهندي هئي. انهيءَ وچ ۾ وٽس ڪيترين ئي زالون ايندڀون ويندڀون هيون، جن سان ڳالهائيندي به ويندي هئي، ته سبندي به ويندي هئي.

وڏي صفحي جي سامهون ٻه ڪوٺيون هونديون هيون. جن مان ننڍي ڪوٺيءَ ۾ ڪاٺ جو ننڍو پيٽيهو پيو هوندو هو ۽ وڏي ڪوٺيءَ ۾ ماما جا واڍڪي جا اوزار، پراڻيون ڪاٺيون، دٻا وغيره پيا هوندا هئا ۽ در لڳ جيجيءَ جون چار پنج پيٽيون هڪٻئي مٿان رکيون هونديون هيون. انهن ۾ اڻ سبيل ۽ سبيل ڪپڙا، برقعا وغيره هوندا هئا. ڪاٺ جي وڏيءَ پيٽيءَ ۾ سندس ڪپڙا، زيور ۽ ٻيون پاڙي پتيءَ جون امانتون رکيون هونديون هيون. غريب مايون ڇوريءَ جي ڏڀ کان يا وري مڙسن کان لڪايل ميڙاچونڊي وٽس آڻي رکنديون هيون. جيجي اهي ٻنا ڳنڍ جي وڙهيل سيڙهيل جيئن هوندا هئا، تيئن پيٽيءَ ۾ بند ڪري ڪلف ڏيئي ڇڏيندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ته اها سادگي ڳچيءَ ۾ پئجي ويندي هيس. زالون ڪانئس ڦلو ڪري وڌيڪ پئسا يا زيور پرائي وٺنديون هيون.

جيجيءَ ڪڏهن به نماز، روزو نه ڇڏيو. گرميون هجن توڙي سرديون، ڪانئس نه ڪڏهن نماز قضا ٿي، نه وري ڪڏهن روزو ڇڏيائين. رمضان شريف ڪانسواءِ به جمعي رات نفلي روزا رکندي هئي. سندس منهن هميشه چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر پيو چمڪندو

هو. اوڙي پاڙي ۾ ناني جي مرادي ۽ پاڙي جي ٻين زالن سان گڏجي ويندي هئي. امان کي ۽ مونکي، بابا جيجي ۽ کانسواءِ ڪڏهن به شادي وغيره تي، اڪيلو ڪونه ڇڏيندو هو. جيجي ۽ جي مان جو پتندو هو ته پوءِ موڪل ڏيندو هو.

مونکي هڪڙي ته گڏين جي ڪپڙن گڏ ڪرڻ جي چوس ۽ ٻيو وري مشين هلائڻ جو شوق. ننڍڪري سچو سچو ڏينهن جيجي ۽ وٽ ويٺي هوندي هيس. جيجي ۽ کي برقعو سبڻو هوندو هو ته مونکي مشين هلائڻ لاءِ چوندي هئي ۽ پاڻ برقعي جون پليٽون سڌيون جهلي سبندي ويندي هئي. ڇو جو گهٽي مشين هلائڻ ڪري ڪيس رات جو ٻانهن ۾ سخت سور پوندو هو. آءٌ دعائون پيئي گهرندي هيس ته الله ڪري پاڳل شيديائي سگهي سگهي اچي. ڇو ته پوءِ جيجي مشين منهنجي حوالي ڪري، ٻن ٽن سٽن جا ڏر سبڻ لاءِ ڏيئي پاڻ وڃي پينگهي ۾ پاڳل سان رهاڻيون ڪندي هئي. ماما ڪم تي هوندو هو. ناني ستي پيئي هوندي هئي. جيجي ۽ پاڳل پاڻ ۾ پيئون ڳالهائينديون هيون. ڳالهين ڪندي جيجي اوچتو سڏ ڪري چوندي هئي، 'عاشو ٻاهرين در کي ڪڙو ته ڏيئي ڇڏ، متان ڪا فقيرياڻي ڪو ٽپڙ ٽاڙي ڪٺي وڃي.' جيجي ۽ وٽ فقيرياڻيون گهڻيون اينديون هيون. پاڻ ڪڏهن به ڪين هٿين خالي نه موٽائيندي هئي. ڪين اٽي لپ، مانيءَ پور يا پراڻو سراڻو ڪپڙو ڏيندي هئي، پوءِ به فقيرياڻيون وجهه وٺي ڪونه ڪو ٽپڙ ٽڳائي وينديون هيون. آءٌ اٿي وڃي در بند ڪندي هيس ۽ اچان مشين تي ويهڻ جي ڪندي هيس ته چوندي هئي، 'متا پٽ هي در به ورائي ڇڏ. مکيون ٿيون پوين.' کوٺيءَ جو در جيڪو اڱڻ ۾ کلندو هو، سو هميشه بند هوندو هو. وچان در بند ٿيڻ تي مونکي ڏاڍي خوشي ٿيندي هئي. آءٌ وجهه وٺي پنهنجي گڏين جا ڇولا سبي وٺندي هئس.

منهنجون انڪل وبهارو کن گڏيون هونديون هيون، جن جا وري ٻار ٻچا به هوندا هئا. انهن سڀني گڏين مان مونکي هڪڙي گڏي ڏاڍي وڻندي هئي، جا امان هڪ ڀيري ۾ صفوران سائياڻيءَ

جي سوٽ کان لهرائي ڏني هئي. سندس وڏيون اکيون، ڊگها وار،
ننڍڙا سهڻا هٿ ۽ پير اهڙا هوندا هئا، جهڙي ڪر پدمڻيءا مونکي
ايڏي ته وڻندي هئي، جو مون ڪٿي جيجيءَ جو نالو رکيس ۽ سوني
گڏين جي پٽ راڻي ڪيومانس. ٻي گڏي جا مونکي زبيءَ ڏاهي ڏني
هئي، تنهن جون اکيون ڇنڇيون هيون. ڏلهي، ٻي ڊولي وري اهڙي
هئي، جهڙي ڪر ڀاڳل. مون بہ ڪٿي ڀاڳل نالو رکيس ۽ سوني
گڏين جي نوڪرياڻي ڪيومانس. سڄو ڏينهن پيئي ٻين گڏين جي
آڳي پيڇي ڪندي هئي.

ڀاڳل کي سدائين پئسن جي کوٽ هوندي هئي. هڪڙي
ڏينهن آءٌ امان جي ڪم سان جيجيءَ وٽ ويس تہ ڀاڳل چلم پيئي
پيتي ۽ جيجيءَ مشين پئي هلائي. ناني ٻاهر آڱڻ ۾ منجيءَ تي سٽي
پيئي هئي. ڀاڳل مونکي ڏسي جيجيءَ کي چيو، 'اڇا عاشو آئي
آئي، ڪٿي انهيءَ کي امان.' جيجيءَ مونکي ڏسي آهستي چيو، 'عاشو
چڱو ٿيو جو آئينءَ. ويڃي پير حليمان کان ويهه رپيا آڻي ڏينم.'

آءٌ حليمان کان ويهه رپيا وٺي اچان گهٽيءَ جي در وٽ
پهتس تہ ڀاڳل سامهون پئي آئي ۽ سٽ ڏيئي منهنجي هٿن مان
ويهه ئي رپيا کسي ورتائين.

مون چيو، 'ماسي، اهي پئسا جيجيءَ جا آهن.'

'ماٺيون جيجهين جا ڪونہ آهن، منهنجا آهن،' مونکي ڌڙي
ڏيئي چيائين.

مون روئي اچي جيجيءَ کي دانهن ڏني. جيجي چيو، 'مڙئي،
اهي پئسا مون ڀاڳل لاءِ گهرايا هئا.'

مون چيو، 'جيجي، مونکي ڇڙٻ ڇو ڏنائين؟ آءٌ ڪو پئسا
ڪٿي ٿي ويس ڇا؟'

نانيءَ اها ڳالهه ٻڌي، جيجيءَ کي چيو، 'اهڙن ڦري فقير
ڪري ڇڏيندني. جيڪو ٿي ڪمائين، سو ٿي انهيءَ کي کارائين.'

پوءِ تہ جيجي ۽ ناني ائي ٻاڻ ۾ وڙهيون. آءٌ امان جو ڇولو
ڪٿي گهر هلي آيس. امان منهنجي منهن ۾ ڏسي چيو، 'ڇو، رني

آهين ڇا؟'

مون ڀاڳل واري ڳالهه ڪري ٻڌائي. امان کي خار وٺي
ويا ۽ پنهنجي منهن ڇوڻ لڳي، 'انهيءَ ڪميڻيءَ رن ملڪ تباهي
ڏنو آهي! ڇگو اڇي ڪزوءَ کي پٽي آهي: اڄ سؤ گهرجيم، شاديءَ
تي وڃڻي آهيان! اڄ جمعي جي پڻ گذاري ويئي آهي، تنهن لاءِ چار
ڏيڻي آهي! اڄ امڪي لاءِ پئسا کپن، اڄ ڍمڪي لاءِ کپن.'

ڪجهه ڏينهن گذري ويا. هڪڙي ڏينهن امان رلين جون
ٽڪريون پئي ڳنڍيون. مون بہ کيس ٽوپي ۾ همراهي پئي ڪرائي
تہ ڪنهن مهل ماسي جانل لنگهي آئي. ڳالهين تان ڳالهيون
ڪندي، جيجيءَ جي ڳالهه نڪتي.

'ڪزوءَ ويچاريءَ سان ناحق ٿي ويو!' ماسي جانل چيو.

'ڇو؟ ڇو؟ ڇا ٿيو؟' امان پڇيو.

'ادي، انهيءَ ڀاڳل ڪسبياڻيءَ جو اڇي خرچ ڪٽيو، سو
منهن پلڙو ڪري، ڳوڙها ڳاڙي ڪزوءَ وٽ اچي ويهي رهي. چي،
"مونکي پنج سؤ رپيا گهرجن، منهنجو ڀاءُ چوري ۾ جهلجي پيو آهي،
تنهن لاءِ وڪيل ڪرڻو آهي." ڪزوءَ ويچاريءَ وٽ هڪيا پئسا
ڪونہ هئا، تنهن ڇا ڪيو جو ساران شوريءَ جي دهري کڻي ڏنس
تہ اها ڪٿي گروي رکي پئسا ڪم ۾ آڻ.'

'اٺي، سٺيس! هاڻ دهري تہ ڇٽي!' امان دانهن ڪندي چيو.

'ها، ادي، اها تہ ڳالهہ ڪريان پئي. اڄ اوچتو ڦٽ ڦاٽو
تہ دهري تہ ڀاڳل مرڳو وڪڻي ڇڏي آهي.'

'اٺي گهوڙا!'

'ساران جي ماڻٽن جي ڪا اتر ۾ شادي آهي، تنهن لاءِ
پنهنجا ڳهہ ڪزوءَ کان وٺڻ آئي، تڏهن دهريءَ جي ڳالهہ ڦاٽي
پئي. ڀوءِ تہ اڳيان ساران آهي؛ تنهن نہ ڇڏيو ڪزوءَ کي، نہ
ڀاڳل کي. هاڻ تہ ڪزوءَ کي سور سان اچي لڳي آهي تہ متان
ڀاءُ جي ڪن ڳالهہ پوي. پر ادي، اها ڳالهہ ڪا لڪڻ جي آهي؟'

'ڪزوءَ جا به انصاف آهن! رن اصل اهڙو ته انڌو ڪري ڇڏيو آهيس، جو پنهنجي عزت جو خيال نٿو ٿئيس!'

'ها ادي، هاڻ تہ ويچاري منجهي پئي آهي، ڇا ڪري؟ ساران سان ٿن ڏينهن جو وعدو ڪيو اٿس. اڄ تہ ويئي آهي پڻ وٽ، ڏسجي ته ڇا ٿو ٿئي. مون تي به ڪم رکيو آهيس ته وڏيرن وٽ منڊيون رکي پئسا آڻي ڏي. سو اوڏانهن ٿي ويس تہ ڇيم تہ تو وٽان به ٿيندي وڃان.'

پئي ڏينهن امان ۽ آڪَ جيجيءَ جي گهر ويونسين ته جيجيءَ وٽ زبي ۽ زبيءَ جي ماءُ ويٺيون هيون. زبيءَ جي ماءُ جيجيءَ سان پئي ڳالهيون ڪيون ۽ زبي مشين پئي هلائي. آڪَ زبيءَ وٽ ويهي رهيس. ناني اندر ليٽي پئي هئي. ڳالهين ڪندي زبيءَ جي ماءُ چيو، 'پاڳل ته اڄ ڪلهہ شهربانو وٽ سڄو ڏينهن ويٺي هوندي آهي.'

'ڪهڙي شهربانو؟' جيجيءَ چيو.

'اها، امان، پرياڻيءَ جي ڌيءَ ڪانهي، جيڪا اڳي کهنيانيءَ سان ڦٽل هئي؟'

'ائي، هاها، اها بچائيءَ جي ڌيءَ نہ؟' امان چيو.

'ها، ادي، اها بچائيءَ جي ڌيءَ! انهيءَ ڪي گهٽ ڪري نہ سمجهہ . انهيءَ رن ماڻهن جا ٻُنگا پينگ ڪري ڇڏيا آهن. جيڪو انهيءَ جي ور چڙهيو، سو چٽو!' زبيءَ جي ماءُ چيو.

'آڪَ بہ چوان تہ پاڳل روز روز اديءَ ڪزوءَ وٽان پئسا وٺيو وڃي، سو انهيءَ کي پيئي ڪارائي'، امان چيو.

جيجي اها ڳالهہ ٻڌي ڪچي ڪانہ، پر مون ڏٺو ته سڄي هيڊي ٿي ويئي.

ڪيترا ڏينهن گذري ويا. هڪڙي ڏينهن مون جيجيءَ جي سٽي مان جٺون ويٺي ڪڍيون. ماسي جانل ۽ امان به ويٺيون هيون ته اوچتي پاڳل اچي نڪتي. جيجيءَ پاڳل کي ڏسي ڇرڪ ڀري، منهن ڪٽي پاسي ڪيو. پاڳل جيجيءَ ڏانهن منهن ڪري چيو،

’ايتري ڪاوڙ!‘

جيجيءَ ڪوبہ جواب ڪونہ ڏنو. اتي جانل ڀاڳل کي لوڪو ڏيئي چيو، ’ڀاڳل ڪر خبر؟ ڪيئن نڪري پئين؟ شهروءَ مان پيٽ ڀرجي ويونئي ڇا؟ يا وري ڪا ٻي ڌري ڀري ڪيئي؟‘

’اني هاڻي گهٽو ڪيئي، اجايو وات نہ هڻ. توکي بہ سڃاڻان ٿي،‘ ڀاڳل ٺپ ڏيئي اٿي چيو.

ماسي جانل چيس، ’اني، تہ پوءِ وري کهڙو منهن کڻي آئي آهين؟ وڃي پنهنجي انهيءَ ڇهڪونيءَ وٽ ويهہ.‘

’ڇونہ ويهنديس؟ ڇونہ ويهنديس؟ اوهين سڙو، ڪامو، پچو! رن پڙوي! پڙوتون پاڻ ڪري ۽ ڇوي وري ٻين کي!‘ ائين چئي، گاريون ڏيندي، ڀاڳل ٻچ ڇنڊي اٿي هلي.

ڪيترن ڏينهن کان وٺي، جيجي اجهاميل اجهاميل پئي لڳي. اهڙي تہ ماٺ اچي ويس، ڄڻ ڪيس ڪلهہ ڳالهائڻ وسري ويو هو. اڳي نانيءَ سان ڳالهہ ڳالهہ تي ڇڙيو پوندي هئي. هاڻ ناني ڪيترو بہ ڪاوڙبي هئي تہ بہ ڪو جواب ڪونہ ڏيندي هئي. سيبو ڪندي ڪپڙو ابتو سبتو سبيو وجهندي هئي. جنهن کي وري اڌيڙي سبڻو پوندو هوس. سبندي سبندي ڪو پور پڇيو ويندو هوس تہ مشين ڇڏي منهن ويڙهي وڃي پينگهي ۾ پوندي هئي.

امان چوندي هيس، ’ڇو، ڪڙو، اڄ مشين ڪونہ ڪڍي اٿيئي؟‘

جيجي چوندي هئي، ’ادي، هاڻ تہ ڪم بس نٿو اچي. الائي ڇو، من موڳو پيو لڳي! ڀانيان تہ هي گهر ڇڏي، آڏامي ڪنهن اهڙي پاسي وڃان، جتي ڪير نہ هجي.‘

اها ڳالهہ ٻڌي، آءٌ چوندي هيس، ’جيجي، تون جي اڏامي ٻئي پاسي ويندينءَ تہ پوءِ ماما کي ماني ڪير پچائي کارائيندو؟‘

’امان، پوءِ ڪٿي سندن قسمت، مون کو سندن سڄي عمر جو ٺيڪو تہ ڪونہ کنيو آهي.‘

جنهن تي ناني چيو، ’امان، هينئر اسين ٻي ٻهچ ۾ پيا آهيون، تڏهن روز روز ڪاڏي جا مهڻا پئي ڏي.‘

اسين منهنجي ماساتن جي شاديءَ تي ڪراچي هليا وياسين ۽ پندرهن ڏينهن اتي رهي پياسين. جنهن رات موٽياسين، تنهن جي پئي ڏينهن امان ۽ آءٌ جيجيءَ لاءِ مٺائي کڻي وياسين. جيجي کٽ تي ستي پئي هئي. ناني منجهيءَ تسي ويٺي هئي ۽ جانل مانيون پئي پچايون.

امان جانل کان پڇيو، ’چئو، ادي، خير ته آهي؟ ڪروسٽي پئي آهي.‘

جانل ماني اٿلائيندي چيو، ’ڪروءَ ويچاريءَ کي ته الله بچايو آهي، مري بچي آهي.‘

امان چيو، ’چا ٿيس؟‘

ماسي جانل چيو، ’اوچتو ويٺي ويٺي دورو اچي پيس. ويچارا پئي ماءُ پٽ پريشان ٿي پيا. مونکي ڪٺي سڏيائون. ڊاڪٽر گهرايوسين. ڪئين علاج ڪياسين، پر فائدوئي ڪونه ٿيو. جيئن پوءِ تيئن پٽ پوندي ويئي. پوءِ ته ادا وڃي مولوي عبدالله کي وٺي آيو، جنهن سڄيون سڄيون راتيون پڙهي دم ڪيس، تڏهن هاڻ مس ٿيو ڏينهن کان وٺي آرام آيو اٿس. ويچاري مولويءَ کي آفرين آهي، نه ته شئي ڏٺين کي پهتي پيئي هئي.‘

جيجي سڄو مهينو کٽ تي پيئي هئي. خدا خدا ڪري مهيني کان پوءِ مس ڪنڌ کنيائين. پوءِ ٻه ماما سڄو مهينو پئي مولويءَ کان چندا ڦيٽا ڪرايس، تڏهن وڃي ڪا هلڻ چلڻ جهڙي ٿي.

چاچو مولوي عبدالله اسان جي پاڙي جي مسجد ۾ پيش امام هو. اگهي جيڪو مولوي هو، سو اسانکي اصل ڪونه وڻندو هو. سدائين منهن ۾ سونهڻ پيو هوندو هوس. آءٌ ۽ زبيءَ ڪڏهن ڪٺي مسجد جي درين مان اندر جهاتي پائيندا هئاسين ته وٺي رنباڙ ڪندو هو، ’چوريون، مرداريون، وڃو نڪيون!‘ تنهن ڪري اسين گسان

پنڊان ڪيس ڏسنديون هيون سين ته ولي سندس اهلون ڪنديون
هيون سين، ۽ آواز ٻچڙو ڪري چونديون هيون سين، ’چوريون،
مرداريون، وڃو نڪيون!‘ هو ولي اسان جي پٺيان پوندو هو، پر اسين
پڄي وينديون هيون سين. چاچو عبدالله ڪنهن سان به ڪونه وڙهندو
هو. مونکي گسان پنڊان گڏبو هو ته چوندو هو، ’ناني، پڙهين کي چئو
ته سانجهيءَ ڪراچي مان عالم سڳورا ايندا، نماز تي سويل اچجو.‘
يا وري چوندو هو، ’ناني، فجر جو پڙهين نماز تي ڪونه آيو، چاڪ
ته آهي نه؟‘ اسين گڏيون پرڻائڻ وينديون هيون سين ته مرڪي
چوندو هو، ’ناني، گڏين جي نڪاح تي ملان ڪونه وٺي هلنديون!‘

سندس زال ٻچڙي ۽ جهيڙاڪ هئي. ماسي جانل ڪڏهن
ڪڏهن چوندي هئي، ’خدا جي قدرت! مولوي ڪهڙو سور جهڙو
سدا سهڻو مڙس ۽ زال وري ڪهڙي ٻچڙي بدشڪلي مٿي ۾ لڳي
آهيس. سڄو ڏينهن گهر مٿي تي کڻيو ويٺي آهي. مولوي ويچارو ويٺو
پڙي، ڪڇي ئي ڪونه. پيو ڪو مڙس هجي ها ته ٽڪ ساڻ ور
لاهي ڇڏيس ها.‘

پڻ پهرن جو اسان جي سٽڻ ڪٺي آئي ۽ اسان جيجيءَ جي گهر
ويون سين. گهٽيءَ وارو گهر ڪليو پيو هو. جيجي ڪوٺيءَ جي در وٽ
ويٺي هئي ۽ چاچي عبدالله سان پئي ڳالهايائين. اسان کي ڏسي ڪجهه
هٻڪي، پوءِ اسان کي چيائين، ’ادي، آءُ پلي ڪري آئينءَ!‘

اسان مرڪي اندر وڏي صفحي ۾ وڃي ويٺي. جيجي مشين
تي اچي ويٺي. نانيءَ سٽي پئي پڻ پڻ ڪئي.

مون چيومانس، ’ناني، ٻاٽي ڪپئي چا؟‘ ’نه نه‘ ڪيائين.

مون پڇيو، ’جيجي، ناني چا ٿي چوي؟‘

جيجيءَ چيو، ’انهيءَ جي ته اچي مت ڪسي آهي. سڄو
ڏينهن پڻ پڻ ڪري رت پي وٺي آهي. نڪا ٿي مري، نه ڪا ٿي
منهو ڇڏي.‘

اتي اسان جيجيءَ کي چيو، ’ڪڙو ادي، ماٺ جي دل نه

ڏ ڪونهي آهي! ڇري، مائٽ وري به مائٽ آهي. ڇوندي پر ڇورائيندو ڪونه!’

جيجيءَ ورائيو، ‘ٻـر، ادي، ڏسين ٿي! ڪو ساٿو چيٽو سلانيءَ لاءِ اچي ٿو ته وٺيو ٻاهه ٻاري! هڪڙو پورهيو ڪريو ڪنرايان ۽ پيو وري سڄو ڏينهن ڪرڪر سهان. وڏي ڏيٽس ڏم ڏمان سان پرڻائي ڇڏيائين؛ باقي مونکي پنهنجي ۽ پٽس جي گيس ماري ۽ ڦٽ لعنت لاءِ وهاري ڇڏيائين.’ ائين چئي جيجي اچي اوڇنگارن ۾ ڇٽڪي. امان ائي ڳرانڙي پائي پرچايس.

مون گهر اچي امان کان پڇيو، ‘امان، پوءِ ماما جيجيءَ جي شادي ڇو نٿو ڪرائي؟’

امان چيو، ‘پٽ ماميءَ جي به شادي ٿيل آهي ۽ جيجهين جي به شادي ٿيل آهي.’

‘ته پوءِ جيجي پنهنجي گهر نٿي وڃي ڇو؟’

‘نه، پٽ، هي بدن جا سڳ آهن. جيئن تون ڪونه گڏين جون ڏي وٽ تي شاديون ڪري، پوءِ اهاني ٻهاني ڪاوڙائي وهاري ڇڏيندي آهين، تيئن هنن ٻاءُ پيءُ جو ليکو به ائين آهي.’

‘امان، منهنجون گڏيون ته وري به پنهنجي مڙس سان پرچي مونئي ويندیون آهن.’

‘امان ماميءَ چٽ پوڙو، جونس آ سدا ملوڪ، هٿين پيرين سهٽي، سا ونس نـه ويٺي. ماميءَ وري خار ۾ جيجهين کي ويهاري ڇڏيو. سال ٿي ويا آهن. ويچاري ويهي سڙي ڪامي ويٺي آهي.’

‘پوءِ مڙسس وٺي نٿو وڃيس؟’ مون وري اعتراض ڪيو.

‘ڇري، مڙس ته گهڻو وٺي وڃيس، پر ماميءَ به ڇڏي نه!’

هڪڙي ڏينهن ٻاڙي ۾ وڏيرن سچيءَ جي ڪندوري ڪئي. اسان کي ۽ جيجيءَ کي به ڪوٺ هئي. رات جو اٺين بجي امان ۽ آءٌ جيجيءَ سان گڏجي ڪندوري کائڻ ويون سين. ڪلاڪ کن ويهي جيجي امان کي اشارو ڏيئي اٿي. اسين زالن جي وهان ڳنهت

ڏيئي نڪري آيوسين. جڏهن گهٽيءَ جي ويجهو ٿيون سين، تڏهن جيجيءَ امان کي چيو، ’توهين هلو ته آءٌ مولويءَ جي زال وٽان ٿيو ٿي اچان.‘

گهر اچي مون امان کي چيو، ’امان جيجي مولويءَ جي زال جي گهر اڳي ته ڪڏهن به ڪانه وڃي.‘

امان چيو، ’امان، ڪو ضروري ڪم هوندس، تڏهن ته ويئي آهي.‘

’پر، امان،‘ مون ڪا ڳالهه ياد ڪري چيو، ’امان، سچي، مولويءَ جي زال ته اڄ گهر آهي ئي ڪانه، ڪالهه مائٽن ۾ ويئي آهي.‘

امان خفي ٿي چيو، ’چوري، توکي ته ڪا اجائي بڪ بڪ جي عادت پئجي ويئي آهي.‘

ان ڪانپوءِ مولويءَ جي زال ۽ جيجي هڪ ٻئي وٽ اچڻ وڃڻ لڳيون. جيجي ڪانئس ڪپڙن جي سبرائي به ڪانه وٺندي هئي. چوندي هيس، ’ادي، توهان جا مونتي بيماريءَ ۾ ئي گهڻا احسان آهن.‘ ڪڏهن ڪو سٺو ڪاڌو رڌيندي هئي ته جهڙو امان کي موڪليندي هئي، تهڙو مولويءَ جي زال کي.

نيٺ هڪڙي رات ناني گذاري وئي. پوءِ ته گهر ۾ واويلا مچي وئي. جيجيءَ جي ڀيڻ ۽ اوري پري جون مٽياڻيون اچي گڏيون. صبح جو پيون به ڪيتريون مايون هٿ فاتح لاءِ اچي گڏ ٿيون. ڪيترا ڏينهن پئي مايون آيون ويون. اسين سڄو ڏينهن جيجيءَ وٽ ويٺيون هونديون هيون سين. جيجي سڄو ڏينهن نانيءَ کي ياد ڪري ڳوڙها ڳاڙيندي هئي. چاچي عبدالله کي به گهڻو ڏک ٿيو. هو صبح شام جيجيءَ کي دلداري ڏيڻ لاءِ در تي اچي ويهندو هو.

هڪڙي ڏينهن آءٌ ۽ امان گڏجي جيجيءَ جي گهر آيون سين ته جيجيءَ وڏي ڪوليءَ جي پٽ کي پئي ڪوٽيو. امان پڇيس، ’ڇو پئي ڪوٽين؟‘ ته چيائين، ’ادي اڪيلائيءَ ڪري روح منجهيو پوي.

اڄ ڪلهه ادا به ڏينهن سان ڪم کي لڳو پيو آهي. مولويءَ عبدالله جي زال چيو، 'آءٌ به اڪيلي آهيان، وهان ڪوليءَ مان دري ڏاهيون ته هڪٻئي کي سڏ صلح ڏيڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ سوليون ٿيون.'

امان چيو، 'ڀائين کان پڇيو اٿئي؟ متان اهو ڳالهائڻ نه ڏيئي.'

چيائين، 'ڀريائين انهيءَ کان موڪل ورتي اٿم، نه ته ٿي آءٌ اٿين پنهنجي هلايان.'

مونکي دريءَ جي ڳٽيءَ ۾ رات جو ننڊ ئي ڪانه آئي. صبح جو بابا جي وڃڻ کان پوءِ ڪڏ ئي چڙهي، منگهه مان جيجيءَ کان پڇيم، 'جيجي دري ٿي ويئي؟'

چيائين، 'ها، مٺڙي، رات ئي ڪوٺي لنبي به ڇڏيم.'

مون ٻوڙي اچي امان سان ڳالهه ڪئي، 'امان، جيجيءَ دري ڪوٺي لنبي به ڇڏي.'

امان چيو، 'ها، امان، هاڻي جيجهين جو روح ڪونه منجهندو.'

پوءِ زبي آئي. چيائين، 'ادي، تنهنجن گڏين کي منهنجون گڏيون سڏ ڏيڻ آيون آهن. سڀاڻي مگڻو، پرهينءَ وناهه، پندرهينءَ جي رات مينڌي ۽ سورهينءَ شادي آهي.'

آءٌ پنهنجي گڏين جي تياريءَ ۾ لڳي ويس.

جيجيءَ جو آواز ڏاڍو سٺو هوندو هو. ڪيس شاهه جون ڪيتريون ڪافيون ياد هونديون هيون ۽ پنهنجي منهن ويٺي جهونگاريندي هئي. آءٌ ويٺي ٻڌندي هيس. ڪيس اهڙيون ڪافيون وڻنديون هيون، جن ۾ ڏک هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن مونکي به چوندي هئي ته فلاڻي ڪافي ڳائي ٻڌائي. خاص ڪري ڪيس "قاٻو ڪوٺن ۾ آهيان ٻندڙي اديون" واري ڪافي ڏاڍي وڻندي هئي.

هڪڙي ڏينهن شام جو ڦڙڦڙ پئي پيئي. ٿڌڙي هوا پئي لڳي. جيجي اسانجي گهر ويٺي هئي. اسين ٽيئي اڱڻ ۾ ويٺيون هيون سين ۽ جهڙ جو نظارو پئي ڏسوسين. ڪنهن مهل جيجيءَ چيو، 'عاشو،

هوءَ ڪافي ته هڏائي، "ڦاڙو ڪوٺن ۾."
مون چيو، 'نه اڄ ڪا بي هڏاءِ.'
'ڇڱو ڀلا ڀيو ته ڀهرئائين آءٌ ٿي هڏايان.' ائين چئي هڪڙي ڪافي ڪنيائين: "آئي منڊ ملهار، آءٌ ڪهنبا ڪنديس ڪپڙا."
مون اها ڪافي ڪاڻس اڳ ڪڏهن ڪانه ٻڌي هئي. ان ڏينهن جيجيءَ اهڙي مٺي سر سان، اهڙيءَ موج ۾ اچي ڳايو، جهڙي مون اڳي منجهس ڪڏهن به ڪانه ڏٺي. مون چيو ڙبي هجي ته ان سان گڏ اٿي ڦيريون پايان. سندس اکيون پئي چمڪيون. منهن تي اهڙي پياري، اهڙي وڻندڙ مرڪ هيس، جو ماٺهو پائٺي ته الائي ڇا ڪٿي ڪريان. پر جڏهن ڪافي ڳائي پوري ڪيائين، تڏهن سندس ڳلن تي ٻه لڙڪ پئي چرڪيا! پوءِ وري هن ٻي ڪافي ڪنئي، "منهنجي سيد سار لهندو، مونکي آهي اميد الله ۾!" سندس منهن نديڙي معصوم ٻار وانگر ٿي ويو، ڄڻ ته ليلايائين پيئي. مونکي حياتيءَ ۾ ڪنهن ماڻهوءَ تي ايڏو قياس نه آيو. الائي ڇو. منهنجي دل پرجي آئي مون پٽ ورائي لڙڪ اگهي ڇڏيا.
پندرهن، ويهه ڏينهن آءٌ ۽ امان جيجيءَ وٽ ڪونه وڃون سين ڇو جو امان ۽ باباگهر جي لنب ڪي لڳا پيا هئا. آءٌ ۽ منهنجا ڀائر سڄو ڏينهن مٽيءَ جا ڪٽڙا پيا ڪٽيندا هئاسين. هڪڙي ڏينهن امان جيئن چيٺو ۽ مٽي گڏيو پئي ته ماسي رحيمان ڇاڪياڻي در مان منهن ڪڍيو ۽ امان کي سڏ ڪري چيائين، 'ٻچي، هيڏانهن ته اچ.'
امان مٽيءَ مان هٿ ڪڍي، وڃي ماسي رحيمان سان ڳالهائڻ لڳي. مون سندن ڦس ڦس ڪانه سمجهي، رڳو امان کي ايترو چوندي ٻڌم، 'ڇڱو، تون هل ته آءٌ اچان ٿي.'
ماسي رحيمان هلي وئي. امان اچي بابا کي چيو، 'جاني، ادي ڪزوءَ جي طبيعت خراب ٿي پئي آهي. آءٌ کيس ڏسيو ٿي اچان.' ائين چئي، امان مٽيءَ وارا هٿ ڌوئي، مونکي ساڻ ڪري جيجيءَ جي گهر آئي. جيجيءَ صفحي واري هوديءَ ۾ اٽيون پئي ڪيون. امان اچي پڻن تي هٿ هڻيس. ماسي رحيمان به ويٺي هئي.

امان چيو، ’اوچتو ڇا ٿي ويس؟‘

ماسي رحيمان چيو، ’ادي، ڇهن ڏينهن کان پئي چوندي هئي ته هينئون ٿو ڪڇو ٿئي. مون سمجهيو، شايد ڇڪي پئي اٿس. گهڻيئي هٿ هنيامانس، پر فائدو ڪونه ٿيس. ڪالهه سنتي ڪاڙهيو پئي پيتائين. زليخا ڇانگهڻ ڪو ڏس ڏنو هوس ته ”اها سنتي پيءُ ته هنئين جي مونجهه لهي ويندئي،“ پر ان مان ڪو فرق ڪونه ٿيس. رات وري جمال گهوٽي جو جلاب ورتو اٿس. هاڻ ته اڄهو صبح کان وٺي الٽيون پئي ڪري.‘

امان جو جمال گهوٽي جو ٻڌو ته هن يڪدم ماسي رحيمان کي پنهنجي هڙان ڏيڍ رپيو ڏيئي سٺي گيهه گهرائڻ لاءِ موڪليو. ماسي رحيمان جي وڃڻ کانپوءِ امان جيجيءَ کي کٽ تي سمهاريو ۽ چيائينس، ’ڪارو منهن ٿيئي، مون توکي اڳيئي پئي چيو ته سنڀالي پير کڻ. هاڻ پيئي لوڙ.‘ جيجيءَ ڪو به جواب ڪونه ڏنو.

’مولويءَ کي ٻڌايو اٿيئي؟‘ امان پڇيس.

’انهيءَ ته وٺي آئي ڏنم. ستين ڦڪين مان ڪجهه به ڪونه ٿيو.‘

امان چيو، ’ڀلا جمال گهوٽي مان ڪو فائدو ٿيو آهي؟‘

جيجي چيو، ’ها، ڦوٽي جو ڦوٽو اسر مهل الٽين ڪندي ڪري پيو. هاڻ ته هينئون پيو ڦٿجيم.‘

ايتري ۾ ماسي رحيمان گيهه وٺي آئي ۽ جيجيءَ کي ڍڪ پرايائون. گيهه پيئڻ کانپوءِ جيجي کي ڪجهه فرحت آئي. امان ٻه ٽي ڏينهن لاڳيتو جيجيءَ کي پڇڻ ويئي. ڪجهه ڏينهن کانپوءِ جيجي ساهه پٽيو. مهيني کن ۾ وري به اڳي وانگر نوبني ٿي پيئي.

جيجيءَ جي طبيعت هاڻي اڳي جهڙي ڪانه هئي. اڳي هوءَ جهڙي ويچاري پئي لڳندي هئي. ڪا چار اکر چئي ڇڏيندي هيس ته ڪڙهندي ڪانه هئي. اڳي مايون ڪپڙن سبڻ لاءِ اچيو تنگ ڪنديون هيس ته رڳو پئي ’هاها‘ ڪندي هئي. هاڻ ڪيس ڪا جلدي سبڻ لاءِ چوندي هئي ته ڪاوڙجي چوندي هئي، ’آءٌ ڪا مشين ته

ڪاٺ آهيان، توهان کي به واري واري تي سڀجي ملندا.‘ اڳي ڪا چرچي جهڙي ڳالهه ڪندي هئي ته رڳو مرڪيو ڏيندي هئي. پر هاڻ ڪيس چرچي ٻوڪ مان ڏاڍو مزو ايندو هو. ڪڏهن ڪڏهن پاڻ به ڪو چرچو ڪري وٺندي هئي ۽ ٽهڪ ڏيندي اکين مان پاڻي اچي ويندو هوس. امان هوندي هئي ته چوندي هئي، ’ڪرو ڇوري، ايترو گهڻو نه کل، جيڪي گهڻو کلن، سي وري سيئون گهڻو روئن.‘

جيجي ٽڪ کي موڙو ڏيئي چوندي هئي، ’هينئر تـه کلي وٺون. روئڻ جا ڏينهن گهڻائي پيا آهن.‘

هڪڙي ڏينهن آءٌ ۽ امان جيجيءَ وٽ وياسين. جيجي وهنجي سهنجي ڪپڙا مٽائي، آرسي هٿ ۾ جهليو، ڏندن کي مساڪ پئي هنيو. امان ويندي ئي چرچي مان کنگهڪار ڪئي. جيجيءَ وٽي چرڪ پريو. امان کي ڏسي مرڪي ڏنائين. مون امان کي چيو، ’امان اڄ ته جيجي جهڙي ڪر ڪنوار.‘

امان چيو، ’ها امان، جيجهين آهي به ڪنوار.‘

مون چيو، ’جيجي تنهنجي ڪيتري عمر هوندي؟‘

جيجيءَ مرڪي چيو، ’سڙي، سٺ ستر تـه ضرور ٿيندي.‘ ماسي جانـل جنهن چلم پئي پيتي، تنهن امـان کي چيو، ’ويچاري ڏکن ماري آهي. نه ته ڪالهوڪي ٻار آهي. چوڙٽ ماڻن جي وهي آهيس. ٢٤-٢٥ سالن جي به مشڪل ٿيندي. جڏهن منهنجي شادي ٿي هئي، تڏهن ٻانيان ٿي ته ٩-١٠ سالن جي مس هئي.‘

هڪڙي ڏينهن جيجي امان جي گهر آئي ۽ امان کي اچي چيائين، ’انهيءَ عبدالله جي ڪميني رن ماڳهين ملڪ تپائي ڪئيو آهي. سڄو ڏينهن برقعو وجهيو، گهر گهر جهوتون ڏيندي چوندي وتي ته ”آءٌ ٻائس کي چوندس.“ ڪميني پاڻ کي ڏاڍو اشراف پئي سمجهي! سڄو ڏينهن سالـو مگرجي جي گهر ۾ ٻوري پيئي آهـي، سو ته نه.‘

امان چيو، ’تو به رن سان ڪٿي وير ٻاتو آهي. مون ٻـڌو آهي ته تو ٺيو ڏينهن به مار ڪيرائي هيس.‘

جيجيءَ چيو، ’منهنجي ته ملائڪن کي به خبر ڪانهي. سڄو ڏينهن گهر ۾ جهيڙو مچايو ويٺي هوندي ته پوءِ پادر نه کائيندي ته ٻيو ڇا ڪندي.‘

هڪڙي رات بابا نماز تي ويو. آءٌ به ڪير پٽ ڪاڳي وهي ٿي سمهيس ته ڪنهن مهل دانهن جو آواز ٻڌم.

امان چيو، ’چوري، اٿي ڪلڊ تان ڏس ته ڇا آهي؟‘

ڊوڙ پائي ڪلڊ تي چڙهي، منگهه مان ڏٺم ته ماما جي هڪ هٿ ۾ ڦوڙائي ۽ ٻيو هٿ جيجيءَ جي چوٽيءَ ۾ هو. مون وٺي اتان ٿي رڙ ڪري چيو، ’امان جيجي مري ويئي!‘

امان ڊوڙ ڪري، برقعو پائي ٿري ويئي، پر در اندران بند هو. امان ٿري جانل جي گهر وئي. جانل به رڙين تي ڏاڪڻ رکي پٽ ٿيي. امان به امالڪ ڏاڪڻ تان چڙهي جانل جي پٺيان ويئي. پوءِ ته امان وچ ۾ پئي ماما کي سمجهائڻ لڳي ته ’ادا، ڏاهو ٿي، پاڻ تان ماٺهو نه ڪلائي.‘ نيٺ ماما ٻاهر نڪري ويو ۽ امان ۽ ماسي پوءِ ويٺيون جيجيءَ کي هيڊ ۽ تيل گرم ڪري مکڻ. جيجيءَ رکي رکي سڏڪا پئي پريا. آءٌ به ماٺ ڪري لهي وهي ڪوٺيءَ ۾ روئڻ لڳيس.

امان جيجيءَ جي مار جي ڳالهه بابا سان ڪانه ڪئي ۽ مونکي به جهلي ڇڏيائين. مونکي ڪيترا ڏينهن جيجيءَ جي مار جي ڳالهه جو ڏايو ڏک هو. اڳي آءٌ گڏين جي اڳڙين لاءِ جيجيءَ کي ڏايو ستائيندي هيس، پر هاڻي ته مونکي گڏيون ڏيئون ڪونه ٿي وڻيون. مون اڳڙيون وٺ ۽ گڏين راند ڪرڻ ڇڏي ڏني. جڪا مولويءَ جي زال جهڙي گڏي هئي تنهن کي ڪينچيءَ سان ڪتري نڪريون نڪريون ڪري ڇڏيم ۽ ٻيون گڏيون پيتيءَ ۾ بند ڪري ڏچتيءَ تي رکي ڇڏيم.

ڪيترا ڏينهن ائين گذري ويا. جيجي چڱي ڀلي ٿي ائي، وري اڳي وانگر ڪپڙا سبڻ لڳي، پر ماما سان ڪونه ڳالهائيندي هئي. هڪڙي ڏينهن بابا امان سان ڳالهه ڪئي ته ’ڪلهه رات پاڙي

جي ماڻهن مولوي عبدالله کي مسجد مان جواب ڏيئي ڇڏيو آهي. مولوي لڏي ٻئي پاسي هليو ويو آهي.'

جلد ئي بابا جي بدلي ميرپورخاص ٿي ۽ اسين لڏي اوڏانهن وياسين. آءٌ جيجيءَ کي ڏاڍو ياد ڪندي هيس. ٽي چار ڏينهن تـه گراهه ئي نه کيم ۽ گهر کائڻ پيو ايندو هو. سڄو ڏينهن جيجيءَ جون اداس اکيون اکين آڏو پيون ڦرنديون هيون. جيجيءَ جي مار جي جڳهن به يادگيري ايندي هيم ته لڱ ڪانڊارجي ويندا هيم. امان به ڏينهن ۾ ٻه ٽي پيرا جيجيءَ جي ڪانه ڪا ڳالهه ڪندي هئي. بابا منهنجي وندر لاءِ مشين آڻي ڏني. آءٌ پنهنجا ۽ امان جا چولا سٽون پـاڻ سبندي هيس. مونکي ائين لڳندو هو، ڄڻ هي جيجيءَ جي مشن آهي.

ٻن سالن کان پوءِ بابا ڇوچاءُ ڪرائي، پنهنجي بدلي وري حيدرآباد ڪرائي. بدليءَ جي ڳالهه ٻڌي مونکي ڏاڍي خوشي ٿي. خوشيءَ ۾ سڄي رات ننڊ نه آيم. ٻئي ڏينهن صبح جو اسين حيدرآباد لڏي وياسين. آءٌ ته لهڻ شرط بابا کان موڪلائي جيجيءَ جي گهر ويس. جيجي نماز پئي پڙهي. ٽن چرڪرين آهستي دور پي پڙهيو. ٿوريءَ دير کان پوءِ جيجي به سلام ورائي، مون ڏانهن نهاري مرڪي ڏنو ۽ پوءِ دعا گهري، مونکي ڪٺي ڀاڪر وڌائين. پنهنجي ڳلن تي پاڻي جا ڦڙا محسوس ڪيم. منهن مٿي ڪٺي ڏٺم. جيجي مرڪي اکيون اگهندي چيو، 'ممڙي هاڻ ته وڏي ٿي ويئي آهين.'

پوءِ مونکان ميرپورخاص جـون سربستيون خبرون پڇيائين. مون به ذريون پرزيون ڳالهيون ڪري ٻڌايس. ڪجھ دير ٿي وئي. مون چيو، 'هاڻ هلان ٿي، پـوءِ وري ايندس.' جيجي چيو، 'چانهه ٺهي پئي، پي وڃ.'

آءٌ ويهي رهيس ۽ وري ڳالهيون ڪرڻ لڳيون سين. ٻنيان ڪنهن زال اچي چانهه جو ڪوپ ڏنم. لوٽو هٿي ڏٺم تـه ڀاڳل شيديائيءَ کي بيٺل ڏٺم.

'نينگري، سنڀال چانهه ٿي هارين،' ڀاڳل رڪائيءَ سان چيو.

مونکي الائي ڇو ڪراهت ولي وئي. ائين لڳم، ڄڻ سڀ ڪنا آهن. پاڳل، جيجيءَ جو ڪهڙو ڏوهه، جيجي ته.

آءٌ ڇانهن جا ته ٿي پڪ پڇڙي، ڪوپ رڪي تب ڏيئي ائي پيئس، جيجيءَ بيحد پيار ۽ محبت مان چيو، 'ائي، مڙڙي، هاڻ ويهه ته سهي، ڏاڍا ڏينهن وچي لاٿا ٿيئي. ويهه ته....' جيجي چوندي چپ ٿي وئي. هڪ پل لاءِ منهنجي منهن ۾ پڪ ٽڪ نهاري چيائين، 'مڙڙي تون ته!'

سندس ڏڪويل دانهن جهڙو آواز ٻڌي، آءٌ ڏڪي ويس. مون لڄي ٿي سندس منهن ۾ نهاريو. سندس چنڊ جهڙي منهن تي ڄڻ اوندهه ٿي وئي. هوءَ زني ڪانه، ته ٻه هڪڙو لڙڪ الائي ڪيئن آهستي ڳڙندو سندس ڇولي ۾ جذب ٿي ويو. پر مون جڏهن ڪيس پاڪر وڌو، تڏهن منهنجا لڙڪ روڪجي نه سگهيا.

مون سوچيو ته چوانس 'جيجي مونکي معاف ڪر! آءٌ تنهنجي مڙڙي توکي ڪڏهن ته ڪانه ڇڏيندس. توکان نفرت نه ڪندس، ڪٿي ڇا ته ٿئي، تو لاءِ منهنجو پيار ترجيترو به نه گهٽبو، جيجي....' پر آءٌ ڪجهه به چئي ڪانه سگهيس، رڳو سڏڪا پئي ڀريم.

# جھونو ٻڙ

اڄ شام کان مٺي ۾ ڏاڍو سور اٿم، دل کي ڄڻ ڪا ڳڻتي ۾
نٿي لڳي، سو به وري جيل ۾. انسان آزاد هوندو آهي ته ڪجھ، ڏک
سُم ۾ سَرهو پيو لڳندو. زندگيءَ جون حقيقتون ايتريون ڪيتريون نه
بي رحم ۽ دل ڏکوئيندڙ ۽ اذيت ڏيندڙ ٿين ٿيون. ڪن پل ۾ ڪيئن
نه ماڻهوءَ کان وڃني وڃي اوچتو سندس سڪون کسيو وڃي.
اهو سوچيندي وڻ جي هيٺان سيمنٽ ٻڌل ٽانڪيءَ تي اچي ويٺي
پيو آهيان ۽ هوا جا تيز جهونٽا محسوس ته ڪيان پيو، پر ان تي
ڪوبه اثر نٿو ٿئيم ۽ اندر منجهه مونجهه، ٻوسٽ، سخت گهٽ ٿو
محسوس ڪريان. تان جو تيز هوا ڪري اندر جو ڏک ۽ پيڙ ٿين وڌندي
ٻٽي وڃي، جيئن ڪو ٿئون چتندڙ ڦٽ ٽڙڻ کان پوءِ چهندو، ٻوسرندو
۽ سور ڪندو آهي. مونکي ور ور ڏئي ننڍي پڻ جا اکر ياد ڪن
۾ پڙن جيڪي بابا پوڙهي مرڻ مهل چيا هئا ته "اڄ منهنجو ٻار
هجي ها ته جيڪر مونکي ڀاڪر ۾ ڀري رڪشا ۾ ويهاري اسپتال
وٺي وڃي ها." اهي اکر ٻالي ٻڙڇيءَ جيان منهنجي روح ۾ پيا چڀن
۽ منهنجو سڄو وجود ڏک ۽ بيوسائي کان پيو ونوڙجي، هر پل، هر
گهڙي ڏک جو احساس وڌيڪ وڌندو پيو وڃي، گهڻئي ڪوشش پيو
ڪريان ته ڪا ٻي ڳالهه ذهن ۾ اچي، ڪا ٻي سار ذهن تي تري
اچي، پر اڄ پنهنجي دل ۽ دماغ تي منهنجو ڪوبه وس نه ٿو هلي.
اٿي ليٽي گهڻي وقت ٿي ويو اٿم. پريان ڦاسي گهاٽ مان ڪيئين
جوان جي ڳائڻ جو آواز پيو اچي. شايد اڄ رات سندس حياتيءَ جي
آخري رات آهي، مونکي ٻول صفا چٽا پيا پڌڻ ۾ اچن. هن جون
ڪسي ڦاسي گهاٽ جي ڪوٺيءَ ۾ ويهندي ۽ سڙهندي ٽيو سال آهي.
اپيل اپيل ۽ رحم جي درخواست رد ٿيڻ ويتي اٿس، ڪفي آهي:
'يار ڏاڍي عشق آتش لائي هئي.' اڄ انهي ڇوڪري جا ماڻٽ آخري

ملاقات ڪرڻ آيا هئا. پر ڇوڪري ملاقات کان صفا نابري واري.
هاڻي وري جيوڻيءَ جي ڪافي پيو ڳائي 'وڃن ٿا ويراڳي ويراڳي
وطن ڏي. او موٽي رحم نه پئي منهنجا يار سڄڻ او سونکي جيٺري
جلائي ماري ڇڏيندي.' ڪنهن ڏاهي سچ چيو آهي ته هڪڙي ماڻهوءَ
سان همدردي ڪرڻ بجاءِ ۽ هڪ ماڻهوءَ پٺيان پنهنجي سموري
طاقت خرچ ڪرڻ بجاءِ اهڙو رستو اختيار ڪجي، اهڙي جدوجهد
ڪجي جو سڄي قوم هنن تڪليفن مان نجات حاصل ڪري. اتي
ليٽيليٽي ڳچ وقت ٿي ويو اٿم يا شايد سپاهي جلدي اچي ويو آهي ۽
ڪولي ۾ بند ڪرڻ لاءِ پيو سڏ ڪري. ڪوليءَ ۾ اندر گهڙڻ
ٿو ته چاهيو "وريام" جيڪو مون سان گڏ هنڌي وال آهي اهو
مون سان روزمره وانگر ڪچهري ڪرڻ ٿو چاهي پر اڄ
سندس ڪابه ڳالهه الائجي ڇو منهنجي سمجهه ۾ نٿي اچي، دل ۾
چوان ٿو ته اڄ جيڪر ڪچهري نه ڪري، مون سان نه ڳالهائي
ته ڪر چڱو ٿئي. تنهن هوندي به وريام جي ڳالهه ٻڌندو رهيس
نيٺ هو ڳالهائيندي ڳالهائيندي سمهي رهيو پر منهنجي نيڻن جي
ننڊ الائجي ڪيڏانهن اڏامي ويئي آهي. زوريءَ اکيون ٻوٽي ٿو
ڇڏيان. پر اڄوڪو واقعو هڪ فلم جيان ذهن جي پردي تي پيو
پنهنجا منظر بدلائي. ايڏو وڏو هماليه جبل جهڙو واقعو ائين اوچتو
ٿي اوچتو ڪيئن ٿيو؟ جنهن منهنجي سڄي وجود کي ٻوڙي ڇڏيو.
اڄ منهنجي زندگيءَ جو نئون ڏينهن آهي. وري شڪ پيو پيدا ٿئي
ته اهو سڀ ڪوڙ آهي اهو افواه هجي. وري سوچيان ٿو متان خواب
ته ڪونه ڏٺو اٿم، پر افسوس اهو خواب نه پر هڪ حقيقت آهي.

اڄ صبح جو ١١ بجي ڪوليءَ ۾ ليٽيو پيو هوس. گرمي به
گرمي هئي، جڻ ڪانگ جي اک پئي نڪتي ته سٺو برداشتي
ٽڪڙو ٽڪڙو سهڪندو سهڪندو گهڙي آيو ۽ چيائين، "هالار
تنهنجو نانو گذاري ويو." اها اوچتي ڳالهه ٻڌي منهنجي مٿي تي ڄڻ
هٿڙي لوهه جي پئي واري لوڙهه جڻ ڪنهن ٺوڪائي هئين ۽ آءٌ ذري
گهٽ ڪرڻ تي هوس جو سونکي وريام اچي ٻک وڌو ۽ چوڻ لڳو

”مڙس ماڻهو ٿي، ٿي سگهي ٿو ته اها به دشمنن جي هڪ چال هجي، هيڏو دلير مڙس هٿن مان ڀڄو وڃي.“ اتي پاڻ سنڀاليم مٿو سونکي پاڻي جو گلاس ڀري ڏنو يڪ ساهي پاڻي پيتم، پر اعتبارئي نه پيو اچيم. ڇچيومانس ته مٿا توکي ڪنهن ٻڌايو. چيائين ”سائين چاچي ناٽي جو پٽ ملاقات تي آيو هو، تنهن ٻڌايو ته اڄ صبح جو تنهنجو نانو گذاري ويو. تنهنجو ننڍو ڀاءُ ڪوشش ۾ لڳو پيو آهي ته توکي جيل پيرول مطابق آخري دفعو منهن ڏيکارڻ لاءِ وٺي وڃن،“ مونکي پڪ هئي ته جيل پيرول مطابق مونکي ته ڪڏهن به ڪونه موڪليندا ڇو جو چاچي وريام جو پيءُ به گذريل مهني گذاري ويو تنهن ڪري به ڪونه ڇڏيو هئائون، هي ته منهنجو نانو هو. آءٌ پاڻ کي سنڀالڻ ۽ وندرائڻ لاءِ ڪوليءَ کان ٻاهر نڪري ٻئرڪ ۾ آيس ته سڀئي ڪڏجي همدردي ڪرڻ لڳا، ڪي چوڻ لڳا ته توهان جي گهر ۾ موت اچي ديرو دمايو آهي مهنو اڳ تنهنجو چاچو گذاري ويو، اڄ وري تنهنجو نانو، هاڻي الائجي نيو وارو ڪنهن جو ايندو. آءٌ سچو ڏکي ويس ۽ منهنجي ذهن ۾ امان جو نقشو ايري آيو، پر اوڏي مهل ماڻهن جي منڍ ۾ سچو ڏک اندرئي اندر ۾ پي ويس.

ڪلاڪ ڪن کان پوءِ جيل جي ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ گهرايو. چيائين، تون ذهني طرح تيار ٿي ويهه ٿوري دير ۾ ٻن ڪلاڪن لاءِ تنهنجي ناني جي آخري دفعو منهن ڏيکارڻ لاءِ توکي موڪليون ٿا.

اها ٿوري دير ٿري شام جا چار ٿي ويئي. اوڏي مهل مون کي هلڻ جو سڏ ٿيو. ماڙيءَ ۾ اندر مارڪيٽ ٿاڻي جو ننڍو صوبيدار ۽ ٻه ٻيا سپاهي ويٺا هئا. رجسٽر ۾ نالو داخل ڪري چيائون وٺي وڃوس.

پورن ڇهن مهنن پڻان جيل جو وڏو گيٽ ٽپي ٻاهر نڪتس. ٻيا به سپاهي ٻاهر ويٺا هئا تن ۾ چارڪن رائفل بردار به هئا. آئون چڻ ڄڻ ماڇي ڊاڙيل هئس. مونکي سرڪاري سوزوڪي ۾ وهاريائون. مين روڊ تي گاڏي آئي ته پيون موٽرون ۽ رڪشائون ائين محسوس ٿيڻ لڳو ته چڻ هلڻ بجاءِ رستي تي ترڪي رهيون هجن. ٻاهر ڇهن

مهينن انڊرفيشن جا نمونا ٻه بدليل پئي ڏسڻ ۾ آيا ۽ سڀ شيون ائين
پئي لڳيون ڄڻ زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ڏسي رهيو هجان. اهو ڏسڻ ۽ سوچڻ
جو سلسلو ڳاڏيءَ جي بريڪ جي جهٽڪي سان گڏوگڏ ٽٽي پيو،
۽ صوبيدار چيو ته ابا پن ڪلاڪن کان مٿي وقت نه ولجائين. ڳاڙي
جي گهٽيءَ ۾ ١٣ سپاهين جي وڏي اناڙي هيٺ گهڙيس ته ننڍا ٻار
چوڌاري مڙي ويا ڄڻ ڪو مداري رڇ ڪاهي آيو هجي ۽ ڳاڙي
جون ماڻهون در جي ڀڪڙن مان نهارڻ لڳيون. گهر جي ٻاهران
منهنجو مامو ڪلم تي ويٺو هو ۽ ٻه ٽي ٻيا به ڳاڙي وارا ويٺا هئا.
مونکي دلداري ڏيڻ لڳا ته ابا اهڙو وقت هر ماڻهو ۽ هر گهر تي
ايندو آهي. ۽ هي اوهان تي ڏکيو وقت آهي، مڙس ماڻهو ٿي سهي
وڃجو. پر الائجي ڇو هنن جا لفظ مونکي ڪوڙا ۽ کوکلا لڳا. ڄڻ
هو مون سان نه پر هو پنهنجو پاڻ سان همدردي ڪري رهيا هجن. ماما
چيو ابا تو دير ڪري ڇڏي جمعي جو ڏينهن هو نماز کان پوءِ بابا
کي ٣ بجي ڌاري مٽي ورائي آياسين. ڇڱو تون هاڻي اندر ماءُ وٽ
وڃ سندس حالت تمام گهڻي خراب آهي. منهنجي ناني واري گهر
مان امان جي روئڻ ۽ ٻارن جو آواز پئي آيو. در کولي گهڙيس ته
ٻه ٽي پيون ماڻهون به ويٺيون هيون. مونکي ڏسي ڏورو منهن پرتي
ڪري ويٺيون، امان بس اوڇنگارون ڏيندي چنبڙي وئي "ابا ڏاڍي
دير ڪئي تنهنجي بابا پوڙهي کي ته ڍڪي آيا. تون ته ٿيو پرائي
وس هئين پر منهنجي پرديساڻي ڌيءَ به سندس منهن ڪونه ڏٺو.
اڙي منهنجو بابو منهنجو دوست هو. مون سان گڏ پيو هلندو هو. اڄ
ته آئون ٻنهي اڪيلي ڇوري ڇني ٿي ويس. منهنجو ته هاڻي ڪير
نه ڪونهي، آئون به ڪڏهن ائين ننڌڪي ٿي مري ويندس."
امان جي روئڻ ڪري منهنجي دل ڀرجي آئي ۽ دل ڏاڍي پريشان
ٿيڻ لڳي ته آئون ڇو آيس. مون سوچيو جنهن عورت سڄي عمر
ڏکن، سورن تڪليفن سان ويڙهه ڪائيندي ڪائيندي مڙس وانگر
مڙس ٿي اسان کي نپائي پڙهائي هڪڙو سٺو انسان ڪيو، آها اڄ
ائين ٻار ڪئيو ٻيوس ٿيو پئي روئي. مون کي سمجهه ۾ نه پئي آيو

۽ دل ۾ چيم ته ڪنهن جي موت کان پوءِ ايڏو روئڻ ضروري ته ڪونهي. آئون ناني جي گهران نڪري پنهنجي گهر آيس ته وات ۾ ٻه ننڍيون ڀاڻيجيون مليون. چوڻ لڳيون، ”ماما، بابا پوڙهو مري ويو هاڻي اسان کي شئي ڪير وٺي ڏيندو؟“ مون چيومان ننڍو ماما ويٺو آهي. منهنجي کيسي ۾ الائجي رپيو ڪيئن پيو هو سو ڏئي چيومان ته وڃي شئي وٺي کائو.

گهر ۾ گهڙيس ته ادي رُني پئي ۽ مون کي ڏسي چوڻ لڳي، ”ادا ڀاڻ پئي ڪيڏا نه نڀاڳا آهيون جو بابا پوڙهي جو پڇاڙيءَ جو منهن به ڏسي نه سگهياسين؟ ڀاڻ کي سڄي عمر پيار ڏنئين، سنڀاليئين، پر ڀاڻ اکين تي هٿ رکڻ جهڙا به نه ٿياسين.“ مون چيو، ادي آئون ته جيل ۾ پرائي وس هوس. تون ته پنهنجي وس هئين. ”نه ادا نه. پرديس ۾ پرڻيل نياڻيون جيلن کان به وڌ وڏن جيلن ۾ هونديون آهن. جڏهن ڪا ساهرن مان موڪل ملي.“ اديءَ جيئن ئي ڳالهايو تيئن سندس سڄيل اکين مان ڳوڙها ساوڻ جي وڏ ڦڙي مينهن وانگر پئي وسندا رهيا. مون مٿي تي هٿ رکي چيومانس تون ته گهٽ ۾ گهٽ هينئر همت جهل جو اسان ته هٿن مان وئي پئي آهي ۽ ڇري نه ٿي پوي. توکي ڪپي ته سندس همت وڌائينس. تون به وڃي اوڇنگارون ڏين؟ ماڻهوءَ کي هڪڙي ڏينهن هونئن به مرڻو آهي، تڏن ته ڀاڻ اسان کي به سمجهائي ته ڪجهه دل هلڪي ڪري جيڪو ٿيڻو هو سو ٿيو. هاڻي روئڻ مان ڇا ورندو. اسان ۽ تون پنهنجن ڳوڙهن کي طاقت ۾ تبديل ڪريون، اهان ته ڀاڻ کي تمام گهڻين ڳالهين کي منهن ڏيڻو آهي. منهنجي آٿت ڏيڻ تي آهستي آهستي اديءَ روئڻ بند ڪيو ۽ چيائين، ”اندرئين ڪمري ۾ ڏيٺين ستي پئي آهي تون وڃي ڏسي اچ وري پوءِ نه ته توکي وٺي ويندا،“ اندرئين ڪمري ۾ منهنجي زال پنهنجي جوٽ تي پنجن ڏينهن جي ڀوڻيءَ جهڙي اڇڙي ڇوڪريءَ کي ٿڃ پئي پياري. جيتوڻيڪ اوڏي مهل مونکي پنهنجي ڌيءَ ٻنهي کان پئي وڻي ۽ منهنجي دل ۾ سندس لاءِ ڪوبه پيار ۽ ڇڪ نه هئي. ڇو ته مونکي ته پنهنجي ناني جي جدائي جو ڪاپاري ڌڪ

لڳل هو، تنهن هوندي به نانءُس جي هنج ۾ ڏيڻ تي مون ڪٿي ڪيس
ڏٺو. هونئن اهو منهنجو پهريون ڀار ڪنهن به موقعي تي ڄمي ها
ته مونکي تمام گهڻي خوشي ٿئي ها، ڇو جو اها ڏيءُ منهنجي
پوٽيڙي ڏيءُ هئي. سندس ناني چوڻ لڳي، ”ابا تنهنجي مهاندن تي
وئي آهي.“ مون پنهنجا مهاندا سندس منهن ۾ گهڻوئي ڳوليا پر ننڍا
تازا ٻار سڀ هڪجهڙا ڳاڙها ڳاڙها مينهن وساڻن جهڙا لڳندا آهن.
سچ ته مونکي ان پل ناني جي موت ڪان وڌ، ڏيءُ کي ڏسي ڏک
ٿيو ته هيءَ ڪيئن وڏي ٿيندي؟ ڪير ڪيس سنڀاليندو، اڳهائي
سکهائي ۾ ۽ پڙهائي جو خرچ ڪيئن پربو. آئون جيڪو آخري
سال ۾ هئڻ جي باوجود ٻن سالن ڪان امتحان وقت جيل ۾ وڃڻ
ڪري ڊگري وٺي نه سگهيو آهيان. مون سوچيو منهنجي ناني ٻدران
جيڪر منهنجي ڏيءُ مري وڃي ها ته ڪر ڏاڍو ڇڱو ٿئي ها ۽ آءٌ
به سندس لاءِ سوچڻ ڪان ڇٽي پوان ها، هاڻي جيئن جيئن تڪليفون
پيون وڌن تيئن تيئن وڌيڪ ٽنگن ۾ سنگهرون پيو اٽڪن ۽ اها
ڏيءُ ڪر هونئن منهنجي لاءِ گهڻي خوشيءَ جو سبب هجي ها، اڄ
هنن حالتن ۾ ڪيڏي نه بار پئي محسوس ٿئي. اها انهن ئي سوچن
۾ هوس ته امان در مان روئيندي ۽ ڳوڙها اگهندي گهر ۾ هلي
آئي ۽ چيائين، ”ابا ٻڌو اٿم ته تون به جيل ۾ بيمار رهين ٿو“ مون
چيومانس ته، امان مهلون مٿس تسي آهن، وڃي پار پئبو، تون
منهنجي ڪابه ڳڻتي نه ڪر، پر پنهنجي صحت جو خيال رک، جو
هن وقت تو ڪان سواءِ اسان جو ڪير آهي؟ جو هن گهر جو گاڏو
گهليندو. اسين گهر جا سڀئي ڀاتي هڪ ئي وقت جيل ڀيا ڀوڳيون،
۽ جي تو به هيئن روئي روئي پنهنجا حال وڃائي پاڻ کي ڇريو
ڪيو ته ننڍڙي ڀاءُ جو ڇا ٿيندو، گهر جو خرچ، منهنجي ڏيءُ ۽
زال کي ڪير سنڀاليندو، مونکي جيل ۾ ضرورت جو سامان ۽ دوائون
ڪير موڪليندو. اسان جو ته پيءُ به تون ماءُ به تون. منهنجي
گهڻي چوڻ ڪان پوءِ به امان جو روئڻ بند ڪونه ٿيو ۽ هوءَ سڏڪا
ڀريندي رهي. گهر جي انهيءَ ڏکوئيندڙ ماحول ۾ آءٌ جڻ اوبرو اوبرو

پئي لڳس. نہ ڏيءُ ۽ زال کي ڏسي خوش ٿي ٿي سگهيس نہ ئي
وري ناني جي موت تي ڪو گهڻو ڏک محسوس ڪيم. گهر جو
ماحول منهنجي وجود تي هڪڙي ڳري جنڊ جي بار جيان محسوس
ٿيڻ لڳو. ڇهن مهنن ۾ رڳو ٻہ ڪلاڪ گهر اچڻ جا مليا هئم، ان
۾ بہ وقت کان اڳ جيل وڃڻ جي دل ۾ سڌ اڀرڻ لڳي. جتي
اسان سڀني جا ڏک، تڪليفون گڏجي خوشيءَ ۾ بدلجي ويندا آهن
۽ سڀني سائين جا غم ڏسي پنهنجا ڏک وسري ويندا آهن.

آءٌ وقت کان اڳ ئي گهران موڪلائي ٻاهر نڪتس. ننڍڙي
بهادر ڀاءُ کي ڏسي ڀاڪر پائي موڪلايو مانس تہ چيائين، ”ادا، توکي
بابا پوڙهي مرڻ کان اڳ ۾ ڏاڍو ياد ڪيو. رڪي رڪي وات تي
تنهنجو نالو پي ورجايائين ڄڻ اکين آخري وقت توکي پئي ڳوليو.
چيائين تہ هالار هجي ها تہ ڪر منهنجي اکين تي هٿ رکي ها.“
انهن لفظن منهنجي اندر کي ولوڙي ڇڏيو. دٻايل سموري ڏک جي
هڪ لهر سڄي وجود ۾ پکيڙجي وئي. مون پڇيو مانس تہ بابا پوڙهي
کي ڇا ٿيو؟ هو تہ اسان سڀني ۾ جوان پيو لڳندو هو. ڪير چوندو
تہ هي ڪو اسي سالن جو هوندو. چيائين، ”ادا، هڪ غلط ڊاڪٽر جي
پراڻن ڪيپسولن ڏيڻ ڪري بابا کي ري ايڪشن ٿي پيو ۽ بابا
آنٽين ۾ رت او ڳاڇڻ لڳو. مون ماما کي گهڻوئي چيو تہ ماما بابا کي
اسپتال وٺي هلون، تہ ماما چيو تہ حياتي هوندس تہ پاڻهي ٺيڪ ٿي
ويندو. آءٌ ٻار ڪجهہ نہ ڪري سگهيس. ادا! بابا پوڙهي منهنجي
اڳيان دم ڏنو، مونکي ڏاڍو ڏک ٿيو.“ مون ڀاءُ جي واتان اها ڳالهہ
ٻڌي محسوس ڪيو تہ اڄ منهنجو اهو نانو گذاري ويو، جنهن اسان
کي پنهنجي پيءُ جي کوٽ ۽ يتيم هجڻ جو ڪڏهن بہ احساس ٿيڻ
نہ ڏنو، بابا ننڍپڻ ۾ مونکي آڱر کان جهلي اسڪول ڇڏي ايندو
هو ۽ موڪل مهل وٺي بہ ايندو هو. شام جو صدر گهمائي ۽ ايرانيءَ
جي هوٽل تان چانهہ بسڪٽ کارائيندو هو. محرم ۾ پڙ ڏيکاريندو
هو. ڪڏهن راڻي باغ گهمائڻ وٺي ويندو هو. وات تي ٽڪجي
پوندو هوس تہ ڪڇ ۾ کڻي ميلن جا ميل پنڌ ڪندو هو. اهڙو

منهنجو پياري ۽ پيارو بابا هيڏي جدائي ڪري هليو ويو؟

منهنجي شادي ١٤ مارچ تي ٿي هئي ۽ ١٥ مارچ تي هاءِ ڪورٽ ۽ پنهنجي شهيد جي فيصلي کان پوءِ مون تي وارنٽ ڪڍيا ويا، آئون ڪنوار ڪي ڳوٺ ڇڏڻ ويس ته پٺيان منهنجي ڪري منهنجي پوڙهي ناني کي اسان جي گهر جي سامهون رهندڙ پوليس واري، هڪ صوبيدار ۽ ڪجهه ٻيا سپاهي گرفتار ڪري وٺي ويا، ١٠ ڏينهن ڪيس لاڪ اپ ۾ رکيائون ۽ تمام گهڻي تڪليف ڏنائون پر هن ان واقعي جي ڪڏهن به مون سان ميار طور به ڳالهه نه ڪئي. جنهن کان سڄي عمر ۾ مون نانيءَ جهڙن ٻارن وانگر خرچي ورتي ۽ آڌي، ڪٿيءَ ۾ منهنجي مدد ڪندو هو. رڳو منهنجي نه پر ننڍي ڀاءُ جي به. هو ڪڏهن به ڪنهن تي بار نه ٿيو. هن سدائين نوڪري ڪري پيٽ کي سنڀاليو. پڇاڙيءَ جو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ عربيءَ جو استاد ٿيو. هڪ ڏينهن موڪل وٺرائين وري نوڪريءَ تي نه چڙهيو ۽ چڙهي جتي هليو ويو. ●

(اصلوڪي)

# وڻ تان پکي

سج لهي ويو آهي، الهندي لان تي ڇمونءَ جي گهاٽي ڏگهي وڻ جي ٽارين ۾ اونده آکيرو ٺاهي ورتو آهي، پرڀان ڪيلي جا وڻ هوا جي هلڪن جهونٽن تي اڻ لکي نموني ڪنڌ پيا ڌوڻين. آءٌ نئين سٽين ڏکهي ٿي پلنگ تي ليٽي پئي آهيان، ڪٻي ٻانهن وهاڻي تي رکيل آهي. اسپتال جي ڪمري جو منهن اوڀر طرف آهي. آءٌ کليل درين مان لان جو نظارو پئي ڏسان اجهو رات پئي، ڇاڻ ننڊ آئي. پوءِ ننڊ ۾ ٻانهن چورڻ ڪري اک کلي پوندي سور جي سٽ ايرڻ ڪري گهنٽي وڄائي نرس کي سڏيندس، ڪرسچن نرس ڊوڙي ٻانهن کڻي وري وهاڻي تي ٺاهي رکندي. آءٌ ڪيس چوان ٿي تہ ڪيسٽ لڳائي تہ آءٌ ٻڌان. هوءَ ڪيسٽ لڳائي ٿي، استاد جمن جي ڪافي وڄندي رهي ٿي ”ڪارون وس ڪيام، هوءَ سرڪي منهنجي منهن ۾ نهاري چوي ٿي چو ٿي پاڻ کي جهوريو. ڇري پنهنجي جيءَ کي جهورڻ مان ڪجهہ بہ نہ سرنديءَ.“ ”سونکي ڏس سڀ ڳالهيون ٻڌن پائي پنهنجن ٻچن جي ڪري نئين حياتي ماڻي اٿم.“ اسپتال ۾ نوڪري ڪري هزارن مريضن جا ڏک سور ڏسيو پنهنجو ڏک وسريو وڃيم ۽ پوءِ دل تان جڻ بار لهيو وڃي. توڻ بہ هتان نئون جنم وٺي وري نئين زندگي ماڻيندين ۽ پنهنجن پيٽ ڄاين کي سچائي، جدوجهد، محنت ۽ انسانن سان پيار ڪرڻ جو سبق پڙهائجنين تہ جيئن اهي ظلم جيڪي پاڻ سان ٿيا آهن سي وري ٻين تي نہ ٿين. آءٌ اها ڳالهہ ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري لنوائي ٿي ڇڏيان. هوءَ هلي ٿي وڃي ۽ آءٌ اٿين اڌ ڪلاڪ، ڪلاڪ، ٻہ ڪلاڪ لطيف سائين کي ٻڌندي رهان ٿي ۽ پوءِ ڪيسٽ بند ڪري اکيون پوري سمهڻ جي ڪوشش ٿي ڪريان پر ننڊ جي پري اکين مان الهانجي کهڙي پار ڪوه ڪاف جبلن ڪان بہ

Soorih Mirani

کوهين پري. ائين سمهندي جاڳندي پور پچائيندي، ڏاڍي تڪليف
۽ جاکوڙ سان پاسا سوريندي رهان ٿي. اوجاڳي ۽ عذاب جو قافلو
ائين سڄي رات هلندو رهي ٿو. قافلي هلندي وات ۾ ماضيءَ جي
آسمان تي ويسر جي ڪارن ڪڪرن کي چيري، سهڻين يادگيرين
جا ڪئين چنڊ ڪڙي پوندا ۽ سار جا ستارا ٽمڪندا نينهن جي
نوراني نيراڻ ۾ ويڙهيل نڪت ۽ قرب جي ڪهاڻين جون ڪتيون
احساس جي نيڻن کي ٺاريندڙيون ۽ پوءِ هڪ پل لاءِ ڏنڌ ڇانئجي
ويندي، اکيون پاڻ مراديون پورجي وينديون. ڪن پل لاءِ آءٌ سڀ
سور، ڇهڪ ۽ چير وساري وري نو ڄمي ٿي پونديس ۽ اياز جو گيت
جهونگارڻ لڳنديس ”سورج ويو جيئي ڍرڪندو ۽ شام لهرايون
ڇڳون، آئين نظر تون مرڪندو ڪيڏيون نه گهرايون هيون.“ وري
به ساڳيون لاٿون ساڳيا چڪهه، تان جو اڇي پره ڦٽندي پنپرڪو
ٿيندو اکين سان ننڊ ڪچن رنگن جيان اڏامي ويندي پاڻهن سن
ٿي ويندي ۽ محسوس ٿيندم ته بنهه هينئر پاڻهن جو تازو آپريشن
ٿيو آهي ۽ آءٌ اڪيلي.... ماضي ته ڪڏهوڪو گذري چڪو....
وري نه ايندو.... هر شئي.... هر پل .... هر گهڙي چڻ خواب هو.
پوءِ روح تي منجهند جهڙي اونهي اداسي ڇانئجي ويندي. احساس
جو سنڌ سنڌ زخمي ٿي چيهون چيهون ٿي پوندو.... روح جي تار،
تار، ستار جي تارن وانگر ريهون ڪرڻ لڳندي، هزارين سوال پالا
ڪٽي بيهندا ۽ چوندا، هي بي سبب زندگيءَ جو ايڏو وڏو زيان
ڪيئن ٿيو. هيڏو هاڇو مون ڪمزور سان ڪيئن ٿيو. آءٌ مٽي جي
پتر جان چورو پور پور ٿي ويس. انسان وڃي چنڊ تي پهتو. ڪا
اهڙي مشين نٿو ايجاد ڪري جيڪا ماضيءَ کي موٽائي آڻي، جيئن
ماڻهو وري ساڳيون ساڳيون غلطيون نه ڪري ۽ ساڳيا ظلم ۽
نفرتون هڪ ٻئي سان نه ڪري، قسمت طرفان ڏاڍي جدوجهد ۽
محنت سان مليل پيار ۽ خوشيءَ جي پيالن ۾ ڄاڻي واڻي حماقت ۽
ذلالت وهان زهر جا ڦڙا ته نه وجهي....؟ ائين بيوس مجبور انسانن
کي ته نه مارجي....؟ اسان سدائين سچائي جي انتظار ۽ اميد ۾

اسين ”اڄ“ جي ھنج ۾ ڀيل خوشين ۽ راحتن جي حسين ۽ سرھاڻ ڀريل بند سڪڙين کي انهن بيدرديءَ ۽ بيحيائي سان لتاڙيو ۽ چيڀاٽيو اڳتي ڊوڙندا پيا وڃون. اڄ ”هيڻ“ ڪريو ٿا ڇڏيون ۽ پرواھ نه آهي. سڀاڻي انهي ”هيڻ“ ڪرڻ جي تلافي ڪري ڇڏينداسين.... ائين سوچي، اسين هر روز ٻئي ڏينهن لاءِ ڪنڊا پوکيو ٿا ڇڏيون. پيارن کان ڀري ٿي نيڪي، سچائي، قرباني، وفاداري ۽ پيار جا سوين اڌامي، آيل پل وڃائي ٿا ويهون. تانجو ڏسنديءَ ڏسندي، خوشين ۽ چڱاين جو چٽنگون سڙيو رک ٿيو وڃن ۽ پوءِ سڄي زندگي پڇتاءُ جا زهريلا ڏنگ پيئندا رهون ٿا.

ٻوند ٻوند لئه ٻڪي ٻڪي،
ڊوڙي، ڊوڙي، ٿڪجي ٿڪجي
هرڻ هٿيلا ٻيٺا سوچن،

ٻانهن جي ٻن ٿانڪن ۾ ٻوٽن ڀرجي وڃڻ ڪري سور ڏاڍو وڌي ويو آهي، ۽ سور جي وڌي وڃڻ ۽ اکيڙ ڪري بخار ٻڻ وڌي ويو آهي يا ٿي سگهي ٿو ته ماضيءَ جي عذاب جو ۽ بخار جي وڌي وڃڻ ۾ هٿ هجي. نرس اچڻ تي ڪيس چوان ٿي مونکي ڪيسٽ جو پيو پاسو ورائي ڏي. هوءَ پيو پاسو لڳائي ڏي ٿي ۽ گوريون کارائي هلي ٿي وڃي. آءٌ لطيف سائين جي وائي آيل ڪريان ڪيڻ منهنجو ذهن اپلو نه رهي. پڙندي رهان ٿي، سامهون دريءَ مان وڻ تان پکي اڏامندو ڏسي ياد پويم ٿو ته هڪ ڏينهن جيل جي ملاقات لاءِ ويٺي هيس ۽ اتي ڪنهن تازي پرٽيل نٿين گهوٽ جون به زالون ملاقات لاءِ آيل هيون. هڪڙي اداس ٻار سان گڏ ۽ هڪڙي ڦوھ جوان عمر انڪل ويھه سال پوري فيشن سان ۽ فل ميڪ اپ سان سڄي ٿقيل، هڪڙي اڌڙوٽ مائي جيڪا ٻڻ پٽ جي ملاقات لاءِ اتي ويٺي هئي. مائي ڏاڍي بردبار ۽ ڪئين گرمين سردين مان لنگهيل ٿي ڏٺي. تنهن پهرين مونکان پڇيو: ”ائي امڙ تون ڪنهن جي ملاقات تي آئي آن.“ مون چيو ”ماسي گهر واري جي.“ وري هنن ٻنهي کان پڇيائين امڙ توهين. ته ننڍي

ورندي ڪانه ڏني. وڏيءَ چيو، ”ماسي اسين پنهنجي هڪڙي مڙس جون زالون آهيون، اسان جي مڙس غيرت ۾ اچي پيڻ کي کهي ڇڏيو.“ ايتري ۾ پوليس واري اچي چيو توهان پنهنجي ماڻ پهرين ڪير ملاقات ڪندي، تنهن تي وڏيءَ چيو ادا پهرين هن کي وٺي وڃ.... ننڍيءَ جي وڃڻ تي ماسي چوڻ لڳي ”اٿي امڙ تون وڏي هئين ۽ ٻار جي ماءُ پهرين ته تنهنجو حق هو، تون ڇونه وئين؟“ ”ماسي منهنجو هاڻي هن سان ڪو به ناتو رهيو ڪونهي، سڳ ته ڪڏهوڪو ٽٽي ويو، آءٌ ته رڳو هن ٻار جي ڪري انڪي پيٺي آهيان ان سان ته نئون نينهن اٿس پلي پهرين هيءَ موسل ملاقات ڪري. هونئن نه ته جهٽ ملاقات ڪري هن سهٽيءَ کي سڏائيندو. آءٌ ٽٽي گهران تـه هي ٻـار ٻيءَ ماڻ سـڪ به پوري نه ڪري.“ اهـا ڳالهه ٻـڌي ماسي مرڪي چوڻ لڳي ”امڙ تون ته ڪا ڏاڍي ڏاهي ٿي ڏسجين! وڏي عقل واري ڳالهه ڪري ويٺين انهيءَ کي ڇٽيو آهي ڏاهپ، پر امڙ مون به هي وار آس ۾ اڇا ڪونه ڪيا آهن تون بـه اتي ته آءٌ به اتي، تون ڏک نـه ڪر، هيءَ جيڪا ٻڪ پانوڊر جو مکي منهن اڇو ڪري آئي آهي سا اٿين اڏامي ويندي جيئن ”وڻ تان پکي.“

# تنهنجي ڳولا، تنهنجون ڳالهيون

آءٌ اڃا مس پنجن سالن جي هيس تہ امان گذاري وئي، ٻہ مهنا تہ بابا مونکي ٻڌايو ئي ڪونہ تہ ڪو امان گذاري وئي، منهنجا ٻہ وڏا ڀائر يوسف ۽ عثمان هئا، هڪڙو انڪل ٻارهن سالن جو ۽ ٻيو نون سالن جو. هنن ڪان جڏهن ٻہ ڀاڙي واريون امان جي چڱيلائيءَ جو ڀڇنديون هيون تہ منهنجا ڀائر چوندا هئا، ماسي دعا ڪريو تہ امان چاڪ ٿئي. پر ڪجهہ مهينن ڪان پوءِ هڪ ڏينهن ماسي قابوءَ امان جو ڀڇيو تہ منهنجي وچٽ ڀاءُ عثمان جهٽ چئي ڏنو تہ، ”ماسي امان تہ مري وئي.“ ماسي چيو، ”ابا امان کي تہ ڪنهن چاڻ ئي ڪونہ ڪيو.“ تہ منهنجي ڀاءُ وڏي ڪٿي وات تي هٿ رکيس. مون تنهن تي روئي چيو تہ، ”مئا مر تون“، ”نہ ماسي نہ آءٌ امان وٽ وڃي انگور کائيندس، مونکي بابا سائيڪل تي چاڙهي امان وٽ وٺي ويندو.“ پوءِ منهنجو وڏو ڀاءُ مونکي گهر وٺي ويو ۽ وڃي ڏاڏي جي ڪن ۾ ڪجهہ چيائين. پوءِ ڏاڏي ننڍي ڀاءُ کي الاهي دڙڪا ڏنا. اهڙيءَ ريت امان جي مرڻ جي ڳالهہ مون کان لڪائي ڇڏي هئائون. منهنجي امان ڏاڍي ملوڪ هئي، رنگ گورو منهن نورو ڊگهو قد پورو پنو اکيون ننڍيون پر ڳالهائيندڙ جيڪي منٽن ۾ وڃي ڳالهہ جي تهن تائين پهچنديون هيون ۽ سدائين پيون چمڪنديون هيون. امان مونکي سڄو ڏينهن پٺي ويس ٻارائيندي هئي. ڏاڍو امان ٻارن سان پيار هوس، امان گهر جو ڪم ڪار لاهي پوءِ پاسي واري گهر جتي ماسي عالم خاتون رهندي هئي اتي وڃي پڙهون پڙهندي هئي، چو تہ امان کي خالي ويهڻ ڪونہ ايندو هو، سدائين گهر جي ڪم ڪار لاهڻ ڪان پوءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪندي رهندي هئي. هوءَ آر جو ڪم ڀرت جو ڪم ۽ سلائي جو ڪم بہ ڪندي هئي ۽ بابا جي مدد ڪرڻ لاءِ پڙهين پڙهڻ جو ڪم بہ

سکيو هئائين. ماسي عالم خاتون ۽ سندس مڙس چاچا قاسم کھوڙن جي
سنجن جا سچي پٽ ۽ زريءَ سان گل پيا ڀرنـدا هئا. جڏهن گل
جهجها ٿي ويندا هئا ته چاچا قاسم اهي گل بازار ۾ وڪڻي ايندو هو.
ماسي عالم خاتون کي ٻار ته هوئي ڪونه، سو آئـون ماسي عالم
خاتون وٽ وڃي وهندي هيس، ڇو تـه مونکي سنجن جون هريڙون
ڀـڳڻ ۽ ڏڪڻي پٽ جـون لڇيون ڏاڍيون وڻنديون هيون. منهنجا
ٻئي ڀائر تارا چند اسپتال کان ٿورو پريرو اسڪول ۾ پڙهڻ ويندا
هئا. اسان جي ڳوٺ جو نالو هو الهداد چنڊ جو ڳوٺ. اسان جو
گهر مٽي ماڙيءَ تي هوندو هو. اهو گهر مونکي اڄ به يـاد آهي.
گهر ۾ دريءَ تي سوٽي جي ڪونڊي رکيل هونـدي هئي، ڪنڊ
۾ منهنجي ڀاءُ لاءِ هڪڙي ميز ۽ ڪرسي رکيل هوندي هئي، اسان جو
صفحو وڏو هوندو هو، جنهن ۾ جنڊيءَ جي ڇٽن تي هڪ وڏو هندورو
پيو هوندو هو. اهو هندورو بابا هڪڙي سک واڍي کان ٢٢ رپين
۾ ورتو هو، جيڪو پوءِ ننڍي ولي محمد واري گهر (١٩٤٨ع) ۾ بابا
٦٠ رپين ۾ وڪڻي ڇڏيو ڇو ته پوءِ آهستي آهستي جايون سوڙهيون
۽ ننڍڙيون ٿينديون پئي ويون. انهي هندوري ۾ امان مونکي، ڀائرن
کي ۽ بابا کي ٻنپهرن جـو لوڏي لوڏي سمهاريندي هئي. هڪڙي
پاسي امان، ٻئي پاسي بـابـا وچ ۾ اسين سمهندا هئاسين. امان پـوءِ
هڪڙي پير سان لوڏيندي به هئي ۽ ننڊ به ڪندي هئي. اسانجي
گهر ۾ هڪڙو فونو گهاٽي ناسي رنگ جـو ٻنبوءَ سان هوندو هو.
انهي ۾ جڏهن رڪارڊ وڄندو هو ته مونکي الهائي ڇو ڏاڍو وڻندو
هو، پوءِ جڏهن سمجهه پري ٿيس ته خبر پئي ته اهو آواز هو ڀڳت
ڪنور ۽ ماني جيوٽيءَ جو، اهي آواز السٽي آواز هئا جيڪي هر
شئي کي مقناطيس وانگر پاڻ ڏانهن ڇڪيندا هئا، شايد انهن آوازن
جو اثر هو جو آءٌ فنڪار ٿيس. اڄ به مونکي اهي راڳ ياد آهن:
”نالي ڏٽيءَ جي ٻيڙو تار منهنجو“، ”ڪيئن ريجهايا توکي ڪيئن
پرچايان ڏس ڪو ڏانـو“، ”ٻيوس آهيان ٻيوس ٻند ۾ قرب جـو
ڪڙيون قابو ڪنڌ ۾“، ”آءٌ ڪانگا ڪر ڳالهه مون سان، تـن

ماروئڙن جي". ١٩٤٤ع ڌاري جيوٽي ڏلي هئي، آها ڪاسائين جي مينديءَ تي ننڍي ولي محمد ۾ آئي هئي. رنگ ڀنهن ڪڪو ڪارو هوس، مٿي تـي سونو جهومر هوس، ڳائڻ سان اصل دنگ ڪري ڇڏيائين. آءٌ راڳ ٻڌڻ جي ننڍپڻ کانئي شوقين هيس. بابا هرسال اسان کي ميمڻ محلي ۾ مولودن تـي ولي ويندو هـو جتي مولودن جون ڪئين پارٽيون ڳائڻ ايندڙيون هيون، تن مان مونکي جسڪاٺي ۽ مگڻهار جـو آواز وڻندو هو، سندن آوازن ۾ جڻ ته ڪي جهجهڻا ٻيل هجن، سي جڻ ته پيا ڇلڪندا هئا.

اسان کان پوءِ بابا اڪثر سنڌ جون ڳالهيون ڪندو هو. چوندو هو ته اسان تنهنجي مـاءُ ڏاڍي دلير هئي، مون تمام گهٽ مايون اهڙيون دلير ڏٺيون. جڏهن مون ١٩٢٤ع ۾ ڪراچيءَ مان شادي ڪئي ته تنهنجي ماءُ جي ان وقت عمر هئي ١٥ سال، پر هو عقل ۾ جڻ ته ٢٥ جي لڳندي هئي، ذهن تمام تيز هوندو هوس، جيڪو به ڪم هڪ ڀيرو ڏسندي هئي ته سکي ويندي هئي، اسان عقلمندي ڪري منهنجي وڏي ڀاءُ کان لکڻ پڙهڻ سکي ويندي هئي جا ڪندي هئي جو منهنجي ڀاءُ کي ماسترگهر جو ڪم ڏيندو هو، سو اسان شام جو پکو ڪرائيندي پاڻ پڙهي ياد ڪري ڇڏيندي هئي ۽ ڀـاءُ جي اسڪول وڃڻ کان پوءِ وري پاڻ لکندي پڙهندي هئي. هونئن نه ته ڇوڪرين ۾ نياڻين کي پڙهائڻ جو رواج نـي ڪونه هـو. بابا کان وري قرآن شريف پڙهي وئي. جڏهن به اسان ۽ بابا پاڻ ۾ ڪاوڙيا هئا ته هڪ ٻئي کي مهڻا ڏيندا هئا. بابا چوندو هو ته مون توکي ٻڌائڻ جو ڀوڙ رڏڻ سيکاريو. اسان چوندي هئي ته مون توکي واچ ۾ ٽائيم ڏسڻ ۽ بوٽ جا ڪشا ٻڌڻ سيکاريا، پيو ته تون بوش هئين تنهنجا مٿي جا وار اسان ماين وانگر هئا، اهي به مون ڪٽارايا. پوءِ بابا هار مڃي کلي چوندو هـا، برابر پر اسان ڇوڪرين ۾ به وڏا وار رکائڻ جو رواج هو. اسان بابا جي وارن سان پاڻ لاءِ تمام سهڻيون سڳيون ٺهرايون، اسان کي ٣ سالن کان پوءِ منهنجو ڀاءُ محمديوسف ڄائـو. بابا هڪڙو واقعو ڏاڍو وڻندڙ ٻڌايو تـه جڏهن آءٌ شادي

ڪريو ڪنوار کي ڇهن مهينن سان گڏ ريل گاڏيءَ ۾ حيدرآباد وٺيو پيو آيس ته زناني گاڏي ۾ هڪڙي مائي اچي برقعي سان چڙهي ۽ امان جي پاسي ۾ ويٺي. امان ته هئي ڪنوار سا به اچي برقعي ۾ ڪنڌ هيٺ ڪريو ويٺي هئي. امان جي اک وڃي مائي جي پيرن ۾ پئي امان آهستي ڪري بابي جي پڇيءَ کي ڪن ۾ چيو ته پڇي هيءَ مائي ڪانهي پائي آهي. پر بابا جي پڇي معيني نه. چيو ته اهي سادڙون بنهه ساديون هيون ۽ هنن جو زندگيءَ ۾ ريل گاڏيءَ جو پهريون سفر هو، امان چپ ڪري ويٺي پر پوءِ امان اوچتو برقعو مٿي ڪري مائي کي ڪٽي سوگهو جهليو ۽ بنهنجي ماءُ کي بلوچيءَ ۾ چيائين ته ريل جي زنجير ڇڪ، منهنجي ناني به تيزيءَ سان زنجير ڇڪي. مائي گهڻو ڦٿڪي پر امان نه ڇڏيس ۽ پوليس ۽ مرد ماڻهو اچي ويا، مائي جا ڪپوجو امان جي ست سري سوني دهري کي ڇڪي لاهڻ جي ڪئي ته دهري ڇڄي پئي ۽ داڻا ريل ۾ پکڙجي ويا، تڏهن به امان مائي کي نه ڇڏيو، پوءِ جاچائيون چوڻ لڳيون مائي ڪنوار کي ته ڏسو، نه حيا نه شرم انڌيئي ريل ۾ ويٺي جهيڙا ڪري. ساهرن ۾ ته الهائجي ڪهڙا مڻ مچائيندي. پوءِ خبر تڏهن پيئي جڏهن پوليس وارن مائيءَ کي جهلي ڪٽي برقعو لاٿو ته پائي نڪري پيو. بابا جي پڇي جيڪا امان تان ڪلي پئي تنهن چيو، "اٺي مٺيس هي ته ڏاڙهيءَ ڪوڙيو چور هو"، امان جي دهري جا داڻا ڪجهه مليا ڪجهه مائين چورايا، پر امان ڪنوار هوندي به چور جهلي ورتو.

بابا ميونسپل ۾ نوڪري ڪندو هو، تن ڏينهن بابا جو پگهار هو ٢٥ رپيا، تنهن مان مسواڙ به ڏيندا هئا ۽ سٺو کائيندا به هئا. امان جي ماڙيءَ کي ڏاکڻ واري گهٽيءَ ۾ هيٺين جاءِ لاءِ منگهه هوندو هو جتي منگهه جي مٿان وهي آءٌ گڏين راند ڪندي هيس، چوته اهو منگهه سدائين بند هوندو هو، جڏهن ڪو مسواڙي اچي ويهندو هو ته ١٠-١٥ ڏينهن کان پوءِ ٽڪڙو ئي اٿي ويندو هو. ماڻهو چوندا هئا ته هيٺين جاءِ ۾ جن رهندا هئا. هڪڙي پيري

ڇا ٿيو جو جاءِ ۾ هڪڙو شاهه چڙهه ست مهنا اچي رهيو پوءِ اوچتو
بيمار ٿي پيو ۽ مري ويو، ماڻهن جو چوڻ هو ته، جنن شاهه جو ڳانو
پڇي ڇڏيو هو، پر منهنجو وچٽ ڀاءُ عثمان ته ڇا ڪندو هو جو
انهي جاءِ ۾ ڇت تي وڃي مسوارڙن جون رليون ۽ فراسيون ڪلهي
تي رکي ايندو هو، پر انهي کي تہ جنن ڪجهه بہ نہ چيو. امان
انهي عادت جي ڪري ڀاءُ کي ماريندي هئي. بابا ڳالهه ڪئي ته
١٩٣٥ع ۾ ڪوئيٽا ۾ زلزلو آيو. ڪيترائي ويچارا ماڻهو مري
ويا ۽ ڪيترائي بي گهر ٿي بلوچستان مان لڏي اچي سنڌ پهتا.
انهن ۾ هڪ مائي مريم نالي ڏتڙجي اچي امان وٽ نوڪرياڻي
بيٺي. هڪڙي ڏينهن هن جهولڻ شروع ڪيو. امان کي مٿس ڏاڍا
خار ويا. بابا کي چيائين ته رن مڪر ٿي ڪري، سو امان ڇا ڪيو
جو ڪلڪتي جو ڪارو سياڙو ڪٺي اچي ڪنيائينس پر مائي جو
مٿو اٿين ٿي ڦريو جيئن ڪا ڦرموٽي ڦرندي هجي. امان جي مار
جو مٿس ڪو بہ اثر نہ ٿيو ۽ پوءِ امان بابا کي چيو تہ بيهه تہ
هن کي شربت ٿي پياريان سو ڇا ڪيائين جو ڪنهي جو وڏو وڏو
پاٽيءَ سان ڀري منجهس ڦلهيار ملائي ڪئي مائي کي ڏنائين، هوءَ
سڄو وڏو پي وئي ۽ پوءِ جهولي جهولي بيهوش ٿي وئي. امان چيو
ڏٺي يوسف جا پيءَ جن ڦلهار جو وڏو پي ڀڄي ويو. اها مائي پوءِ
بہ ڪيترائي مهنا اسان وٽ ڪم ڪندي رهي. پر ڪيس وري
ڪڏهن بہ جن نہ پيو. هڪڙي ڀيري ڇا ٿيو جو سونکي ڇيڻيءَ جي
پوري (ڳڏي) وٺي هئي سو اسان کي پٺي جاچيم تہ امان ڪٺي
ڪسڪي تہ آءٌ پوري وٺي اچان. تن ڏينهن پئسي ۾ اچي ڪير جهڙي
پوري ملندي هئي. سو ڏاڍي ڪان پئسو ورتم. سونکي ڏاڏو گهٽو
پائيندو هو. بابا چوندو هو تہ جڏهن سونکي بہ پٽ ڄاوا تہ منهنجي
پيءَ کي ايتري خوشي نہ ٿي پر جڏهن تون ڄائين تہ ڏاڍو خوش
ٿيو ۽ چيائين تہ ابا نياڻيون ڀاڳين واري گهر ڄمنديون آهن ۽ سون
تي نالو بابا پنهنجي ماءُ جو رکيو "آمنہ". ڳالهه پي ڪيم پوري
وٺڻ جي. امان ڪمڪار لاهي وڃي پينگهي ۾ ليٽي پئي، اک لڳي

ويس، بس مونکي وجهه ملي ويو سو ٻا ڪيم جو ڪسڪي ڇاڇي "پنهنجي مل" جي هٽ تان وڃي پوري ورتم ۽ لڏندي لمندي پوريءَ کي ڇميون ڏيندي پئي آيس ته ماڙيءَ جو در ٻڪڙيل ڏٺم ۽ انهي در جي سير مان ٻه اکيون چمڪنديون ڏٺم، بس پوءِ ته سڄي ڏکي ويس. سمجهيم ته جن آهي. ڇو ته امان تـه مون سان چڙي هئي. جن جي ڊپ کان اهي ڏکٽيءَ ورتم. ڪرڻ تي هئس ته امان در ڪولي ڪٽي پاڪر ۾ پريو ۽ پوءِ مونکي مٽي وٺي وئي. ان مهل ته امان ڪجهه ڪونه چيو پر پوءِ شام جو مونکي ڏاڍا دڙڪا ڏنائين. آءٌ پوءِ ڪڏهن به امان جي سوڪلائڻ سواءِ ڪيڏانهن به ڪونه نڪرندي هيس. مونکي اڄ به جڏهن اها ڳالهه ياد ايندي آهي ته سيانٽو وٺي ويندو اٿم.

نـانـي جيڪا اڪثر امان وٽ ايندي رهندي هئي تنهن اوچتو ئي اوچتو الهائجي ڇو اچڻ ڇڏي ڏنـو، خبر ناهي ڪيڏانهن گم ٿي وئي. گهڻن ڏينهن کان پـوءِ خبر پيم تـه ناني مري وئي. هڪڙي ڏينهن امان بابا جو الهائجي ڪهڙي ڳالهه تـان جهيڙو ٿيو. بابا پينگهي ۾ ويٺو لـڏيو تـه امان رڙٿي مان اوچتو نڪري امالڪ پينگهي کي اهڙو جهٽو ڏنو جو بابا پينگهي جي پٺيان سٽجي وڃي ڪريو. مون وٺي روئڻ شروع ڪيو ته بابا مري ويو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ امان بابا سان ڪاوڙجي اسان ٽنهي ٻارن کي ساڻ ڪري ڪراچيءَ وٺي هلي ۽ وڃي پنهنجي ماسيءَ جـي ڌيءَ وٽ رهي. منهنجي ۽ منهنجي ڀائرن جي پرائي گهر ۾ اصل دل ئي نـه لڳي. پيا واجهائيندا هئاسين ته خدا ڪري بابا اچي وٺي وڃي ۽ـا وري امان کي چونـدا هئاسين تـه امان اسان کي بابا وٽ پنهنجي گهر وٺي هل پر امان سدائين نٽائي ڇڏيندي هئي. يـا وري دڙڪا ڏئي چپ ڪرائيندي هئي. ڪجهه مهنن کان پـوءِ امان اتي بيمار ٿي پئي. هڪ ڏينهن منهنجا ڀائـر لڪي بابا سان گڏجي حيدرآباد هليا ويـا. امان ڏاڍي پريشان ٿي ۽ تمام گهڻو ڳوليائين. ڪنهن ٻاڙي جي هوٽل واري ٻڌايو ته سندن پيءُ کين حيدرآباد وٺي ويو.

امان ڳاوڙ جي ڏاڍي تکي هئي. وري ڪڏهن پٽن کي ياد نه
ڪيائين. پوءِ اوچتو ئي اوچتو امان سنهڙي ٿيندي وئي ۽ وڃي
ڪراچيءَ جي سول اسپتال ۾ داخل ٿي. جڏهن ڏٺائين ته بچڻ جو
آسرو ڪونهي ته بابا کي چوائي موڪليائين ته آءٌ مري وينديس
تون ڏيءَ کي اچي وٺي وڃ. بابا آيو ۽ اچي امان کي زوريءَ ڪڍائي
ويو. جڏهن آءٌ پنهنجي ماڙيءَ تي وڏي خوشيءَ سان مٿي چڙهي
ويس ته منهنجو وچٿ ڀاءُ عثمان چوڻ لڳو، اڙي ڀاءُ فقيرياڻي ڇوريءَ
کي ته ڏس مٿي چڙهي آئي آهي ۽ پوءِ مونکي دڙڪو ڏيئي در بند
ئي ڪيائين ته مون روئي چيو، ادا آءٌ توهان جي ڀيڻ آسنہ آهيان.
منهنجو وڏو ڀاءُ ڀوڙي آيو ۽ اچي مونکي ڀاڪر ڀائي چميون ڏيڻ
لڳو. تيسين بابا امان کي ٽيڪ ڏئي مٿي وٺي آيو. پر امان ٻي ڏينهن
تي بابا کي چيو مونکي پير هٽي تي لٽي وٺي هل ڇو جو اهو امان
جو مرشد هو. بابا ٻي ڏينهن وڏي گهوڙي گاڏي گهرائي امان کي
وهاري وٺي ويو ۽ آءٌ وڏا رانڀاٽ ڪري گاڏيءَ جي پٺيان رڙندي
ويس ته آءٌ به امان سان وڃان. منهنجي ڏاڏي مونکي ڇڪي ڪٺي
ڇاتيءَ سان لڳايو، اڄ به اهو منظر ياد ايندو آهي ته دل ڀرجي ايندي
اٿم. هاڻي منهنجا ڀائر وڏا ۽ سمجهو ٿي ويا هئا. ڏاڏو ڪين تيار
ڪري اسڪول اماڻيندو هو. مونکي وري چاچي جمعي ماهيڙ جي
گهر ڏاڏي رحمت وٽ ڇڏي ايندو هو ۽ پوءِ ڀاڻ وڃي ساني ٻچائيندو
هو. اصل ۾ ڇا هو جو امان جي جيڪا ماسات هئي تنهن اسانجي
گهر کي تباهه ڪري ڇڏيو هو. انهي امان کي ڇوري گهر ڦٽرايو
۽ سڀني کي دربدر ڪيو. منهنجو ڏاڏو تن ڏينهن به اڇي سونهاريءَ
سان هو. قدآور ۽ پٺاڻ جهڙو لڳندو هو. مون اهڙو پوڙهو ۽ سهڻو
ماڻهو نه ڏٺو. ڏاڏو مونکي پيار مان سڏيندو هو "ڳاڳي" يا "هوري"
يا "جلوان" منهنجي ڏاڏي ١٩٥٨ع ۾ وفات ڪئي. وقت واريءَ
جيان آڱرين جي وٿين مان ترڪي وهي ويو. امان کي نٿي مان
هڪڙي ماڻي ڪٺائي آئي پر آها امان الهاڻي ڪهڙي ڀارگم ئي
وٺي جيڪا هلندي هئي ته زمين پٺي سنڌس پيرن جي دٻ ڪان

ڏکندي هئي ته اها سنڌس هڪار هئي جنهن مان محسوس ٿيندو هو ته امان گهر ۾ موجود آهي. امان جنهنجو تالو ٿي هو "گل روز" اهو گلاب جو گل سڪي ڪنڊا ٿي ويو. مائي جڏهن امان کي اجرڪ جي جهول ۾ ماڻهن کان ڪٽائي مٽي وٺي آئي ته ڏاڏي کان اوڇنگار نڪري وئي. آءٌ لڪي وڃي منگهه ۾ روئڻ ويٺيس، الهائجي منهنجي ماءُ کي ڪنهن جي نظر لڳي وئي، الهائجي مريم وارو جين لڳس. ٻن ڏينهن کان پوءِ بابا امان کي سول اسپتال ۾ داخل ڪرايو سامهون نور محمد هاءِ اسڪول هو جتي منهنجو وڏو ڀاءُ يوسف پڙهندو هو ۽ امان وٽ هرروز ويندو هو ۽ امان لاءِ انگور وٺي ويندو هو. بابا اهي سڀ ڪشالا سائيڪل تي سر ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن امان بابا کي چيو ته آمنه کي وٺي اچ ته ڏسان. سو بابا مونکي تيار ڪري امان وٽ وٺي ويو. آءٌ جڏهن امان وٽ ويس ته امان مونکي سيني سان لائي ڏاڍو پيار ڪيو ۽ پنهنجي هٿ سان انگور کارائڻ لڳي. بس پوءِ ته آءٌ روز بابا کي چوندي هيس ته بابا مونکي امان وٽ وٺي هل ته هلي انگور کائون پر بابا ٽٽائي ڇڏيندو هو. ڪجهه مهنن کان پوءِ هڪڙي ڏينهن بابا امان ٿنهي ٻارن کي راڻي باغ گهمائڻ سائيڪل تي چاڙهي وٺي ويو. اهو باغ اسٽيشن جي پرسان پڪي قلعي وٽ هو. ٻائرن بال راند پئي کيڏي ۽ مون هڪڙي نوريئڙي جا ڪرتب پئي ڏٺا ته ڪيئن ٻڙ جي وڻ سان ڪريل نديڙا انهيرا گهين چنبن ۾ جهلي پئي کاڌائين. اوچتو مون بابا کي چيو ته مونکي امان وٽ وٺي هل ته هلي انگور کائون ـ تنهن تي بابا چيو "امان" تنهنجي ماءُ الله سائين وٽ ويئي آهي جتان ڪو به موٽي واپس نه ايندو آهي. بابا جو اهو سچ ٻڌي آءٌ يڪدم وڏي ٿي ويس. مون يڪ ٽڪ نوريئڙي کي ويني ڏٺو ۽ آگر سان ڳلهي مٽي واري زمين کي پئي ڪرڙيو خبر ئي نه پئي ته ڪيئن سچ ٽپي هٿن لڳو. بابا چيو امان اٿ ته گهر هلون. بس آءٌ ماٺڙي ڪري گهر آيس ۽ پوءِ ڪڏهن به بابا کي نه چيم ته امان وٽ وٺي هل. پوءِ مون انگور کائڻ به ڇڏي

ڏنا. پوءِ الهانجي ڪٽان چاچو رمضان نوحاڻي جيڪو درزڪو ڪم ڪندو هو سو اچي اسان جي گهر رهيو. هڪ پيري چاچي رمضان جو هڪ دوست بمبئي کان اچي اسان وٽ رهيو ڇو ته گهر ۾ زال ته هئي ڪانه جا پردو ڪري ۽ اهو چاچي رمضان جو دوست هڪ باجو جنهن کي هارمونيم چوندا آهن سو وڄائيندو هو. اسين ٻار مڙي اچي وهندا هئاسين، چاچو رمضان مٿو پيو ڌوڻيندو هو ۽ واهه واهه پيو ڪندو هو. پوءِ خبر پئي ته انهي رمضان جي دوست جو نالو گلشن صوفي هو ۽ چاچي رمضان جو فلمي نالو سڪندر هو جن ايڪٽا فلم پئي ٺاهي ۽ ڪريم بخش نظاماڻيءَ هيرو جو پارٽ پئي ڪيو. بابا مونکي ڪريم بخش نظاماڻيءَ جي گهر وٺي ويو. ياد ٿٿو اچيم ته اهو گهر گاڏي کاتي ۾ هو يا ٻي هنڌ پر گهر ۾ ڪڙي مائي تمام سهڻي سدا ملوڪ پري ڇوره نيم جهڙي ويٺي هئي تنهن مونکي ڏاڍو پاتيو. شايد خبر هئس ته منهنجي ماءُ مري وئي آهي. سندس گهر جي درين دروازن تي وڏا وڏا اڇا چارين جا پردا لڳل هئا، گهر جهڙو راڻين جي رهڻ جو محلات هو. مون اتي ٻڳل وڏيون سو پاريون ڏٺيون ۽ کاڌيون. جڏهن ڪجهه سال اڳ هل ٽاپ سئنيما ۾ ساوڪ شو ٿيو هو تہ اتي ڪريم بخش نظاماڻي بہ آيو هو. آءٌ سائنس مليس ۽ کيس چيم تہ سائين توهان مونکي 'ڪيئي ڪتاب' ڏيو. ته پاڻ مونکي جويو صاحب جي هٿان ڪتاب اماڻيائون پر اها خبر نہ پيس ته آءٌ اها ساڳي ننڍڙي امنہ آهيان جيڪا سندس گهر واريءَ وٽان کهمي ڦري آئي هئي، جيڪا اڄ زرينہ بلوچ آهي. بابا اسان ٽنهي ٻارن کي اها ايڪتا فلم ڏيکاري. سئنيما ته الهانجي کهڙي هئي پر فلم واه جي هئي. بابا کان پڇو هوم ته شايد اهو واقعو ۱۹۴۰ع جو آهي، ڇو ته امان ۱۹۴۰ع ۾ گذاري وئي هئي. فلم جا ٻه گانا ته مونکي اڄ به ياد آهن. ٻه ننڍڙا ٻار ڇوڪرو ۽ ڇوڪري ڳائين ٿا ته: "مونکي منڙو پاءُ ڪپي ۽ منري پيڻ ڪپي" ۽ چاچا گلشن صوفي کي قبر تي ڳائيندو ڏٺم تہ: "اي دلارا ڇا توسان محبت نہ رهي". وڌيڪ ياد نٿو اچي. پوءِ بابا اسان کي

سلاوٽن جي پاڙي ۾ مسواڙ جي جاءِ وٺي اچي رهايو. ڇـا ٿيو جو بابا سال کان پـوءِ ئي شادي ڪئي. انهي امان مونکي ڏاڍو پانيو سـون جيئن پهرين ڏينهن کان امان ڇـو تيئن چوندي آيس. منهنجا ٻئي پاٿرکيس ماسي سڏيندا هئا پر آهستي آهستي اهي به امان چوڻ لڳا. هوءَ مانيجي ماءُ ٿي ڪري ايڏي ته نيڪ هئي جو اڄ سندس ٿورا ساري زندگي نه لاهي سگهندس. مونکي ڪڏهن بـه ماءُ جي ڪمي محسوس نه ٿي. منهنجي ماءُ گهڻ ۽ دوست گهڻي هئي. مون کي پاليائين، منهنجي ننهي ٻارن کي پاليائين ۽ منهنجي ڌيءَ جي ٻارن کي پاليائين، ١٩٨٢ع ۾ گذاري وئي.

اوچتو هڪڙي ڳالهه دل تي تري آئي اٿم ته ميڊم نورجهان ڪا بمبئي کان حيدرآباد سنڌ ۾ آئي هئي. تڏهن اسين سلاوٽن جي پاڙي ۾ ١٩٤١ع ۾ رهندا هئاسين. منهنجو وڏو ڀاءُ ڊاڪٽر يوسف سندس پٺيان پٺيان وڃي ٽنڊي محمد خـان کان نڪتو. بابا ڳولي ڳولي ٿڪجي پيو ۽ مارڪيٽ ٿاڻي تي وڃي رپورٽ لکرايائين ته بمبئي کان ڪا ڳائڻي آئي آهي سا منهنجي پٽ کي کڻي وئي آهي. بابا پوليس جي آڻالي سان وڃي منهنجي ڀاءُ کي وٺي آيو.

بابا ٻڌائيندو هو ته ماڻي ڏاڍي سهڻي هئي. ڇيائين ته ڇوڪرو اسان جي پٺيان آيو ۽ ڇيائين ته مونکي بمبئي وٺي هلو. شايد ڇاچي گلشن صوفي، چاچي سڪندر عرف رمضان نوحاڻيءَ جي سڪ لڳي هيس. ڳالهيون ته هزارين آهن. پر هاڻ هر ڳالهه کي ڳولهي لاءِ ذهن جي سمنڊ ۾ بار بار ٽپيون ڏيڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو آهي.

# سچ ۽ پاڇا

ڪالهوڪر ماني ڀيو نصيب نه ٿيو هئم، هاڻي ته ٻڪري
پيٽ ۾ وٽ ئي پيا ۽ پيٽ ڀرڻ لاءِ ور ور ڏيو هاڻي ٿي پيتم تـه
ڪجهه هانو جهل ٿئي. پر هاڻي تـه مرگهو پيٽ ۾ ولوڙا ڏئي وڃي
ٿي ويا ۽ هاڻي ته هيٺي ٿي پئي هيس. ڪجهه ٻـه نـه ٿي آڪليو.
سوچيم سڪ ڪان پوءِ ڏک جو احساس ڪيترو نه اذيت ڏيندڙ ٿئي
ٿو. جسم سان روح ٻه ڇنجيو وڃي. اوچتو سورن ۾ سڪيو وقت ياد
آيم. ڪيتريون مايون اچي مون وٽان آڌار سڌار وٺيو وينديون هيون،
آئون ڪڏهن به ڪين هٿين خالي ڪونه موٽائيندي هيس. ڇو ته مون
وٽ پئسي جي ڪمي ڪانه هوندي هئي. سڄو ڏينهن ريل ڇيل
پئسو پئي خرچ ڪندي هيس. غريب مائٽن مٽن ڏنو تـه اڏوٽ
وهي* جو، پر هو پئسي وارو، جيئن سان راڄ ڪريان. اٺ اٺ
لوڏنگون پيون هلنديون هيون، ٻه ٽي ڪارون ۽ جيپون سدائين در
تي بيٺيون هونديون هيون. ڇل نـه ڪو انگل ڪري ڇپ چوريان
ته اهو انگل پل ۾ پورو ٿيو وڃي. جيڪڏهن وات مان اکر ڪڍي
ننڍي آدم جي ران ڪاٺ جي سڌ ڪيم ته اک ڇنڀ ۾ ٻه نوڪر
جيپ ۾ چڙهي ٻن ڪلاڪن ۾ پڪل ران آڻي اڳيان حاضر ڪندا
هئا. منهنجو مڙس جنهن کي آءٌ "سائين" سڏيندي هيس سو رات
ڏينهن منهنجي اڳيان جي حضوري ۾ پيرن ڀر اڀو بيٺو هوندو هو ته
الائي ڪيڏي مهل ڪهڙو حڪم ٿي ڪريان. ننڍي نينگري، سونهن
ڀري زال جو هئي مانس. حسن، جواني، دل دماغ سندس ٿي قدمن ۾
قربان ڪري ڇڏيو هئم. پيرسن هو ته ڇا ٿيو، منهنجو ته "سائين"
هو!! پر هي اوچتو ڇا ٿي ويو!!؟ ڏسندي ڏسندي 'سائين' جو ڦرڪو
ٿي ڦري ويو. دريا جي آر ۽ مڙس جي پيار جي ڪابه موسم، ڪابه
مهل مقرر نه هوندي آهي. مون وٽ اڄ پڙين لاءِ آنو به ڪونه هو

جو ڪٽي ڦوڪ ڀري ٻاڙ ٻليان. دل ڀرجي آيم. سوچيم ته اڄ ڪنهن وٽ وڃي سوال لاءِ هٿ ٽنگيان. اڄ اهي ساڳيون مايون جيڪي رات ڏينهن در تي ٽڪر ڀور ڇڏائڻ لاءِ پيون لامارا ڏينديون هيون ۽ جن ڪي مون ڏک سک ۾ هزارين رپيا ڏنا هوندا، سي اڄ ڳالهائڻ تہ ڇڏيو پر منهن ۾ موڙو وجهي ائين لنگهي وينديون هيون ڄڻ ڪڏهن واقف ئي نہ هجن. ائين ويٺي ويٺي خيال آيم تہ ادي حياتان وٽان وڃي چڪر هڻي اچان.

زال لکن ۾ هڪڙي، مهل تي مڙسن کان وڌ مڙس ماڻهو، بس ڏاڙهين جو مٽ. خالي ڪانہ موٽائيندي، اها اميد ڪري، برقعو وجهي ٽاڪ منجهند جو اچي حياتان جي گهران نڪتيس. حياتان اکين تي عينڪ چاڙهيو وڏي صفحي ۾ مشين پئي هلائي. سندس ڀاسي واري کٽ تي هڪ سدا ملوڪ سهٽي، اٽڪل ايڪيهن- ويهن سالن جي عمر جي زال پيراڻ جا ويٺي ڪاج ڀڏا. ڪيس اڇا کير جهڙا ڪپڙا پاتل هئا. ٻانهن ۾ اڇي ڀٽي سان واچ پئي هيس ۽ سونو لاڪيٽ دل جي ڀتلي سان سندس دل جي مٿان پئي لڏيو لمڪيو. حياتان جي ڪيڪارڻ تي هن اکيون کڻي مون ڏانهن نهاري مونکي ڪيڪاريو. سندس ڪيڪار ۾ مون کي پنهنجائپ ڏسڻ ۾ آئي. هوءَ وري بہ پيراڻ جي ڪاجن ڀڏڻ ۾ لڳي وئي. مون بہ حياتان سان ڳالهائيندي رکي رکي سندس منهن ۾ پئي نهاريو. سندس رنگ اهڙو ڄڻ سوناري جي ڪوٺاريءَ ۾ پکڙيل سون. گرميءَ کان سندس ڳل قنڌاري صوف جيان ڳاڙها ٿي پيا هئا. حياتان مشين سان هٿ ڪڍي ڀيڙي دڪائڻ لڳي ۽ مونکي بہ ڀيڙي ڏنائين. آئون تہ اڳئي ٻاڙانتي هيس سو جهٽ ڀيڙي دکائي وڏا سوٽا هڻندي ٽپيءَ ۾ پنجي ويس. اوچتو حياتان چيو،

”ڪنڊ جو جهاز ڀڏي ويو ائٿي ڇا؟“

مون ڇرڪ ڀري چيو، ”نہ، مڙيئي خير آهي“

حياتان وري ويٺل مائي کي چوڻ لڳي، ”ائي زينت تون صابيءَ کي شايد ڪانہ ٿي سڃاڻين، هيءَ وڏيري قائم جي گهر

واري اٿئي. هر زماني جي ڏولاون ويچاري جا لاهه ڪيڏي چڙيا آهن، پر اٿئي مڙس ماڻهو. اڄ به منجهس ڪو ڪم پنجي وڃي ته تهه نه ڪندي. بس رڳو حڪم ڪرڻ جي دير آهي، ڪنڌ ڪاٽي ڪيندي." منهنجي اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيا. ڇو جو هاڻي منهنجي دل اهڙي تـه ڦسي پئي هئي جو ڳالهه ڳالهه تـي اکيون ڀرجي اينديون هيون. زينت مـون ڏانهن نهاري چيو، "اپ اکئين پيو پسجي، زال ته وينگس ٿي ڏسجي، پوءِ اهڙا حال ڪيئن ٿيس؟" حياتان وراڻيو، "اهو وڏو واقعو آهي. ڪنهن پٽي وقت نوبڪلائي ۾ پڏائيندس، هيئر رڳو ايترو ٿي پڏايان ته سندس مڙس، وڏيري قائم خان وٽي هڪڙي پنجاپڻ سان شادي ڪئي. پنجاپڻ، قائم خان کي اهڙا ته لٽڪا چٽڪا ڏيکاريا جو ٻن مهينن ۾ رنڊس ڪيس طلاق ڏيئي ڇڏي. ڪيڏانهن ويـو "سائين" ته ڪيڏانهن وئـي سائڻ صابي ۽ سندس بادشاهي. بس چٽ اچي پٽ پيو. جيڪي ڪجهه صابيءَ وٽ هو سو ته عيش عشرت ۾ وڃائي ويٺي، پيو تـه سندس ڪو ويجهو مائٽ به حيات ڪونهي. پٽس جي ڦٽل ڪچي پونگيءَ ۾ پئي هوندي آهي. ڪيڏي ڪيڏي مهل ويچاري تـو سـون وٽ اچيو دل پرچائي."

اها ڳالهه پڏي زينت جو منهن ڏماڻ ڇڏي ويو ۽ ٿڏو ساهه پري چوڻ لڳي، "شل نـه ڪنهن زال جي قسمت ڦٽي." حياتان زينت جـي ڳـالهه پـڏي مرڪي مونکي چـوڻ لڳـي، "ادي اڳي هيوسين پر، هاڻي تلي ٿيوسين ٿي، ڀتان سمجهين ته اسين ڪوتوڪان ڀتاهينءَ تـي آهيون، اسان جا نصيب بـه تو وانگر ڦٽل آهن. پاڻ ٽيئي ڏکيون ڏهاڳيون آهيون. هيءَ جـا سدا ملوڪ سون جهڙي زينت ٿي ڏسين، انهيءَ کي مڙس ڇڏي وڃي ٻي شادي ڪئي آهي. ويچاري پٽي درجا پڙهيل هئي سو فائينل پاس ڪري ماستري ڪريو پٽي ٻچن جو پيٽ پالي. تون شڪر ڪر جو توکي اولاد ڪونهي. هڪڙو سور اٿئي. رکو سکو ڪاپو ستي پٽي هوندئين. پر زينت کي هر شئي کپي ڇوته سندس پار پڙهن به پيا."

مون اهڙان زينت جي حال تي سوچيو پئي تہ زينت چوڻ لڳي، ”ادي صاحبہ، هڪڙي ڳالهہ چوانءِ، جي دل ۾ نہ ڪرين؟“
مون چيو، ”ادي چئو، انهيءَ ۾ دل ۾ ڪرڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي.“ زينت چوڻ لڳي، ”نون اڄ ڪان وٺي منهنجي پٽ آهين. مون وٽ هلي رهہ، پوءِ جهڙو بہ منهنجو حال هوندو ورهايو ونڊيو پيون کائينديونسين. چوندا آهن ’ٻہ تہ ٻارهن‘ تون مون وٽ رهي پڙهي بہ پونديئن ۽ ڪنهنجي اڳيان هٿ بہ ڪونہ ٽنگڻو پوندئي.“

زينت جي غريباڻي حال هوندي بہ سندس انساني همدردي واري جذبي مون کي حوصلو ڏنو، منهنجي اکين ۾ آيل ڳوڙهن کي جڻ بند ٻڌي ڇڏيو ۽ زينت کي چيم، ”ادي تنهنجا لک لائق جو ايڏي وڏي دل رکي اٿئي نہ تہ هن ڏکئي وقت ۾ ڪير ڪنهن کي پڇي. آئون وڏي خوشيءَ سان تو وٽ رهنديس، تنهنجو پورهيو ڪنديس، پرت پرينديس، توسان گڏجي جيئڻ جا جتن ڪنديس ۽ هڪ ڏينهن دنيا کي ڏيکارينديس تہ اسين زالون بہ گڏجي ڏک سک کي منهن ڏيئي ٿيون ڄاڻون. اسان مظلوم عورتن جي ڇڱائي انهيءَ ۾ آهي تہ هڪ ٻئي کي سهارو ڏيئي هڪٻئي سان ڀلائي ڪريون.“ ●

(ناري پبليڪيشن، ١٩٩٠ع)

# لکيو ھئي لوڙي

جڏن مھني جي گرم ڏينھن جو ٻپاڙڪو پھر ھو.... ھ-وءَ گھر ۾ اڪيلي ويٺي ھئي. سندس ٻار ناناڻي گھمڻ ويا ھئا. ٻارن جي نہ ھئڻ ڪري سندس روح منجھي پيو. سو ڇا ڪيائين جو ٻاسي واري ماسيءَ کي سڏيائين. ماسي ڊوڙندي آئي ۽ اچي چيائينس، ”امان ڪم.“ ھن چيو، ”ماسي ڪم تہ ڪونھي، ٻار اڄ خير کو آھن، اڪيلي ھيس، سوچيم تہ توکي سڏي گھڙي ساعت ڪا توسان ويھي ڪچھري ڪريان.“ ماسي چيس، ”چڱو امان پيو تہ سڄو ڪم لاھي ڇڏيو اٿم، ٻاقي اٿم ماني جي ساني پچائڻي سا پچائي، پوءِ ڏيٺم کي بہ ساڻ وٺيو اينديس. ھوءَ روز ٿي منھنجا ڪن کائي تہ امان مونکي اديءَ وٽ وٺي ھل. تون چوين تہ وٺي اچانس.“ ھن چيس، ”چڱو ماسي ڀلي وٺي اچينس.“ ھن ماسيءَ کي ائين چئي تہ ڇڏيو پر پوءِ خيال آيس تہ ماسيءَ جي ڌيءَ جي خبر ناھي الائجي ڪھڙي طبيعت جي ھجي؟ خير.... اڪيلائپ جو احساس ڪجھہ تہ گھٽبو. ٿوريءَ دير کان پوءِ ماسي ڌيٺس کي وٺي سندس گھر وئي. ھوءَ حيران ٿي وئي تہ ماسي ڪم واريءَ جي ڌيءَ تہ ڪا ڏاڍي سھڻي ھئي. کيس اڇا کير جھڙا ڪپڙا پيل ھئا ۽ ڏاڍي اخلاق ۽ فضيلت واري ھئي. سندس ڳالھائڻ سرانڪي ھو. ھن سرانڪي ملڪ سنڌيءَ ۾ پئي ڳالھايو. کيس اھو ڳالھائڻ ڏاڍو مٺو پئي لڳو. ھن کيس ڪيڪاري پلنگ تي وھڻ لاءِ چيو. بس پوءِ تہ، ھو ٻئي لڳي ويون لھواريون، اوٻاريون ڪرڻ. ڳالھين ڪندي ھن کانئس پڇيو، ”چو ادي پنھنجي نيڙي ڪونہ آندئي.“ ھوءَ وائڙي ٿي کيس چوڻ لڳي، ”ڪھڙي ڌي!!؟“ ھن چيو تہ، ”جيڪا سڄو ڏينھن ماسيءَ سان پئي گھمندي آھي.“ ھن ٽھڪ ڪندي چيو تہ، ”ادي ھوءَ منھنجي ڀاءَ جي ڌيءَ آھي، مون نپائي آھي.“ تڏھن تي سندس ماءُ

چيو، ”اني امان ڪهڙيون ٿي سورن جون ڳالهيون ڪرين. ڏيڍڙي
جهڙي پرڻايم تهڙي نہ . هيءَ تہ نالي جي پرڻيل آهي، پر آهي
ڪنواري.“ تنهن تي هن چيس، ”ماسي اهو وري ڪيئن؟“ تہ
ماسيءَ جي ڌيءَ ورندي ڏنس تہ، ”ادي ڪهڙا ٿي سورن جا سبق
پڇين. بابي منهنجي شادي پنهنجي ڀيڻ جي پٽ سان ڪئي، جيڪو
مرگهيءَ ۾ ورتل آهي، ڪيس ڏينهن ۾ ڏهہ ٻارهن ڀيرا دورا ٿا پون،
ڏپ وري اهڙي جو ماڻهو هڪ پل بہ پاسي ۾ ويهي نہ سگهي.“
اها ڳالهہ ڪندي هن جي اکين ۾ پاڻي تري آيو. هن سندس ماءُ
ڏانهن منهن ڪري چيو، ”ماسي ڏسي وائسي نياڻيءَ تي اهو ظلم ڪيئن
ڪيو؟ ههڙي سڌ“ن جهڙي ڌيءَ ڪٺي باهہ ۾ اڇلايئي، انهي شاديءَ
کان تہ ڪٺي نڙيءَ تي نتهن ڏيئي ماري ڇڏينس ها تہ چڱو ٿئي ها.“
ماسيءَ ڪيس چيو، ”امان منهنجو انهيءَ ۾ ڪهڙو ڏوهہ . اسين
زالون تہ آهيون مڙسن جي هٿ وس، جي وات مان ڪو اکر ڪڇون
تہ ڪٽيو ڪهاڙيءَ ۾ هٿ وجهن. جي ههڙي تهڙي وات ٿي ڪرين،
جي رنن ڪي تہ ڏسو دماغ اچي خراب ٿيو اٿن. هاڻي پنهنجيءَ سمجهہ
تي سڳاوتيون ڪنديون ۽ اسين مرد ڏاڙهي ڪوڙائي رنن جي دٽ
۾ ڏيئي مڃو ٿي وهون. ڌيءَ مون تنهن هوندي بہ پنهنجي ڀر ۾
گهڻوئي منهن مٺو پٽيو پر وريو ڪجهہ بہ نہ . پٽس اصل ضد پڌي
بيٺو تہ هو مونکي بہ سگهہ ٿا ڏين آءٌ هڪڙي بہ نہ ڏيان؟ ۽ داريان
تہ ڪونہ آهن. ڇوڪرو ابرو سهرو آهي پر اٿم تہ جيجل ڀيڻ جو
پٽ. بس ڌيءَ پوءِ تہ روجن پٽڪن سان پرڻائي ڏنيم. هن ڀائرن
جي بدي ۾ آهي. سندس ٻئي ڀاڄايون مون وٽ الوليون پيون ڪن
۽ هيءَ سال کن ٿيو آهي جو لکيو ٻئي لوڙي“ هوءَ سندن اهي
ڳالهيون ٻڌي پريشان ٿي وئي تہ ويچاريءَ جي سڄي عمر ڪيئن
گذرندي. ڪجهہ دير رکي هو ٻئي هليون ويون. پر هوءَ سرهيءَ
جي لکئي ۽ بدنصيبيءَ تي سوچيندي رهي. هڪ تہ سندس عمر ١٩
سال پيو سونهن ۽ جواني ڪنهن ڪان جهلئي بہ نہ جهلجي، عورت
ويچاري هن معاشري ۾ ڪيتري نہ بيوس ۽ مجبور آهي، جنهن کي

جيڪو به رڍ ٻڪريءَ وانگر ڪٺيو رسو وجهيو ڪهلي، ته انهن جي ٻنيان اڻيو هلي ۽ ويندي مهل ڀيڙات به ڪونه ڪري. هوءَ سرهيءَ تي سڄو وقت سوچيندي رهي ته سرهي جهڙيون سوين روزمره بدي جهڙي مڪروح واپار تي پنهنجا جذبا ۽ امنگون ڪيئن نه مائٽن جي ڪراهت جهڙي واپاري روش تي ڳهٽيو ٻوساٽيو ڇڏين ۽ حياتي جي سونهن سوپيا وڃايو ويهن. اها سرهي ڪٿين ٻيرا ڪيس گهٽيءَ ۾ ايندي ويندي ملندي هئي، پر نه آها سندس سونهن هئي ۽ نه وري آها سندس جواني. سڄو ڏينهن ٻئي پاڻ جيڏين ٻاچاين جي اڳيان وٺي ڪيس مارو ڪمائي. نه اڻس پنهنجو ڪوکهر نه اڻس پنهنجو ور، نه اڻس پنهنجو پيٽ جائو اولاد جو پيريءَ ۾ ڪٿي پاڻي ڏڪ پياريس ۽ مرڻ وقت اکين تي هٿ رکيس. ●

# جڙ جنين جي جان ۾

تن ڏينهن اسين بابي جي نوڪريءَ ڪري اچي شهر ۾ رهيا هئاسين، بابا جي ماسيءَ جو پٽ بابا سان ملڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن بابا وٽ گهمڻ ايندو هو، چوندا آهن ته ”ماسات مٺي ذات“ ٻنهي جي پاڻ ۾ پڪي ياري هئي. هڪڙي ڏينهن بابا سائين نوڪريءَ تي وڃڻ لاءِ اڃان مس تيار ئي ٿيو ته چاچي مموءَ بہ ساجهر سان اچي منهن ڪڍيو. بابا ته سڄو ڏڪي ويو، ڏٺي منهنجا رحم ڪر اڄ الائي ڇو مموءَ اسر ڏيئي پنڌ ڇڪيو آهي، خدا ڪري ماسي جي طبيعت شل ٺيڪ هجي. امڙ چاچي اڃان اچي چانهن رکي ۽ پوءِ چاچي کان گهوٽ جو واءُ سواءُ وٺڻ لڳي. ماسيءَ جي چڱ ڀلائي جو پڇيائين. ايتري ۾ بابا رڙ ڪري امڙ کي چيو ته، ”مونکي دير پئي ٿئي تون جلدي ماني پچائي وٺ تہ کائي وڃان.“ امان اٽي رنڌڻي ۾ ماني پچائڻ ويٺي. آءٌ منهن تي رلي وجهيو ليٽيو پيو هيس. ٻڌم تہ بابا چاچي مموءَ کي چيو، ”ڀائو آءٌ سنهن پڇڻ جو پيءُ آهيان اهڙو ڪڏو ڪم ڪونہ ڪندس.“ چاچو ممو تڏي ٻاهر ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو، ”ڏاڏو پير پني مراد واه جو يار ٿيو آهين. سڄي عمر ۾ اهو پهريون ڪم چيو اٿم سو بہ مدد لاءِ ڪري، توکي تہ ڪونہ ٿو چوانءِ تہ تون پچاءِ. ٻانهن ڪٺندس آءٌ ٻانهي تون رڳو چئن ڏوڪڙن جو بندوبست ڪري ڏي.“ بابي چيو، ”آءٌ شهر ۾ رهان ٿو شهر جا خرچ آهن گهاٽي ٻگا ۽ پيو تہ انهي ڪم لاءِ مون وٽ پائي بہ ڪانهي، آءٌ تنهنجو ڀاءُ آهيان توکي گهاٽ ۾ ڪونہ وجهائيندس.“ بس چاچو ممون بہ هو ٿانڊي ٽپڙو سو ٻاهر ٿي ويو ۽ بوڇڻ چنڊي ڪلهي تي رکي هليو ويو. ايتري ۾ امان بہ ماني ڪٺي آئي اچي بابي کي ڏنائين. چاچي لاءِ پڇيائين تہ اهو بہ ٻہ گره کائي. بابا امڙ کي چيو تہ ممو ٽڪڙو هو

سو هليو ويو. ڳالهه آئي وئي. ايئن به ٽي سال لنگهي ويا. اسين به اڃي سمجهه پريا ٿياسين. ڇاڇي سموءَ وارن مان ڪاڻه پهر نه آئي. هڪ ڏينهن اوچتو ڇاڇي سموءَ جـي زال ٻار جي بيمار ٿيڻ ڪري شهر مان دوا وٺڻ لاءِ آئي. امان سان مارڪي ڪندي رُني به پئي ۽ ڳالهه به پئي ڪيائين ته سمو ٻن ٻارن جي ماءُ ڇڏائي آيو آهي ۽ رات ڏينهن رن جي عشق ۾ ڪوئيءَ ۾ اندو اوندو ٿيو پيو آهي. نڪي ٻارن جي نڪي مڙهن ماءُ ٻيءَ جي. اجهو ننڍڙي کي ڪيترا ڏينهن ٿي ويا آهن جو ٻري ۾ پئي ٻري، نڪا دوا نڪو دارون وڃان ته ڪيڏانهن وڃان. رن کي ٻلا پنهنجن پونٽرن تي ڪهل ڪانه پئي سو وري منهنجن تـي ڪٿان رحم پوندس. اڍن هٿي اوڇنگارون ۾ اچي پئي. امان گهرائڙي وجهي سمجهايس تـه ادي صبر ڪر. امان پڇيس، ٻلا مائي جوڪو وارث آهي يا لاوارث آهي. تنهن تي ڇاڇي چوڻ لڳي، مڙس جيترو جا ڳنڊو چڙي آئي آهي. ٻڌوائم ته مڙسس سموءَ جي مٿان ڪيس به ڪيو آهي. رن پنهنجا ته ٻار روليا پر سموءَ جو به سر ٿيندي. هاڻ ته الائجي ڇا ٿيندو ۽ منهنجي ٻارن جو الائجي ڪهڙو حشر ٿيندو. امان ڏي ڏيندي چيو، ادي توڻ الله تـي رک رب مڙيئي چڱي ڪندو.

پر چوندا آهن ته عشق آهي ڦشق، انهيءَ جي به درياه جي لاهه ۽ چاڙهه وانگر خبر ٿي نه پوندي آهي. ڦاپوءَ تان به نه جڏهن عشق جو ڀوت لهي ويندو تـه پوءِ ويٺي هٿ مهٽيندي ۽ ٻچن لاءِ ويٺي ريهون ڪري لڙڪ لاڙيندي. سموءَ مون کي ڪهڙا سک ڏنا آهن جو هن ٻاچوڪڙ کي ڏيندو. بس هينئر به سهري سان گڏجي آئي آهيان. ويچارو مڙهو رات ڏينهن مزوري ڪري پيو منهنجن ٻچن جو پيٽ پري ۽ هـو بيحيا ٿيو ٻوڙهي ٻيءَ جي ڪمائي ڀاڻ بـه پيو کائي ته رن کي به پيو انگل ڪرائي. ميٺي بـه ماٺ ته مٺي به ماٺ. مون واري سس تـه بس منهنجو جيئڻ حرام ڪري ڇڏيو آهي، چئي ٿي ته ڪيندءَ ته طلاق ڏياري ڇڏيندي سانءَ. هيڏانهن ٻاهه هوڏانهن ٻاٽي وڃان ته ڪيڏانهن وڃان.

ايتري ۾ چاچي معمومه جو پيءُ ننڍڙي کي ڊاڪٽر کي ڏيکاري وٺي آيو ۽ پوءِ هو هليا ويا. هن ڳالهه کي به اڃا سال کن ٿيو.

هڪڙي ڏينهن بابي امان سان ڳالهه پئي ڪئي ته جيڪو ڪيس، چاچي معمومه ۽ بابي ۽ ڏاڏي تي قاپوءَ جي مڙس ڪيو هو سو چاچي معومه کٽيو. جو ته انهيءَ ڪيس ۾ جج کي منهنجي ڏاڏي چيو ته سائين آءٌ اڄيءَ ڏاڙهيءَ سان ڪيئن پنهنجي پٽ ۽ ساليءَ جي پٽ کي وٺي وڃي ٻيڙو ڪم ڪرائيندس، پنهنجا سنها ٻچا دربدر ڪندس. ڏاڏي جي بيان تي جج ڪيس ڪوڙو ڪري ڪڍي ڇڏيو. جو ته ڏاڏي کي اصل ڳالهه جي ته خبرئي ڪانه هئي ته ڪا معومه رن ٻچائي هئي ۽ نه وري ڪا ڳوٺ مان ڀڄڪ ٻاهر نڪتي. ڳالهه ڪم سم ٿي وئي. نه تو ٻڌي نه مون.... پر چاچي معومه رن ٻچائي هئي ۽ هو ڏوهاري هو. امان چيو، ميان شڪر ڪر هنن ٻچن جي صدقي ۾ ايڏي وڏي ڏهي مان ڇٽي ويئين. پر ادي معومه کي رب ضرور ٻيڙو ڪندو. هن ڪڏو ڪم ڪيو آهي ۽ معصوم ٻارن کان ماءُ کسي اٿس. مائي جا ٻار رات ڏينهن ماءُ لاءِ رڙيون ڪريو پيا ٻاڪارين ۽ واجهائين ته امان ڪڏهن ٿي اچي. بابا چيو هاڻ چپ ڪر، ٻچين کي ٻـه ڪن آهن، متان ڪنهن کـي ڪٿڪ پئجي وڃي ته ٻانهن معومه وٽ آهي. امان ويچاري چپ ٿـي وئي. ڪجهه مهنن کان پوءِ چاچو ممو بابا وٽ آيو. منهن لٿل ڏيرو جڻ سالن کان جهڙو سلهه جو مريض. بابا چيس، ادا خير ته آهي ڪيس به ختم ٿي ويو هاڻي ته مڙس ماٺهو ٿـي ڳٺتين کي ڪٺي ڇڏ. چاچي کان اوچنگار نڪري وئي. بابا حيران ٿي ويو. چاچو ڳالهه ڪندو ويو ته ڪيئن قاپل پن جيئن سان ٿي ۽ رات ڏينهن ڊپ ۾ ڪوليءَ ۾ پئي هوندي هئي، نه ڪاڏو نه پيتو. ويٺـي ٻارن کـي ياد ڪريو روئندي هئي، چوندي هئي، معومون کي ٻچڙا ڏاڍو ٿا ياد پون، رڳو هڪ ڀيرو سندن منهن ڏيکار، آءٌ هن لاءِ سڪي سڪي ڦٿڪي ڦٿڪي مري وينديس. آءٌ چوندو هوسانس ٻچا ڪريان ڳالهه هٿن مان وٺي نڪري، نه توکي ظاهر ڏنو ڪري سگهان ۽ نه وري توکي

ٻارن سان ملائي ڏو سگهان، ڀاڻ ٻئي جيئري ئي جڻ مري ويا آهيون.
بس ڦاٽل اڇي ويم جي ويجهو ٿي، ٻپ کان ڏاڍي بہ نہ گهرايم تہ
متان ڦاٽ ڦاٽي پوي ۽ وري ڪيس نہ اٿلي ڳچيءَ ۾ پويم. پوءِ تہ
سورن وکهي لڇندي ڦٿڪندي ڪٿي دم ڏنائين. ٻار بہ پيٽ ۾ ئي
مري ويو. بس ٻانُو ڳالهہ ئي نہ پڇ تہ مونتي ڪهڙو ويل وهيو، سڄي
گهر جون وايون بتال ٿي ويون تہ لاش ڪيڏانهن کم ڪريون. بس
ان ويلي خدا ڪٿي منهنجن ٻچن جي صدقي ۾ منهنجو سهرو جيڪو
منهنجو سڳو چاچو ٻڻ هو، سو جڻ رحمت جو فرشتو ٿي آيو. هو
آيو هو تہ پٽ جي شاديءَ لاءِ هنڌ ڏيڻ ڪٿڻ. ڇو تہ ٻهراڙين ۾
جڏهن شاديون ٿينديون آهن تہ هنڌ ڏيڻ پرپاسي جي ڳوٺن ۽ مٽن
مائٽن سان وٺبا آهن. پوءِ تہ نڪا ڪيم هم نڪا تم پٽڪو لاهي
ڪٿي چاچي جي پيرن تي رکيم ۽ چيومانس هاڻي ڪيئن بہ ڪري
مونکي عذاب کان ڇڏائي نہ تہ ڦاسيءَ چڙهي وينديس. هي ننڍڙا
معصوم رلي ويندا. بس پوءِ تہ چاچي لاش ڪٿي ڏکي ڳاڏيءَ ۾ رکي
مٿان هنڌ ڏيڻ رکي آڌيءَ رات نڪري ويو. لاش کي ڦليليءَ جي
اوجهڙ پاسي وڏو پٿر پيٽ سان ٻڌي ٻوڙي ڇڏيو ۽ اهڙي نموني
ڪنهن کي بہ ڪل ڪانہ پيئي تہ سڄو سال ڦاپو ڪا هت رهي.
مون جڏهن اها ڳالهہ ٻڌي تہ منهنجي اکين اڳيان ڦاپوءَ جا
معصوم ٻارڙا ٻاڪاريندا ڦرڻ لڳا ۽ سوچڻ لڳس تہ اهي ٻار هاڻي
ڪڏهن بہ پنهنجي ماءُ کي نہ ڏسي سگهندا. دکڙي چاچي مموءَ
ڇا مان ڇا ڪري ڇڏيو. بس پوءِ تہ مونکي چاچي مموءَ کان هميشه
لاءِ سخت نفرت ۽ تڪار ٿي پئي. هو جڏهن بہ اسان جي گهر ايندو
هو تہ آءٌ سواءِ ڪيڪارڻ جي اٿي ويندي هيس. مونکي ائين لڳندو
هو تہ هڪڙو خوني منهنجي گهر ۾ اسان سيني کي قتل ڪرڻ آيو
آهي ۽ پوءِ مونکي ٻپ کان سدائين تپ چڙهي ويندو هو. ●

(اصلوڪي)

# ورچي نه ويٺي

هڪڙي ڏينهن ضروري فون ڪرڻ لاءِ هوءَ پاڙي واري افروز جي گهر لڙي ويئي. جيئن ئي هن اڱڻ ۾ پير پاتو ته سامهون رڌڻي ۾ هڪ اڌڙوٽ مائي منجيءَ تي ويٺل ڏٺائين، جنهن اٽو پئي ڳوهيو. هوءَ سڌي صفحي ۾ هلي ويئي. افروز اخبار پئي پڙهي. تنهن اٿي هٿ ڏيئي ڪيڪاري وهڻ لاءِ چيو، ”اڄ الائجي ڪهڙو واءُ وريو آهي جو عيد جي چنڊ وانگر اوچتو ڪني ڪيڏي اٿئي؟“ افروز مرڪندي ڪيس چيو. هن به ٽهڪ ڏيندي جواب ڏنو، ”هرهر هلڪائي وڃڻ در دوست جي. پر ائين ڪونهي. سڄي سر تي اٿم، نوڪري کي منهن ڏيان، ٻارن کي منهن ڏيان وري موٽي اچي گهر جي ڪريان. هڪ پل به واندڪائيءَ جو ملئي نٿو جو ماڻهو ڪٿي ڪنهن هڪ جيڏيءَ جي گهران چڪر هڻي دل وندرائي اچي. اڄ به ڪاليج ڪونه ويس جو طبيعت ٺيڪ ڪانهي، سوچيم ته ماڻهو ته ڪو آهي ڪونه جو موڪل جي درخواست کڻي وڃي، تنهن ڪري لڙي آيس تو وٽ.“ ”جيءُ آئين ڀلي ڪري آئينءَ، فون جي بهاني سهي پر آئينءَ ته سهي. پنهنجو گهر اٿئي، هڪ فون ته ڇا سوين ڪر.“ افروز کلي چوڻ لڳي. ائين چئي هوءَ فون سندس اڳيان رکي صفحي سان نڪري رڌڻي ڏانهن ويئي. ڏهن منٽن ۾ چانهه کڻي آئي ۽ پوءِ ويهي چانهن جون ڇُسڪيون ڀرڻ لڳيون. هن ڪانئس پڇيو، ”افروز هيءَ مائي جيڪا اٽو پئي ڳوهي اها ڪير آهي؟“ ”ادي هيءَ ماسي ڪم واري آهي.“ ”آهين ڀاڳن واري. الائجي ڪٿان ٿي ٿئين سڄ نيون ماسيون هٿ ڪرين. ڪلهه ڪو ائين چيئي ته ادي هيءَ ماسي ڪٿي تون پاڻ وٽ بيهار.“ ”اٺي ادي مايون ڪي ستريون ڪونه ٿيو ملن، انهن ڪم وارين ماين جا ڏاڍا مان آهن. اڄ ڇهه مهنا ته اوڙي پاڙي ۾ ڳوٺن راڄن ۾ وڙول ڏيندي

آهيان، تڏهن مس ڪا ڪم واري ماسي ملندي اٿم. جيڪي مانديون
آهن سي وري ڏاڍيون مانائتيون، شانائتيون، تن جا مٿان وري ناز-
نخرا به سهڻا پوندا آهن. ڪڏهن ته وري ڪي هٿ جون ميريون
ته ڪي وري ڪم چور، ڪي ته مرڳو چورن سان مليل هونديون
آهن، جن جو تنتو ئي هوندو آهي ڪم جي بهاني سڄي گهر کي
اک تيٽ ڪري جانچي ڇڏڻ ۽ پوءِ سڄو احوال چورن کي ڏيڻ
۽ اوچتوئي اوچتو گهر هڪ تڪ سان ٻهاري ڇڏڻ. پر هيءَ ماسي
تمام سٺي آهي، نه هٿ جي ميري، نه وري گهڻي ڪرڻ واري، نه
ڪچهريءَ جي ڪوڏي، نه وري ٽنائڻ واري، خانداني مائي ٿي
ڏسجي. بس پنهنجي ڪم سان ڪم. سگهڙپائيءَ سان ٽڪڙو ڪم
لاهيو هلي وڃي.“ ”ڇو ڏکوئل آهي ڇا؟“ ”ها ادي مڙس کي
ڦاسي اچي ويئي. ويچاري ڇهن ٻارن جي ماءُ آهي، شاباس آهي سندس
همٿ کي، پورهيا ڪري پنهنجي ٻارن کي پالي ۽ پڙهائي. ماءُ پيءُ به
مري ويا اٿس. ٻه ڀائر اٿس ۽ هڪ ڀيڻ. ننڍو ڀاءُ انجنير آهي. وڏو
ڳوٺ ۾ ٻني ٻارو ۽ مال سنڀاليو ويٺو آهي. ٻنهي کي خدا جو ڏنو
سڀ ڪجهه آهي، پر هن جي ٻچن جي مٿي تي ڪنهن به هٿ نه
رکيو. سچ ته هن زماني ۾ ڪير به ڪنهنجو ڪونهي.“ ”نالو ڇا
اٿس؟“ هن پڇيو. ”سرهي“ اهو نالو ٻڌي هن جا ڪن اڀا ٿي
ويا. هوءَ نيءَ ۾ پنهجي ويئي. افروز ڪيس ويچار ۾ ڏسي چوڻ لڳي.
”ڇو! ڪنهن جو جهاز ٻڏي ويئي ڇا؟ ماسيءَ کي سڃاڻين ڇا؟“ هن
چيو. ”نه. سڃاڻان ته ڪانه ٿي پر لڳي ٿو ته مون ڪيس ڪٿي ڏٺو
آهي. الائجي ڪٿي ڏٺو اٿمانس ياد نٿو پوي، ٿي سگهي ٿو ته
ڪنهن ڄاڻ سڃاڻ وارن جي گهر ۾ ڏٺي هوندم. گهڻن ونجهارن
جي ڪري ڏاڍو وسارو ٿي پيو اٿم. ڪيترين ئي ڳالهيون وسريو
وڃن، پوءِ پٺي هين هن ڪان پڇندي وتان.“ اٿين ڇٽي هوءَ موڪلائي
اٿي هلي پر ويندي مهل وري به ڪنڌ ورائي مائيءَ کي ڏسندي ويئي.
جڏهن گهر جي ڪم ڪارڪان واندي ٿي هوءَ وڃي کٽ تي
ويٺي ته من ڪا اک لڳي پر ذهن تي سرهيءَ جو نالو اچيو پيهي،

انهيءَ اڻ تڻ ۾ ننڊ به نه پئي آيس. روح مان اصل ڳالهه ئي نه
پئي نڪريس. ور ور ڏيئي سرهي دل تي تريو اچيس ته ڪٿي ڏٺي
اٿم. اوچتو يادگيرين جي اونهي سمنڊ مان سرهي تري آئي. بس پوءِ
ته جهڙوڪر فلم اکين جي اڳيان ايندي ويس. پر ايئن ٿئو ٿي
سگهي. هوءَ سوچڻ لڳي. مون واري سرهي ته چڻ ڪوهه ڪاف جي
پري هئي، جنهن جون سهڻيون ڪئورن جهڙيون وڏيون اکيون
جيڪي سدائين بنا سُرمي جي ڪاريون ڪجليون پيون لڳنديون
هيون. ڇڻ بنهه هينئر سرمي جا ڪ پري اکين ۾ وجهي آئي هجي.
هوءَ ڪيس ڪلي چوندي هئي، "مٺي اکين ۾ سرمي جا ٽويا پريو ٿي
وجهين، پين لاءِ به ته ڪجهه بچائيندي ڪر." ته ڪلي چوندي هئي
ته، "نور مٺي جو سُنهن مون ته سرمو اکئين به ڪونه ڏٺو آهي."
سندس ڳاڙها ڳل جهڙا قنڌاري صوف، ڏند موتين جيان سنها ڳتيل.
هوءَ جڏهن ٽهڪ ڏيئي ڪلندي هئي ته چڻ سچليون ڪچ ڪوڏيون
پيون ڇڻ ڇڻ ڪنديون هيون. قد جي نه ننڍي نه وري ڊگهي، پوري
پني. هلندي هئي ته چڻ ڊبل پئي ٽلندي هئي. جهڙي ڪر پلٽي،
هٿ لاءِ ته ميري ٿي پوي. سندس ڪارا ڀونر جهڙا پنيا وار جڻ
واسينگ، سي گوڏن کان هيٺ پيا وڪڙ وجهندا هئس. اسڪول
جون ماستريائيون ته سندس وارن تي اکن ڇڪن هونديون هيون.
حرص مان پيون ڏسنديون هيون ۽ ڪانئس پيون پڇنديون هيون ته
سرهي وارن ۾ ڇا ٿي وجهين. هوءَ مرڪي ادب مان چوندي هئي،
استادا امان ٽموريون، پيرجا پن ۽ ميندي ڪڙي تيل ۾ ملائي وجهندي
اٿم ۽ ائين ڏينهن ميٺ تيل سان مٿو ڌوئيندي اٿم. پر هيءَ سرهي
ته اجهاميل اجهاميل، نيل، نستي، منهن جون هڏائيون نڪتل،
اکيون ڏرا ڏنل، رنگ دوهانئيل. هن کي ته سندس واري سرهي لڳي
ڪانه، جنهن سان هن ڇهه سال گڏ پڙهيو هو. هن جون اکيون
پرجي آيون. وقت انسان کي ڪيئن نه ڏکن جي گهاٽي ۾ پيڙهيو
ڇڏي. انسان ننڍپڻ کان وٺي جوانيءَ تائين ڪيڏا نه سهڻا خواب

ڏسندو آهي پر جڏهن سندس خواب جو تعبير اُبتو ٿيندو آهي تہ
اهو انسان عرش تان اچي فرش تي ڪرندو آهي ۽ پوءِ ڀڄي ڀورڀور
ٿي ويندو آهي. جيئن اڄ ڪلهہ جا ان بريڪ ٻُل گلاس. هڪڙي
ڏينهن هن سرهيءَ کان پڇيو، سرهي هاڻ اڳتي پڙهڻ لاءِ ڇا سوچيو
اٿئي. سرهي ٿڌو ساهہ ڀري چيس، "ادي اڳي تہ هو بابا سرهيات
جنهن جي زور تي پئي ڪونٽل ڪڍايم. هاڻ تہ آهيان پَرَ وس.
ڀائر الائجي پڙهائين يا مر ڳو وٺي وڃي ڪونن ۾ قيد ڪن." هوءَ
ماٺ ٿي وئي. اسڪول جي گهنڊ لڳڻ تي پنهنجي پنهنجي گهر ويون
هليون. اها سڄي رات هن پاسا ورائيندي ۽ سرهيءَ جي پڙهڻ جي
ڳڻتيءَ ۾ گذاري ڇڏي. ڇو تہ سندس پيچ سرهيءَ سان اهڙو تہ
پختو پئجي ويو هو جو هن فيصلو ڪيو تہ سرهي نہ پڙهندي تہ آءٌ
بہ ڪونہ پڙهنديس. انهيءَ وچ ۾ نوريءَ جي پيءُ جي ٻي شهر ۾
بدلي ٿي وئي ۽ ڪيئن سال گذري ويا. نہ سرهيءَ جي ڪيس خبر
پئي نہ وري سرهيءَ کي سندس. سرهيءَ جو پيءُ تہ پنهنجي وڏن
جون ريتون رسمون ٽوڙي شهر ۾ لڏي اچي رهيو هو تہ هو ٻارن کي
پڙهائيندو. هين سرهيءَ کي ٻہ ڀائرن سان گڏ پڙهائي فائنل پاس
ڪرائي. پرچوندا آهن، ٻڌي جي من ۾ هڪڙي تہ رب جي من ۾
ٻي. سرهي بابت سوچيندي سوچيندي الائجي ڪيڏي مهل هن جي
اک لڳي وئي. جڏهن هوءَ پنجين بجي اٿي تہ پٽس کيس ٻڌايو تہ
"امان هڪڙي غريب مائي توسان ملڻ آئي هئي. مون کيس ڇهين
بجي اچڻ جو چيو آهي." هن سوچيو ڪا ضرورتمند مائي هوندي،
ڇو جو ڪڏهن ڪي پاڙي جون غريب مايون ڪانئس اُڌار
سڌار يا ڪنهن نہ ڪنهن ڪم لاءِ پيون اينديون هيون. جڏهن شام جا
سوا ڇهہ ٿيا تہ در تي ٺڪ ٺڪ ٿي. هن پڇيو ڪير، تہ جواب آيو
"سرهي" هـن جيئن ئي در کوليو تہ هـوءَ کيس ڀاڪر وجهي
اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳي. هـن کيس دلداري ڏيئي اڱڻ ۾ پيل
کٽ تي ويهاريو. هوءَ اکين مان لارون ڪري نڪتل ڳوڙهن کي
اگهندي رهي. هن کيس پاڻيءَ جو گلاس ڏنو. هوءَ ٻڪ ساهي پاڻي

ٻي وٺي ۽ ٻوه ڏڏو ساهه ڀري چوڻ لڳي، ”تو مونکي ڪونه سڃاتو نه؟“ هن چيو، ”ڀلا ٻين ته برابر ڪونه سڃاتم پر گهر اهي ڪم-ڪار لاهي ليٽيس ته تون الائجي دل جـي ڪهڙيءَ ڪنڊ مان نڪري آئينءَ. تون ٻڌاءِ تـه سهي تنهنجا ڪهڙا حال ڪيئن ٿيا.“ چيائين، ”نوري ڳالهه ٿي نه پڇ ته هنن گذريل سالن ۾ مون تي ڇا وهيو.“ پوءِ ته اهي ڳالهين ۾ پيون. هن ٻه ڪانئس حال احوال ورتا. نوريءَ ڪيس ٻڌايو ته هينئر هوءَ ڪاليج ۾ ليڪچرار آهي. گهر وارو گذاري ويو. ٻه ٻار ڌيءَ ۽ پٽ اٿم. الله سائين بابي مرحيات کي جنت ۾ جايون ڏي جو مونکي پڙهايائين، اڄ اها تعليم جيڪا سونن مينن ڪان مٿين وڌ هئي سا ڪم آئي. سرهيءَ ٻه ڳوڙها ڳاڙيندي ڪيس ٻڌايو ته، ”آءٌ ته نندي لاڪر ڪان ئي نيا ڳي هيس. ابي جي مرڻ ڪان پوءِ ڀائرن مون کي ۽ امان کي وٺي ڳوٺ ڇڏيو. منهنجي چاچي جو گهر بـه اتي هو. وڏي ڀيڻ چاچي جي گهر ۾ پرٽيل هئي. امان بابي مرحيات جي حياتيءَ ۾ سلائي ڪندي هئي. بابي شهر ۾ هڪ مشين وٺي ڏني هيس، سو مڙيئي وقت پئي گذريو. ننڍو ڀاءُ پڙهڻ ۾ هوشيار هو سو وڃي انجنيئر ٿيو. ۽ وڏي ڀاءُ جي بابي جي اوچتي وفات ڪري پڙهڻ تان دل ڪٽي ٿي پئي. تنهن ڳوٺ ۾ ٻني ٻارو ۽ سـال سنڀاليو ۽ ڀيڻ جـي ٻـدي ۾ ورتل سوٽ سان شادي ڪيائين. ننڍي ڀاءُ شهر ۾ پنهنجي ڏٺي تي شادي ڪئي. مون گهڻو ئي ڀائرن کي چيو ته ادا ڳوٺ ۾ ڇوڪرين جـو اسڪول آهي، جي نه اتي نوڪري ڪريان، تـه ٻنهي ڀائرن هڪ آواز ۾ چيو ته، ”اهي ڏينهن ڪاٿي آئين، جـو اسين ننڍا هئاسين ۽ بابي جي اڳيان اسان جي دال ڪانه ڳرندي هئي، هاڻ گهر ڪان ٻاهر پير ڪڍي ڏس، ٽنگون ڀڃي ڇڏينداسين، هلي آهي ماستري ڪرڻ، اتي گهر ۾ رڪو سکو کايو ويٺي الله الله ڪر.“ امان ته اڳئي نماڻي ٻوڙهين جي پيڙهيل جهڙي گونگي گانءِ سا ويچاري ڪجهي جوڙي پت، جـو ته وچ ڪڏي ڪيري ٿي.

هڪڙي ڏينهن ابي جو ٻري جو مرڻ اچي نڪتو. ٻه ٿي

ڏينهن ٿڪيو ۽ پوءِ هليو ويو ڳوٺ. مون امان کان پڇيو، ”امان
هيترا ڏينهن هي بابي جو ماتم ڪٿي هو؟ گهٽيئي ماتم پيا ايندا
ويندا آهن، پر هن کي ته مون ڪڏهن به ڪونه ڏٺو.“ امان جواب
ڏنو، ”پٽ هي سدائين ڪمن‌ڪارين ڪري ماڻهن کان پري رهيو
آهي. مون به اڄهو هاڻ ڏٺو اٿمانس، ٻاٽي کان تنهنجو سڱ گهريو
اٿس.“ مون چيو، ”امان ادا ڇا چيو.“ ”پٽ ٻاٽي هائو ڪئي آهي.
اڳئين جمعي تـي تنهنجي شادي آهي.“ اها ڳالهه ٻڌي آءٌ ڏڪي
ويس، ته آئون ٻائرن تي ڇڻ بار آهيان، جو نه ڪيائون پڙهي، نه
مڱڻو، نه ونواهه. بس ڇڻ هڪ پريءَ جيان مٿي تان لاهي اڇلائين
ٿـا. امان چيو، ”پٽ تون دل ڇـو لاٿي آهي. سڄي هارجي وئين
آهين، ٻلي خدا ڪري منهنجي جيئري پنهنجي گهر واري ٿين، جيئن
مرڻ مهل سڪرات سولي ٿيم. نـه تـه تنهنجو ڪنڌو دل ۾ پيو
ڇيدم.“ مون ڪٿي حيا کان ڪنڌ هيٺ ڪيو. بس اٿين الين ڏينهن
اديءَ وڏي ديڳ پت جـي لهرائي مٿي تان بـار لاهي ساهري گهر
اماڻي ڇڏيو. اتي وڃي ڏٺم ته مارا! هت تـه ڳالهه ئي اور لڳي پئي
هئي. ٽي ڏيراڻيون ۽ هڪڙي ڀاڄ. ڳاٽ ڪٽيو ويٺيون هيون. خير
ٻهرين رات ته گذري. جڏهن صبح ٿيو ته منهنجي وڏي ڏيراڻي چوڻ
لڳي، ”مائي ماڻهن تـي بار هئينءَ يا سندن اٿو ڪٿو هونءَ جو تـو
جهڙي سدا ملوڪ ڌيءَ کي ڀاڄ تي ڏنائون. تنهنجي ڀاڄ به مڙس
جو ڪٽيو ڪونه ڪاڏو، ڇو ته مڙسهين ته نامي گرامي رهزن چور آهي.
هي به ڏينهن گهر ۾ ته سالن جا سال جيلن ۾. اها ڳالهه ٻڌي هاٿو ۾
ڌڪ لڳي ويم. ڪيهان جهڙي پت. ڇـا چوان، ڪنهن کـي چوان
ڪنهن در دانهن ڏيان. مون سان اهو ناحق ته پنهنجي ابي جي پٽن
ڪيو. نـه ڏٺئون تـر نـه ٻـر. ڏينهن گذرندي ويرم ئي نه لڳي. اڃا
ستاوڙو مس ٿيو ته گهوٽ کي پوليس خون جي ڪيس ۾ ٻڌي وئي.
پوءِ ته بس ڏيراڻين ٿياڻي ڪنيو، رات ڏينهن پيون طعنا ٽنڪا ڏينديون
هيون ته نياڳي آهي. ڇنڊيءَ ايندي ئي مڙس جو سر کنيو. ويڪون
به ڪيڏنديون هيون ۽ سڄي گهر جـو ڪم به پيون ڪرائينديون

هيون. تون مهيني کان پوءِ پٽ ڄائو. اسان ڪڏهن اهڙو
پيرو ڪريو، منهن ڏيکاريو ويندي هئي. نه ته ڀائرن ته لڙي به ڪونه
ڏنو. الائجي مون کان ڪهڙو گناه ٿيو هو. انهي وچ ۾ مڙس پوليس
کي خرچي ڪرائي ڪورٽ ويندي گهران ٿيو ويندو هو. اهڙيءَ
طرح چار پار ٿيا. هڪڙي ڏينهن خبر ملي ته مڙسَ کي ڦاسي ڏنائون.
پوءِ ته گهر ۾ پائيتال مچي ويو. هاڻ ته گهر جا ڀاتي وڏيڪ ڇپ
پنجي ويا، ڪڏهن ڏاڻ، ته ڪڏهن چنڊي پيا چوندا هئا. پر اهي
سڀ سور هنن ٻچڙن جي ڪري پئي سهندي هيس. پر دل ۾ سدائين
پئي سوچيندي هيس ته هڪ ڏينهن ضرور ماستري ڪري هنن ٻچن
کي پڙهائينديس. پيٽ ته ڪتا به پيا پاليندا آهن، هڪ ڏينهن
اوچتو منهنجو وڏو ڏير به گذاري ويو. ٿورو گهڻو آسرو هو سو به پورو
ٿي ويو، باقي ننڍن ۾ افعال ڪونه هو جو مونکي سنڀالين، چو ته هو
زالن جا مچو هئا. هاڻي ته ڏاڍي اچي تنگ ٿي پيس. امڙ به وڃي
رب کي رسي. سو هڪ ڏينهن همت ڪري ڏيرن کان موڪلائي
انجنيئر ڀاءُ جي گهر شهر ۾ آيس. ڀاءُ سان حالي احوالي ٿيس. جنهن
چيو، "ماني تنهنجي ڀاڳ ۾ لکيوئي اهو هو، اسان ڇا ٿا ڪري
سگهون. هاڻي جي آئي آهين ته وڃي نڪر ڪائج. ڀاڄائين به اڪيلي
ٻارن کي منهن نٿي ڏيڻي سگهي. تون هٽ پئي ونڊائج." پوءِ بنگلي
جو سرونٽ ڪوارٽر ڏنائون جتي ٻار وٺي وڃي وهاريم. ماني نڪر
پيو ملندو هوم. پر غيرت ڪري اها ماني مونکي وهُ ٿي لڳندي
هئي. ائين به ٽي مهينا گذري ويا. هڪ ڏينهن ڀاءُ کي چيم، "ادا
آءٌ ٻارن کي پڙهائينديس، هنن کي اسڪول ۾ داخل ڪرائي ڏي."
منهنجي ڀاءُ کي ڄڻ ڏينهوءَ ڏنگي وڌو. چوڻ لڳو، "ماني رهڻو
ائي ته رهه، نه ته وٺ گس کي. هڪڙو ته پنهنجي ڄڻن کي ڪارايان
پيو وري پڙهايان." مونکي ڏاڍو ڏک ٿيو. آءٌ پنهنجي براڻي پاڙي ۾
ٻار وٺي ماسي "حلوءَ" جي گهر هلي ويس. تنهن چيو "امان تون
منهنجي ڌيءَ آهين هي گهر پيو ائي. پنهنجو ڪري سمجهه دل نه
لاهه، همت کان ڪم وٺ. چوندا آهن ته هڏندڙ کي بوڙي جو

سهارو ملندو آهي تہ پاڻ بچائڻ لاءِ انهي کي ڇڪي ڪٺي جهليندو آهي. سو مون بہ ڪٺي ماسي هلوءَ جو سهارو ورتو ۽ سندس گهر رهڻ لڳيس. ماسي هلو چار درجا سنڌي ۽ قرآن شريف پڙهيل هئي، سو ماسي هلوءَ وٽ پاڙي جا ٻار قرآن شريف پڙهڻ ايندا هئا. هاڻي منهنجا ٻار بہ ماسي هلوءَ وٽ پڙهڻ لڳا ۽ آءٌ پورهيو ڳولڻ لاءِ ماڻن سان لهہ وچڙ ۾ لڳي ويس. ڇو تہ ويهي کائيندي تہ کوہ بہ کٽي ويندا. هاڻي ڇهن گهرن جو ڪم ڪندي آهيان. ٻار اسڪول ۾ پڙهن پيا. گل ذهين ۾، سوني نائين ۾، افضل اٺين ۾ ۽ مارل ڇهين ۾. وقت ويندو گذري ۽ ٻار پڙهي پوندا. ڪچهري ڪندي ۽ پراڻيون ياد ڪيرين کي ساريندي اڌ سج لٿو. سرهي بہ موڪلائي گهر هلي وئي. ۽ هوءَ سندس ٻارن جي باري ۾ سوچيندي رهي تہ سرهيءَ جا ٻار پنهنجي ڪوڙي شان ۽ انا کي ڇڏين ها تہ اڄ سرهي ڪر ڪٺي تہ ڪٺي ماستري ڪري ٻارن کي پٺي پالي ۽ پڙهائي ها. هيئن در در جا ٺانوَ ٻهاريون ڪونہ پئي ڪري ها.

ائين ڪيترائي سال گذري ويا. هڪ ڏينهن نوري پنهنجي ڪنهن مائٽياڻيءَ کي اسپتال ۾ ڏسڻ وئي تہ اتي ڏسي تہ ساڳي ڪر سرهي ڊاڪٽري واري ايپرن ۾ اسٽيٿڪوپ هٿ ۾ ڪنيو، ٻين ڊاڪٽرن سان ڪنهن مريضہ جي تپاس پئي ڪيائين. هن کان رهيو نہ ٿيو وڃي سندس پاسي کان بيٺي ۽ پنهنجي مائٽياڻي جي بستري جو پڇڻ لڳي. جڏهن ڊاڪٽرياڻي مون ڏانهن نهاري وارڊ نمبر ٻڌائڻ لڳي تہ هوبهو ساڳي سرهي جنهن ساڻس ست درجا سنڌي پاس ڪيا هئا ۽ هاڻ ماڻهن جا ٺانو ٻهارا پئي ڪندي هئي. هن ڪيس چيو، ”امان تون سرهيءَ جي ڌيءَ سوني تہ ڪانہ آهين؟“ ڊاڪٽرياڻي کلي چوڻ لڳي، ”ماسي تون مون کي سڃاڻي ٿي؟“ ”ها! امان آءٌ تنهنجي ماءُ جي ننڍي هوندي جي ساهيڙي آهيان. اسان گڏجي پڙهيو هو، پر قسمت جي ڳالهہ آهي، لکئي کي ڪير بہ ليڪو ڏيئي نٿو سگهي.“ امان ڀلا ماڻهين ڪيئن آهي، ڪٿي آهي، اڃا بہ ڪانہ ٿي. هوءَ ڀڪ ساهي ڇئي ويٺي. ”ماسي امان تہ هاڻ گهر ۾ ويٺي

آرام ڪري. جڏهن ڪان آءٌ ۽ ادا نوڪريءَ تي چڙهيا آهيون ته امان ڪي اسان گهر ۾ آرام ڪرڻ لاءِ وهاري ڇڏيو آهي، هن اسان لاءِ ڪري ڏاڍا پورهيا ڪيا آهن. ادا وڏو به ڊاڪٽر آهي سندس شادي به ٿي وئي، ڪيس به ٻار آهن جيڪي امان جي اڳيان پيا رانديون ڪندا آهن. امان به پوٽي ۽ پوٽيءَ کي ڏسيو پئي نهال ٿيندي آهي.“ پوءِ هوءَ موڪلائي مريضه کي ڏسڻ وئي ۽ سوچيندي وئي ته انسان جيڪڏهن ڪنهن به ڪم يا مقصد لاءِ لڳاتار محنت ڪري ٿو ته هو هڪ ڏينهن زندگيءَ ۾ ضرور ڪامياب ٿي پنهنجي منزل ماڻي ٿو. ●

(ترجمو) جيلاني بانو

# ايمان جي سلامتي

"حافظ سڳورو آيو آهي!" زرينه امان وڏيءَ جي ڏڏنڊڙ مٿي کي جهلي سندس ڪن ۾ گهڙندي ڪيس ٻڌايو.

حافظ جي اچڻ جي خبر ٻڌي امان وڏيءَ جو ڪپهه جهڙو اڇو مٿو وڌيڪ ڏڏڻ لڳو. هن پنهنجي ناس جي دٻي وهاڻي هيٺان لڪائي ڇڏي. حمائل شريف رحل تــي رکي پنهنجي اڇين ڀنڀڻن تان وهندڙ پاڻي اگهي ڪٽ تان چادر لاهه هٿو رازيون ڏيڻ لڳي.

پوئس سليم ڪي امان وڏيءَ جا اهي نخرا اصل ڪونه وڻندا هئا: ٥٧ سالن جــي عمر ۾ ڀنگيءَ ۽ پخاليءَ کان ٻــڙدو پيو ٿئي. حافظ سڳوري جــي اچڻ جــو ٻڌي چادر پيئي ڳولجي، ڪيڏانهن وڃڻو هجي ته ٽانگي تي ٻڙدا پيا چڙهجن. عورت ڪٿي امان وڏيءَ وانگر سڪل ڪارڪ جهڙي ٿي پوي ته به خوش فهمي اصل ڪانه لهندس. پلا ڪا حد به هجي. حافظ سڳورو ويچارو پاڻ اکين کان سچو، ڪنن کان ٻوڙو، پر امان وڏيءَ سندس اچڻ جــو ٻڌي ائين چرڪ وٺي پرپو ڄڻ سندس سگهيندو ڪيس ڏسي پسند ڪرڻ آيو هجي.

سليم جي ڀٽ ڀٽ ڪندڙ چپن ڪي ڏسي امان وڏي سمجهي ويئي ته ڪيس نصيحت پئي ٿئي.

"ميان صاحب، زال ذات تي قبر جا ٣ ڏينهن به ڳرا ٿا ٿين. سڄي عمر ڪنهن ڌارئين مرد جي منهن نــه پياسين. سو هاڻ وري ڪو تنهنجي پيٽن وانــگر مٿو اگهاڙو ڪري سينو ڪڍي ٻــاهون هٿندي وتندبس ڇا؟"

حافظ سڳورو ته هونئن به سندن دشمنن مان هو. امان وڏيءَ وارن جي ڪاري ڪوهه وارن سان پراڻي دشمني هئي. اهــا دشمني ان ڏينهن کان وٺي هلندي ٿي آئي، جڏهن حافظ سڳوري جي تــڙ

ڏاڏي امان وڏيءَ جي پڻ ڏاڏي جي پٺيءَ ۾ زبردستي پوک ڪرائي هئي. انهيءَ دشمنيءَ مان ايتريون شاخون نڪتيون ۽ ڳالهه وڌي وڃي ايستائين پهتي جو امان وڏيءَ جي ڏاڏي حافظ سڳوري جي ڪنهن وڏي ڪي وچ رستي تي بيهي چيو، ”اڄ کان وٺي امان جي ڪاري ڪوهه وارن سان پائيچاري ختم آهي. جيڪو پنهنجي پيءَ جو تخم هوندو سو اوهانجي در جو پاڻي ڪونه پيئندو.“

اها ڳالهه ان زماني جي وڏن جي وات مان نڪتي هئي جڏهن وڏا يوناني ديوتائن وانگر ڪائنات جون سڀئي چاٻيون پنهنجي هٿن ۾ رکندا هئا. تنهنڪري سڀني پوين انهيءَ ڳالهه کي حديث شريف وانگر پاڪ سمجهي انجي پيروي شروع ڪري ڇڏي. مرڻ کان مري ويا پر نه پنهنجي جائي هنن کي ڏنائون نه وري سندن ورتائون.

هونئن جيڪڏهن در در جي سامهون آهي ته شادي غميءَ تي هڪ ٻئي وٽ وڃڻو ئي نه پوي. پاڙي وارن سان ورڻ ۽ ڪڏجڻ جون رسمون پاڙيون پون ٿيون. ٻار ساڳين اڱڻن تي لڪ لڪوٽيون پيا ڪيڏندا هئا. جوان وري هڪ ٻئي کان دوستيءَ ۾ ڪوهه کڻڻ لاءِ آتا هوندا هئا. وڏڙا به مٿين دل سان پاڻ ۾ ملندا هئا پر ڇٽن ماڻهن ۾ ڳنڍ وجهندا هئا ته هڪ ٻئي جي لاڳ لاهڻ کان ڪين مڙندا هئا.

حافظ سڳورو اسيءَ جي وڪڙ ۾ هو. اڳئين زماني جا ڪاڏا خوراڪو پيٽ ۾ هئس، تنهنڪري هن عمر ۾ به لٺ جهلي گهٽي مٿي ٿي ويو. وساميل ڏيئي جهڙين اکين تي پڳل ڪمانين واري عينڪ چاڙهي ماڻهن کي سڃاڻڻ جي ڪوشش پيو ڪندو هو.

هٿن پيرن ۾ ڏڪڻي، قبر ٻئي سڏيس ۽ هو جهڪندو پئي ويو. مٿان وري دم جي بيماريءَ ته هڪ منٽ به آرام سان وهڻ نٿي ڏنس. هر وقت لوهار جي ڌمڻ پئي هلي. سمجهو ڪٿي ته عزرائيل کان ڳوهي ڪائي لڪي ويٺو هو.

پر اڄ امان وڏيءَ جنهن ڳالهه لاءِ ڪيس سڏايو هو، تنهن

سندس ڏريل رت کي به ٿهڪائي ڇڏيو هو. ايترو تہ جوش هئس جو هوڏانهن کٽ تان چرڻ کان لاچار هو ۽ هيٺر هڪ پاسي کنهن پار جي کلهي تي پانهن رکي ٻئي پاسي لٽ تي ٽيڪ ڏئي اسان وڏيءَ سان ملڻ لاءِ اچي نڪتو هو. تڪڙ تڪڙ ڪري اندر گهڙيو تہ اسان وڏيءَ جي ننڍي ننهن ڪيس پانهن مان جهلي اڳيان ڪس ڏيکارڻ لاءِ وڌي آئي. پر هن سندس هٿ کي ٺيلهو ڏئي ڇڏيو: "ابا، هي گهر منهنجي لاءِ نئون ٺورو ئي آهي. اسان هن اڱڻ ۾ اٺي ڏکر رانديون ڪيون آهن."

حافظ سڳوري جي انهيءَ ڳالهہ تي سڀني کي کل اچي ويئي. اهو يقين ئي نٿي آين تہ ڪو حافظ سڳورو بہ کڏهن ٻار هوندو.

"خوش تہ آهين؟" هو پاڻ جو ڪنڌ کان ڇٽ هو تنهن کري ايترو ڏاڍيان ڳالهائيندو هو جو پيو پوڙو بہ ٻڌي وٺي.

پوڙي اسان وڏي بہ هڪدم جواب ڏيڻ لاءِ پنهنجو پيو وات کوليو: "خوش هونديس تہ کهڙا ڦاڙها ماريندس. هيٺر جهڙي آهيان تهڙي ناهيان. اسان لاءِ تہ موت بہ نٿو اچي."

هن پنهنجي هيڏانهن هوڏانهن ڏڏندڙ مٿي کي وهاڻي تي ٽيڪ ڏني ۽ پوءِ سوچڻ لڳي تہ ڀرين پنهنجي دائمي ڪنگهہ جو حال اوريان يا دل جي دوري يا پيرن جي سوڄ جي شڪايت کريان يا وائي سور جي.

"الله!" حافظ سڳوري کي کٽي پلنگ تي سڻيائون تہ کانئس دانهن نکري وئي ۽ هو وڏا وڏا ساهہ کڻڻ لڳو.

"آهين سچي! پنهنجو ڏيم بہ اچي هاڻ پورو ٿيو آهي هاڻي تہ الله کي اهو ئي سوال آهي تہ شل ايمان جي سلامتيءَ سان هتان اسائي. ايمان آهي تہ هلي سوا ڪنڌيءَ ٽينداسين." ايتريءَ ۾ هڪڙي نوڪرياڻي چلم تازي ڪري آڻي اڳيان رکيس ۽ نڙ کٽي هٿ ۾ ڏنائينس.

اسان وڏي سچي ڳالهہ نہ سمجهي. رڳو هڪ پڪو دنيا سان وڃڻ جو ڪن تي پيس.

"ٻيو وري ڇا! آخر زمانو اچي ويٺو آهي. هيڏا ڪم پيا ڏسون ته به اڃا پيا جيئون!"

هوءَ ماٺ مٺيءَ ۾ ناس جي دٻي لاءِ هٿوراڙيون ڏيڻ لڳي جو اوٻاسين اچي ساهه منجهايو هوس.

"بس هوندس ڪو مطلب!" حافظ سڳوري هٿ وڌائي نڙ ڪٽي چلم مان ڦوڪ ڀري دونهون ڪڍندي "نمرود جي بادشاهيءَ کي باهه ڏيئي ڇڏيائين. هي ته آسمان کي ٽنگ پيا ڪن. ڏسج ويٺي، ڪهڙو قهر ٿو نازل ٿئي!"

ڳالهه پوري ڪري ائين ڪٽي ماٺ ڪيائين، جهڙوڪ نازل ٿيڻ جو انتظار ٿي ڪيائين.

"اي، ڪو هي قهر وري گهٽ آهي ڇا؟" امان وڏي هٿ اڇلي آڱر چپن تي رکي چيو. "ڇوريون پنهنجي وات سان گهوٽ گهريون پيون وٺن!"

حافظ سڳوري اوچتو ڇرڪ ڀريو. نڙ هٿ سان ڪري پيس.

ڄڻ انهيءَ قهر جو پهريون پٿر مٿانئس اچي ڪريو هو. هيءَ ته امان وڏيءَ کيس ظاهر ظهور ٿيڪ ٿي هئين. اڃا هن پهريون ڌڪ پئي سهسايو ته امان وڏيءَ وارو ٻيو ڏنو: "هاڻي اهي ڏکيا نڪ ڪيڏانهن ويا جيڪي ٻڌين کي نڪر پيا هڻندا هئا. جوان جماڻ ڪلندا ڪڏندا مري ويچن. امان کي الاجي ڪهڙن ڏينهن ڏيکارڻ لاءِ ويهاريو ويٺو آهي."

حافظ سڳوري کي ڪنگهه ڪجهه چوڻ ئي نه ڏنو. رڳو ٻيوسيءَ سان هٿ اڇليندو رهجي ويو.

امان وڏي سچ پچ جيئڻ کان بيزار ٿي ويٺي هئي. زندگيءَ جا سڀ رنگ ڏسي چڪي هئي. مڙس تي حڪومت ڪيائين، سس جا موچڙا کاڌائين، هڪ جوان پٽ کي پنهنجي هٿن سان ڪفن پارايائين، ٻن ڌيئن جي مٿي تي مڙ ٻڌائين، پوءِ وري سندن اولاد کي هٿن تي لاڏو ڪيائين، ٽن نائين جا لاڏ ڪنيائين. سهاڳ جي نٽ ٻڌي به ٽيهه سال اچي ٿيا هئس. زندگيءَ جي اها ڪڙاڻ به

ڏڪ ڏڪ ڪري پيئي پيس. هاڻي هوءَ سڄي پاڙي جي امان وڏي سڏبي هئي. آيو ويو سندس نوراني منهن کي ڏسي دنگ رهجي ويندو هو ۽ کيس سلام ڪري ڪانئس دعا جو طالبو ٿيندو هو. ماڻهو ڳالهيون ڪندا هئا ته امان وڏي جي ڪنهنکي دل سان دعا ڪري ته اها ضرور پوري ٿيندي آهي.

اڄي چانڊوڪيءَ جهڙن وارن ۽ لڪل منهن جا ميرا گهنج امان وڏيءَ جي صبر ۽ سهپ جا داستان ٻڌائيندا هئا. سندس ڇهري تي لهندڙ سج جي خوبصورتي هئي. هاڻي ته اهڙو وقت اچي ويو هو جو هوءَ سڄي گهر لاءِ ٺهڪيل ڪير وانگر بڻجي ويئي هئي، جو نه ڳڙڪائي سگهجي، نه ٿوڪاري سگهجي. سندس ٻڪ ٻڪ ۽ ڪير ڪير کان سڀ بيزار هئا. ڪو مڃي نه مڃي پر هوءَ هر ڳالهه کي پنهنجي وقت سان پيئي ڏسندي هئي ۽ لعنتون وجهندي هئي. ڏهٽن پوٽن جي رت ۾ ته خير هونئن به ملاوت هئي پر سندس پنهنجا پيٽ ڄاوا به کيس مت کان ٻاهر سمجهي سندس ڳالهه لنوائي ڇڏيندا هئا. شايد الله سائين وٽان سندس عمر جي ليکي چوکي جا ڪاغذ ڪوئا کٽي ويا هئا ۽ هاڻي هوءَ بس ائين پئي جيئي.

هاڻي اها ڳالهه ٿي کٽي وئي: ستن پيڙهين کان وٺي هلندو ٿئي آيو ته ڪاري ڪوهه وارن سان مٽي ماٽي ڪانه ٿيندي. پر اڄ امان وڏيءَ جي نالائق پوٽي سليم فيصلو ڪري ڇڏيو ته شادي ڪندس ته حافظ سڳوري جي پوٽي غزاله سان، نه ته نه ۽ پنهي جا ماءُ پيءُ به بلڪل راضي هئا.

امان وڏيءَ جڏهن اهو ٻڌو تڏهن وٺي منهن مٿو پٽڻ لڳي. رڙيون ڪري سڄو گهر مٿي تي کڻي ڏنائين. پنهنجي پٽ جي پانڌن ۾ چنبڙي پيئي تـه پهرين مونکي قبر ۾ پوري اچ پوءِ ڪاري ڪوهه وارن جي ڌيءَ هن چائنٽ تي پير رکندي. امان وڏي جو پٽ تازو پروفيسري تان رٽائر ٿي گهر اچي ويٺو هو. ريٽائر ٿيڻ کان پوءِ خاندان ۽ پراڻن رواجن ۽ رسمن سڏارڻ جـو شوق اڪر جاڳندو آهي. طوفان کي ڪو به بند روڪي نـه سگهندو آهي. اها ڳالهه

٥٧ سالن جي امان وڏي نه سمجهي سگهي، پر هڪ رٽائر ٿيل
پروفيسر به سمجهي ويو. ٻي واهه نه ڏسي امان وڏيءَ حافظ کي
ماڻهو موڪليو. هوءَ سڄي پاڙي جي امان وڏي هئي ته حافظ سڳورو
به پنهنجي خاندان ۾ پاڪ سوکڙيءَ وانگر سانڍي رکڻ جهڙو بزرگ
هو. پٽن، ڌين، پوٽن، پڙپوٽن کي هڪ هنڌ گڏ ڪري ٿي وهاريائين
ته سؤڪان وڏي ٿي ويا. هو پاڻ هنن پرديسي واپارين کي پاڻ کان
گهٽ سمجهندو هو. دنيا کي خبر هئي ته امان وڏيءَ جي ڏاڏي
جو پڙڏاڏو اُٺن تي پکالون رکي هتي آيو هو. پوءِ کو ڪٿي پاڻ
کي سيد سڏائيندو ته ان کي ڇا ڪبو. باقي ڪنهنجي اندر جي
ڪهڙي خبر ته ڪهڙي باغ جي موري آهي. حافظ سڳوري جو
جيڪڏهن وس پڄي ها ته هو بيحيا بيشرم غزاله کي جيئرو پورائي
ڇڏي ها. پر غزاله تي ته حافظ سڳوري جي نانيءَ جو به زور
نٿي هليو.

"هو ڪا بي سمجهه پار ته ڪانهي. ڊاڪٽري پاس ڪئي
اٿس، پنهنجو چڱو مٺو پاڻ سمجهي سگهي ٿي."

حافظ سڳوري جڏهن نانيءَ جي اها ڳالهه ٻڌي تڏهن مغز
کي چڪر اچي ويس: "ڇوڪرين کي به عقل ٿيندو آهي ۽ پنهنجو
چڱو مٺو پاڻ سوچينديون آهن!"

هن لٺ هٿ ۾ کنئي ۽ هليو امان وڏيءَ ڏانهن. جڏهن
سڀ هڪڙيءَ پيڙيءَ ۾ چڙهيل هجن ته پوءِ نخرا ڇا جا! پر امان
وڏي ته ڪننءِ وانگر چنبڙي ويس. هڪ ته ڪنگهه جو دورو، مٿان
وري امان وڏيءَ جي زهر ڀريل جملن جي جواب لاءِ موزون اکر
جي ڳولا جي ڪشمڪش.

حافظ سڳوري تيز هوا ۾ ڦڙ ڦڙ ڪندڙ ڪيڙي وانگر ڦڙڪڻ
لڳو: "آئون تنهنجون چالاڪيون سمجهان ٿو. اهو زمين وارو پراڻو
وير ٿي وٺين. قبر جي ڪنڌيءَ تي ويٺي آهين ته به...."

پر امان وڏيءَ هٿ مٿي ڪري سندس ڳالهه وچ ۾ ڪاٽي
ڇڏي.

"اڙي هل، هل، وڏو آيو آهي قبر جي عذاب کان ڊيڄارڻ وارو. ڀورين ڀنهنجين ڏوتين کي ته وڃي ڀل، جيڪي معصوم ٻارن جا رستا جهليو بيٺيون آهن. انهن لاءِ به ڪا الله سزا ڳولي رکي آهي جن تنهنجي اهڙي ڏاڙهيءَ کي ڪارنهن مکي آهي!"

"م..... م..... منهنجي ڏهنيءَ کي ڪجهه ڇيو اٿئي ته....."

حافظ سڳورو هٿ جي اشاري سان ڳالهه پوري ڪرڻ لڳو. وڪالت برابر ڪري چڪو هو پر امان وڏيءَ وانگر گوهيون ڏيندڙ مخالف وڪيلن سان پلاند ئورو ئي انڪيو هوس.

"ها، ها وڏو آيو آهي ڊڳهي نڪ وارو." ڪاوڙ وچان امان وڏيءَ جو ساهه منجهڻ لڳو.

"يقينن جي افعالن جي سچي جهان کي خبر آهي ڪنهار به ڪجهه ته ڏئو جو لاڏن ڪوڏن سان ڪيل مڱڻو ٽوڙي ويو!"

حافظ ڪاوڙ وچان ڳاڙهو ٿي ويو. هٿ ڪٿي جيئن ڪجهه چيائين ٿئي ته چلم جي ٽوپي ڪري پچي پيئي.

"چڱو هاڻي گهڻو ڪيئي! منهنجا ڪهڙا عيب ڪيندين؟ مون ڀنهنجي نڪ اوچي رکڻ لاءِ پاڻ کي جيئري ئي ساڙي ڇڏيو." زال ذات سان بحث ۾ پلا ڪنهن کٽيو آهي جو ويچارو حافظ کٽي ها! سندس رڳن ۾ جميل رت ٽهڪڻ لڳو. دل ئي چيس ته انهيءَ واترادي ليوسيل پوڙهيءَ کي ڪٽي پٽر وانگر پٽ تي ٺهڪو ڪرائي. هونئن به عورت جي وات اڳيان مرد هڪڙو ئي هٿيار هلائيندو آهي: طاقت .

پر اج ته اهي هٿ پير جدا ۽ اپاهج هئا. هڪڙي وک کڻي ئي پيس ته ٽيڪ لاءِ ڪنهنکي سڏڻو ئي پيس. زبان جا انجيس هر هنڌان اڪلجي چڪا هئا. نظر جواب ڏيڻ تي هئي. مرد لاءِ ان کان وڏي سيڪت پلا ڪهڙي.

"هي ڪي اوهانجي ٻارن وانگر وڙهڻ جا ڏينهن آهن!"

"سچي! اسين ته حافظ سڳوري کي ڏاڏي برابر ڪري ٿا سمجهون!" امان وڏيءَ جي وڏي پوٽيءَ زرينه چيو.

”انئي مونکي ڪٿي باھ ڏي! اوهان جو وس پڄي ته جيئري ڪڏ ۾ هٿي ڇڏيو.“

ڪاوڙ وچان امان وڏيءَ جي وات مان ڳالھ نڪرڻ لڳي.

”هي ڪالهوڪا ڇورا!........ هونهن!.... اسين به هٿاسين ڪي نه.“

حافظ سڳوري مرڪندي چيو ۽ خلا ۾ گهورڻ لڳو.

”پيو وري ڇا.... اسانجي ڏينهن ۾ به ته....“ امان وڏيءَ اکيون ڦرڙائي حافظ ڪي گهوري ڏٺو. چڻ ڏکوڪائي پنتي گهلجي ويئي. هڪ لڙڪ ڏکن جي تتل رڻ پٽ ۾ اچي ڪريو ۽ هڪ پل اوچتو پٺيان پکڙيل زندگيءَ تي ڪاھ ڪئي. هن ويڙهي ۾ بيٺل انب جو وڻ ڏٺو جنهن جون بور سان پريل ٽاريون سڄي اڳڻ تي ڇانيل هيون. اهو ئي وڻ هو جنهن کي بابا ڪنهن باغ مان ٽڏاري آيو هو. سيني ٻارن جهٽيون هيون. پر ٻوٽو اوچي قسم جو هو تنهنڪري بابا سيني جي هٿن کي پري هٽائي امان وڏيءَ کي جهلڻ لاءِ ڏني، جا تن ڏينهين ننڍڙي سڏبي هئي. هوءَ ڪريءَ سان اڳڻ ۾ ڪڏ ڪوڻڻ ويٺي ته پاسي کان حافظ به اچي ويٺس. جنهن کي ننڍڙي ”ادا رجو“ سڏڻ بدران رياض چوندي هئي. هن حافظ سڳوري تي هڪڙي نگاھ وجهي ان شرير رياض کي ياد ڪيو جيڪو ڪيس ٻانهن کان جهلي کوھ ۾ لڙڪائيندو هو. پر هن ڪڏهن به ماڻس کي رياض جي دانهن نه ڏني، جيتوڻيڪ ڊپ کان سندس ساھ پيو نڪرندو هو. ان وقت ننڍڙيءَ جي عمر الائي ڪيڏي هئي پر ايتري يادگيري هئي ته هوءَ ان سان گڏ ٻنين ۾ ٻوڙن پائڻ جي بدران هاڻي سنڀالي هلڻ لڳي هئي. ٻڪي هاڻي سڄو ڏينهن ڪيس پنهنجي پاسي ۾ وهاري سڀڻ پرڻ سيکارڻ جي بهاني ڪانئس پنهنجي ٻارن جا چولا سبائيندي هئي. ٽورو به ٽوپو ڏنگو ڦڏو ٿيو ناهي ٻڪيس سندس سري ۾ سٺي ٽنبي ناهي. پر تڏهن به هوءَ پيئي ڪلندي هئي. الائي ڇو پنهنجو پاڻ ڪل پيئي ايندي هئي. پر انهيءَ ڏينهن هن ذري ذري پنهنجون اکيون پٺي رئي سان اگهيون.

جڏهن رياض ڪانئس رنبو ڪسي پـاڻ ڪڍ ٿي ڪوڻي تڏهن نـنيڙي سٽ ڏيئي هٿ ڀري ڪري ڇڏيس. انهيءَ ڳالهه تـي رياض کي ڏاڍو عجب لڳو. هن ڏاڍي ڏک سان ننيڙيءَ ڏانهن نهاريو. جنهن جي ٻولي ۾ لڙڪ موتين وانگر پوئجي ويا هئا. رياض جي اها عمر هئي جڏهن ماڻهو پنهنجي دل جو غلام ٿي پوندو آهي ۽ دماغ کيس انهي نافرمانيءَ جي ڪابه سزا نه ڏيئي سگهندو آهي.

ڪاري ڪوهه وارن سان سڱاوتي نٿي ٿي سگهي. انهيءَ ڳالهه جي ننيڙيءَ کي چڱي طرح خبر هئي. پر تڏهن به جي هوءَ رياض کان هر وقت ڪجهي گدامڙي گهرائيندي رهندي ته امان ڪيستائين ڪيس ڏکهو رسو ڏيندي رهندي. آخر هن رياض کي صاف چئي ڇڏيو ته ڇوڪري سمجهو ٿي ويئي آهي، گهر ۾ ڪنگهڪار ڪري پوءِ ايندو ڪر.

رياض جڏهن اهو ٻڌو تڏهن ٽڙندو وڃي ڪٽ تي ويٺو، جو ننگون نڪر ٿي پيس. هاڻي ڇا رکيو هو جنهن کي هتان ڪٽي وڃي. جڏهن ڇڻ هٽڻ ڳڌجي انب جو ٻوٽو لڳايو هو تڏهن رياض انکي لڙڪن سان ريجيندي چيو هو: ”ننيڙي چئين ته جيڪر آءٌ سڄي حياتي هتي رهي پوان.“ پـوءِ مٽيءَ سان پريل هٿن کي ڇنڊيندي هن وڃڻ وقت چيو هو: ”سوچجئين!“

”ته پوءِ نه وڃ.“ اهي اکر هن اهڙي ته دل ڏاريندڙ دانهن ڪري چيا جو يقيناً عرش به لڏي ويو هوندو، پر اهي اکر سندس ڇپن کي ڇوري نه سگهيا. پوءِ هن ڪجهه به نه سوچيو.... ڇوڪريون به سوچينديون آهن ڇـا! پوءِ هڪ ڏينهن گهٽي شرنائين سان ڀُري پئي. سڄي پاڙي جا ماڻهو ننيڙيءَ جي ڄڃ ڏسڻ لاءِ ٻاهر نڪري آيا، جيڪا رياض جي گهر ۾ لٿل هئي. رياض به گهٽيءَ ۾ نڪري آتش بازي ڏسڻ لڳو. ڪنهن هڪڙي بارود جي ٿيل ڏاڙهونءَ تي ڪٺي اڳر رکيو. ڏاڙهون ٻرين مشڪيو، پـوءِ وڏي ٺهڪ ڏنائين ۽ سندس ٺهڪن جا ڪرڻا چوطرف ڇمڪڻ لڳا. پـوءِ هو ڪنهن ٽٽل تـاري وانگر اونداهي کي وڏيڪ اونداهو ڪري ٻـڌي ويو.

چوطرف اونداهي پکڙجي ويئي. هن وڏي ٻريل ڏاڙهون هٿ ۾ نئي
کنيو ته هٿ سڙي ويس ۽ هو گهڻي دير تائين سور وچان آڱر کي
وات ۾ وجهي ڇهندو رهيو.

انهيءَ ڏينهن ننڍڙيءَ ايترو ته سوچيو، ايترو ته سوچيو جو
سندس موڙن ۾ لڙڪن جون سرون ٺهي ويون. موڪلائيءَ وقت
هوءَ امان کي ڀاڪر پائي خوب رني هئي: ”امان ڇا سچ پچ پنهنجو
انب جو وڻ ڇڏيو پئي وڃان؟“

انهيءَ ڏينهن کان وٺي رياض ڇوڪرين کي چوٽيءَ کان
جهلي پينگهن ۾ لوڏڻ ڇڏي ڏنو. هو ڇوڪرين کي ٻريل اڱر
وانگر سمجهڻ لڳو. ڇوڪرين جي شڪل ڏسندي کيس هڪ
نامعلوم ڊپ ٿيندو هو، جيئن ننڍڙن ٻارن کي اڻ ڇاتل شين کان
ڊپ ٿيندو آهي، هن جهٽ پٽ قرآن شريف ياد ڪري سڄي پاڙي
کان حافظ سڳوري جو لقب حاصل ڪيو. پوءِ ڪنڌ ڌوڻي ڌوڻي
گلستان بوستان پڙهي ورتائين. هو حد درجي جو ذهين هو. سندس
استاد مولانا ظاهر علي به چوڻ لڳو: ”رياض ڏاڍو هشيار آهي. کيس
ڪو به سبق، ڪا به ڳالهه نٿي وسري سگهي.“

”ڇو نٿو وساري سگهان....؟“ هن ٻڇي مولانا جي منهن ۾
نهاريو هو. ”آءٌ جيڪر چاهيان ته هوند گهڻيئي ڳالهيون وساري
ڇڏيان.“ هو چئي ٻانهون کنجي ميدان ۾ آيو پر مولانا ڳالهه لنوائي
ڇڏي: ”ڳڳو ڳڳو اڳتي پڙهه.“ پوءِ هو جج ٿي ويو ۽ سڄي
جهان جي قسمتن جا فيصلا منٽن ۾ ڪرڻ لڳو. پوءِ هڪ ڏينهن
شرنائين جي رڙين پاڙي وارن کي گهٽيءَ ۾ ڪٺي ڪڏ ڪيو. هو
موڙن کي سنڀالي گهوڙي تي چڙهيو ۽ ڪنهن وري به آتشبازيءَ
جو ڏاڙهون ڇڏيو. اوچتو کيس آڱرين ۾ پوسر ٿيڻ لڳي ۽ اها
باهه پڙ پڙ ڪري سندس ڪپڙن کي وڪوڙي ويئي ۽ هو گهوڙي
تان ڪري پيو. پر سندس ننڍڙي ڳڏيءَ جهڙي ڪنوار سندس دل
تي اهڙا ته ٿڌا ڦها رکيا جو کيس آرام اچي ويو. اهڙيءَ ريت
هن ڏاڍي سکون سان زندگي گذاري ڇڏي.

اونهاري ۾ ڀنڀرن جو هو پنهنجي پٽن ڏين سان گڏجي انب ڪاٽڻ ويندو هو ته ننڍڙيءَ وٽان آيل انبن ڪاٽيندي سندس ڏنــدن ۾ اهــڙو اڃي سور پوندو هــو جو سندس بدن سيخ ٿي ويندو هــو. انهيءَ وڻ جو ڦر ڪهڙو نه ڪٽو نڪتو؟

وري ننڍڙي جڏهن به مائٽن ۾ ايندي هئي ته انب جي وڻ جي ٿڙ ڪي وڃي چنبڙندي هئي:

"ائي امان، الائجي ڇو آءٌ خواب ۾ ڏسندي آهيان تــه آءٌ ويٺي هن انب کي ٻاهم ڏيان."

خواب جو نالو ٻڌنديئي سيئي مٿو ڍڪي قبلي ڏانهن منهن ڪري ويندا هئا.

"ائي الله پناهه ڏيندو!" ماڻس چوندي هئي، "ياد اٿوَ ساجده ننڍڙي ڪنوار هوندي هن وڻ کي ڳهوٽ وانگر ڀائيندي هئي."

"سچو ڏيهن منهنجي دل ۾ ٻئي ٻڌندي آهي،" هوءَ چوندي ويندي هئي، "ڪڏهن ٻارن تي ڪاوڙ چنبڙيندي آهيان ته ڪڏهن هُن سان وڙهيو پوان. ويچارو ڪريو اکيون ڦاڙيو پيو مونکي ڏسندو آهــي."

پــوءِ جڏهن هوءَ رن زال ٿي تــڏهن هميشه لاءِ اچي گهر وسايائين. اتي يڪدم ڪيس پنهنجي بزرگيءَ جـو احساس ٿيو هو. هن پنهنجي ٻارن کي سمجهايو ته ڪوهه وارن سان سندن پراڻو وير هلندو پيو اچي ۽ ان ڪري ٻاڻ زندگيءَ جي هر مٿاڻ سان ڪيتري ڪڙاڻ پيتي هئائين.

هيڏانهن رياض حافظ سان وڪيل ٿيو. وڪيل مان جج ٿيو، نانو ٿيو، ڏاڏو ٿيو ۽ سيني منزلن مان لنگهي وري بــه موٽي اچي اصلوڪي وٽاڻ تي ويٺو. ٻاڙي وارا وري ڪيس حافظ سڳورو سڏڻ لڳا. هاڻي هــو رڳو انهيءَ ڪم جو وڃي رهيو هو تــه ٻارن کي قرآن شريف پڙهائي يا مائرن پنهنجا ڀني مگي ورتل ٻار وٽس دعائن لاءِ ڪٽي اچن ته جئن سندن ٻارن جي عمر به حافظ وانگر وڏي ٿئي.

مصلي تي ويهي تسبيح جا داڻا سوريندي هو سڄي دنيا جي شين
کي ڳاريون ڏيندو هو. چوندا آهن ته ايمان جي سلامتيءَ لاءِ ڪبي
ته ماڻهو الله جي هر رضا تي راضي رهي. پر الائجي ڇو هن ڪڏهن به
سچيءَ دل سان الله جو شڪرانو نه مڃيو. نماز پڙهندي پڙهندي
ڌيان ٻيءَ ڏانهن هليو وڃڻ ۽ غلط سجدن ڏيڻ جي عادت پيريءَ ۾
به نه ويس. هو راتين جون راتيون جاڳي توبهه ڪندو هو. ڪلاڪن
جا ڪلاڪ سجدي ۾ پيو نڪ گسائيندو هو. سڄي دنيا جا مزا
ماڻيا هئائين پوءِ به الائي ڇو دل ڪانه ڀريس. ائين لڳندو هوس
ڄڻ ته سڄي عمر ٿڌي پاڻي جي هڪڙي گلاس لاءِ سڪندو رهجي
ويو هجي. پوءِ ورهي هو تسبيح ڪٽي پري ڦٽي ڪندو هو.

”پوڙها ته سڀئي پيا ٿين. پر بابا وانگر نڪ تي ڪاوڙ
ڪنهنکي به ڪانه ڏٺي سين،“ سندس ننهن تنگ ٿي چوندي هئي.
”نه نه پيريءَ ۾ مت ڇڏي ويو آهي،“ سندس پٽ ٽٽائي ڇڏيندو
هو. يا وري غزاله جي شامت ايندي هئي جو ڪانئس ڪل نڪري
ويندي هئي. بس پوءِ ته حافظ سڳورو هٿن مان پيو ويندو هو.

”اسانجي به جواني هئي پر توهان وانگر ڪتا ڪين ٿياسين.
انسانن وانگر شرافت سان....“ هو وڏي فخر ۽ غرور سان ڳالهه
شروع ڪندو هو پر پوري ڪرڻ کان اڳ ڄڻ ڄاڻي ختم ٿي
ويندي هئس. ”الله سڀني کي پناهه ۾ رکي،“ هو بيحد تسڪين
ڏيندڙ ۽ درد ناڪ آواز ۾ چوندو هو.

پوءِ ڄڻ آفيم جي پنڪي چڙهي ويس ۽ ڪيس ڪلاڪ
لنگهي ويا. هو اکيون مڇڪائي الائي ڪٿان ڪٿان جا سير
ڪري آيو.

”ڇڱو ڀلا آءٌ هلانئو؟“ هن ڇرڪجي ائين چيو ڄڻ سچ پچ
هوش ۾ اچي ويو هجي.

”وڃين ڪيڏانهن ٿو؟ ويهه!“ پر پوءِ امان وڏيءَ کي ياد
آيو ته اها ڳالهه اڄ ته ڇوڻ جي ڪانه هئي!

”الائجي ڇا پئي چيم؟“ هوءَ سچ پچ مٿي تي هٿ رکي

سوچڻ لڳي. خيالن جا انبار اُئين مٿانئس ڇانئجي ويا ڇڻ تہ انب جو وڻ ٻور جي بار کان جهڪي ٻوي.

”هاڻي ڇا ڇوڙو آهي....؟“ حافظ سڳورو ڏڪندڙ هٿن سان لٺ ڳولي اُٿڻ جي ڪرڻ لڳو. ”هاڻي پاڻ ڇٽي ڇا ڪنداسين،“ ڳالهہ ڪندي ڪندي هو روڪجي ويو ڇڻ ڪنهن سور ۾ ڦٿڪندڙ بيمار کي دوا ياد اچي وڃي.

”آءٌ تہ جوان ٿو تہ شادي ڪري ڇڏ هنن حرامين جي، نہ تہ اهايو غلط سلط نمازون پيا پڙهندا.... ايمان تہ سلامت رهندو نہ ڳڻ جو؟“ ●

(نئين زندگي ١٩٦٦ع)

# ناچ کان پوءِ!

”توهان چئو ٿا ته انسان پنهنجي خيال مطابق چڱي مٺي جي سڃاڻپ نٿو ڪري سگهي. توهان ٿا چئو ته اهو سڀ ماحول جو اثر آهي. ماحول نـي انسان کي ٺاهي ٿـو. پر منهنجي خيال ۾ دنيا ۾ جيڪي ڪجهه ٿئي ٿو سو سڀ اتفاقي ٿئي ٿو. آءٌ پنهنجي لاءِ ته ائين چوندس.“

اسان انهيءَ موضوع تي ڳالهه ٻولهه پئي ڪئي ته ماڻهوءَ جي شخصيت کي چڱي ۾ چڱو ٺاهڻ لاءِ پهرين سندس ماحول کي ۽ انهن حالتن کي بدلائڻ ضروري آهي جن ۾ هـو پنهنجي زندگي گذاري ٿـو. انهيءَ ڳالهه ٻولهه جي ختم ٿيڻ تي ايـوان ”واسي لئيوچ“ جنهن جي سڀئي ماڻهو عزت ڪندا هئا، تنهن چيو ”اسان مان ته ڪنهن ۾ ائين ڪونه چيو تـه ڪو پنهنجي سر چڱي مٺي جو فرق سڃاڻڻ ناممڪن آهي.“ ايوان واسلئيوچ جي اهـا عادت آهي ته جيڪي خيال ڪنهن ڳالهه ٻولهه يا ڪنهن بحث هلندي سندس ذهن ۾ ابرندا آهن ۽ سندس زندگيءَ جي تجربن جي يادگرين کي تازو ڪندا آهن. تن جا جواب پاڻ ئي ڏيندو آهـي. ڪنهن ڪنهن وقت ته ڳالهه ٻڌائيندي اهڙو تـه گم ٿي ويندو آهي جـو ڪيس خبر ئي ڪانه پوندي آهي ته مون ڳالهه ڇو پئي ڪئي. هو هرڪا ڳالهه جوش، پيار ۽ سچائي سان ٻڌائيندو آهي. اهوئي سبب آهي جو هو ڳالهين ڪندي گم ٿي ويندو آهي. هن پيري ۾ ائين ٿيو. آءٌ پاڻ لاءِ ته ائين چوندس ته منهنجي زندگي ائين ٺهي.

”مون کي ماحول ڪونه ٺاهيو آهي. پـر ڪنهن ٻي شئي ٺـاهيو.“

”ڪهڙي شئي؟“ اسان پڇيو.

”اهو هڪ وڏو واقعو آهي. آءٌ جيستائين اوهان کي الف

ڪان ولي ي تائين نہ ٻڌائيندس، تيستائين اوهان ڪجهہ بہ سمجهي ڪونہ سگهندا.“

”تہ ٻڌاءِ نہ!“

”ها بس هڪڙي رات، ائين ڪٿي چئجي تہ، هڪڙي صبح، منهنجي زندگيءَ جو نقشو ئي ڦيرائي ڇڏيو.“

”ٻڌاءِ تہ سهي ڇا ٿيو؟“

”ٿيو هيئن جو آءٌ عشق ۾ ڦاٿو. بچڙو ڦاسجي پيس. آءٌ انهيءَ ڪان اڳ بہ عشق ۾ ڪهڙائي ڀيرا ڦاٿو هوس پر هيءَ شي ئي ٻي هئي. اها هئي سچي ڪان گهري محبت. هاڻي تہ انهيءَ ڳالهہ کي سال گذري ويا. هاڻي تہ منهنجي سهڻيءَ جون ڏينهون بہ پنهنجي گهرن ٻارن واريون هونديون.

سندس نالو وارنڪا (ب) هو. هو پنجاهہ جي وهيءَ ۾ بہ ڏاڍي سهڻي هئي. پر سترهن ارڙهن سالن جي عمر ۾ تہ قيامت هئي قيامت! ڊگهو قد! نازڪ بدن، البيلي اهڙي جهڙي چانڊي، دهڏهي واري، ها ها دهڏهي واري. سندس هلڻي اهڙي هئي جهڙي هرڻي. ائين سمجهڻ ۾ ايندو هو تہ سندس جسم جهڪڻ تہ سکيو ئي ڪونهي. سندس سڄو هميشہ پٺيان ٿورڙو جهڪيل هوندو هو. جيتوڻيڪ هوءَ تمام سنهڙي هئي سندس هڏا بہ پيا ڏسبا هئا پر تڏهن بہ سندس نخرن، سندس سونهن ۽ سندس ڊگهي قد، سچي ڳالهہ جي ڳجهس هڪ شاهاڻو وقار پيدا ڪيو هو.“

”ايوان واسليوچ تہ شاعري پيو ڪري شاعري!“

”آءٌ ڪٿي ڪيڏي بہ شاعري ڪريان، ڪيڏو بہ ڪيس ساراهيان پر تڏهن بہ توهان جي اڳيان سندس جيتري جاڳندي تصوير پيش نٿو ڪري سگهان. خير ان ڳالهہ جو اصلي واقعي سان ڪو بہ واسطو ناهي. آءٌ جيڪو واقعو ٻڌائڻ چاهيان ٿو سو هن صديءَ جي وچ ڌاري ٿيو. ان وقت آءٌ يونيورسٽي ۾ پڙهندو هوس. مونکي خبر نہ هئي تہ اها ڳالهہ چڱي هئي يا خراب. خير انهيءَ زماني ۾ اسانجي يونيورسٽيءَ ۾ طرح طرح جا مطالعي جا حلقا ڪين

هئا، نڪي سڄي دنيا ۾ اهم هلندڙ فلسفي بازيون هونديون هيون، اسين جوان هئاسين ۽ اهائي زندگي گذاريندا هئاسين، جيڪا جوانيءَ جي تقاضا هوندي آهي. اسين لکندا پڙهندا هئاسين، راندين روندين ۾ حصو وٺندا هئاسين. آءٌ ڏاڍو خوش پوش ۽ گهمڻ ڦرڻ جو شوقين ۽ زنده دل جوان هوس ۽ سڄي واري ڳالهه ته آءٌ شاهوڪار پڻ هوس. منهن وٽ هڪ گهوڙو هو، جيڪو ڊوڙ جو ڏاڍو تکو هو. آءٌ گهڻو ڪري ڇوڪرين کي گاڏي ۾ چاڙهي گهمائڻ وٺي ويندو هوس ۽ پنهنجي دوستن سان پيئڻ جي محفل ۾ به شريڪ ٿيندو هوس. ان زماني ۾ اسين شيمپئن کان سواءِ ٻي شراب کي هٿ به نه لائيندا هئاسين ۽ اسان جا کيسا خالي هوندا هئا ته اسين ڪجهه به نه پيئندا هئاسين. اڄ ڪلهه جي نوجوانن وانگر ووڊڪا ڪونه پيئندا هئاسين. مونکي سيني کان وڌيڪ لطف دعوتن، پارٽين ۽ ناچ جي محفلن ۾ ايندو هو. آءٌ نچڻ ۾ ڏاڍو هوشيار هوندو هوس. ٻيو وري آءٌ شڪل صورت ۾ به خراب ڪونه هوس."

"اڄايو پاڻ کي گهٽ پيو ڇوين، اسان سيني تنهنجو انهيءَ وقت جو فوٽو ڏٺو آهي. تون ته ڏاڍو سهڻو جوان هئين."

"خير هوندس پر انهيءَ جو اصل واقعي سان ڪو به واسطو ناهي. ها تنهن زماني ۾ منهنجو عشق ڦوهه جواني تي هو. سو هڪ ڀيري ايسٽر جي موڪلن ۾ آءٌ هڪ ناچ جي محفل ۾ شريڪ ٿيس. اها محفل گورنر جي طرفان ٿي هئي. هو ڏاڍو نيڪ ۽ خوش مزاج پوڙهو ماڻهو هو ۽ مهمان نوازي جو شوقين هو. سندس زال به ان جهڙي خوش مزاج ۽ مهربان هئي. اها پنهنجي مڙس سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي مهمانن جي آجيان جي لاءِ بيٺي هئي. کيس بخمل جو گائون پيل هو ۽ مٿي تي هڪ سونهري تاج پيل هوس جنهن ۾ هيرو لڳل هو. سندس اڇي براق جهڙي ڏکي ڳچي ۽ ڪلها جن تي پوڙهپڻ پاڇولا ورائي ڇڏيا هئا، سي ائين اگهاڙا هئا جهڙا ايليز اوتيا. پيترووِنا جي تصويرن ۾ هوندا آهن. ناچ جي محفل ڏاڍي شاندار ٿي. ناچ وارو ڪمرو به ڏاڍو سهڻو سينگاريل هو.

محفل ۾ وڏا مشهور ڳائڻا ۽ گويا موجود هئا، جيڪي هڪ راڳ سان پيار ڪندڙ زميندار جي گهر جا هئا، ڪائڻ پيٺن جون شيون به جهجهي انداز ۾ هيون، شمپين جا ته درياءَ پئي وهيا، سون تي محبت جو نشو چڙهيل هو. جيتري قدر نچڻ جو سوال آهي، آئون ايترو ته نچيس جو ٽڪجي چور ٿي پيس. ڪو به اهڙو ناچ جيڪو مون نه ڪيو هجي. والز مون ڪيو، ڪوادريل مون ڪيو، پولڪا مون ڪيو، ظاهر آهي ته مون گهڻي ۾ گهڻو ناچ وارنڪا سان گڏ ڪيو. هوءَ مٽي ڪان وٺي پيرن تائين اڇي پوشاڪ ۾ هئي. رڳو سندس چيلهه تي گلابي پٽو ٻڌل هو. سندس چمڙي جا اڇا دستانا سندس ڇهبندار سهڻين ڪراين ڪان هيٺ هئا. ڪيس پيرن ۾ اڇا بخمل جا چمپل پيل هئا، هڪڙو بيوقوف انجنيئر اونيسيموف ساڻس گڏجي نچڻ لاءِ وچ ۾ ٽپي پيو. سندس ان حرڪت کي مون اڄ ڏينهن تائين به معاف نه ڪيو آهي. جيئن ته وارنڪا ناچ گهر ۾ پير رکيو ته انجنيئر کيس نچڻ جي دعوت ڏني. آءٌ ان وقت پنهنجا دستانا کڻڻ لاءِ ويل هئس. مونکي دير ٿي وئي تنهنڪري آءٌ ساڻس گڏجي مازورڪا ناچ نچڻ جي بدران هڪ جرمن ڇوڪريءَ سان گڏ نچڻ لڳس، جنهن سان ڪنهن زماني ۾ مونکي دلچسپي هئي. پر منهنجي خيال ۾ ان مهل آءٌ ساڻس سٺي نموني پيش نه آيس. مون ساڻس هڪ لفظ به نه ڳالهايو ۽ نه وري اک کڻي ڏانهس نهاريم، منهنجي اکين آڏو ته هڪ اڇن ڪپڙن واري ۽ گلابي پٽي واري ڊگهي قد واري البيلي سهڻي هئي، جنهن جي ڳلن ۾ کڏون ٿي پيون، منهن پرنُدڙ ڳاڙهو هوس ۽ اکين مان معصوميت ۽ محبت پئي وٺيس. آءٌ ته ڇا پر هوءَ هر ماڻهوءَ جي نگاهن جو مرڪز هئي. سڀ مٽس فدا هئا. ايتري قدر جو عورتن به کيس ساراهيندڙ اکين سان پئي ڏٺو. جيتوڻيڪ سندن حسن جي اکيان ڦڪيون پئي لڳيون، حقيقت ۾ سندس حسن جي درگاهه ۾ خراج عقيدت پيش نه ڪرڻ ممڪن ئي ڪونه هو.

نالي ۾ ته آءٌ مازورڪا ناچ ۾ هن جو ساٿي ڪونه هئس

پر ٻيو سڄو وقت آءٌ سائنس گڏ نچندو رهيس. هوءَ بناڪنهن حجاب
جي ڪمري جي هڪ ڪنڊ کان ٻي ڪنڊ تائين نچندي مون وٽ
آئي. جڏهن آءٌ سندس دعوت ڏيڻ ڪانسواءِ ڏانهس وڌيس ته هن
بنا چوڻ جي خواهش پوري ٿيندي ڏسي مرڪيو ۽ ناز مان مهرباني
مڃيائين، ۽ جڏهن اسان جا ساهي پٽڻ جي وقفي ڪانپوءِ ساٿي
بدليا ته هن پنهنجي نازڪ سهڻي ڳچيءَ کي ٿورو لوڏ ڏيئي، ٻئي
ڏانهن رقص لاءِ هٿ ڊگهيريو ۽ پوءِ افسوس ۽ همدردي طور مون
ڏانهن نهاري مرڪي ڏنائين. جڏهن مازورڪا رقص والز ۾ بدلجي
ويو ته، پوءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ سائنس نچندو رهيس، سندس ساهه
ٻرجي آيو پر تڏهن به هوءَ مرڪي مونکي چوڻ لڳي ”وري“ ۽
آءٌ سائنس نچندو رهيس. ان وقت مونکي تن بدن جي به خبر نه هئي.
جڻ منهنجو بدن هوا جو ٺهيل هو. اتي هن مهمان چيو:

”ڇا چيئي، تن بدن جو هوش نه هيئي؟ مونکي يقين آهي
ته جنهن وقت تنهنجن ٻانهن سندس ڇيلهه جي چوڌاري وريل هئي
تنهن وقت توکي نه رڳو پنهنجي پر هن جي بدن جو به چڱي طرح
احساس ٿيو هوندو.“ ايوان واسي لئيوچ جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو
۽ هن ڪاوڙ مان رڙ ڪري چيو: اها ڳالهه ته اوهان رنگ روٽ
جوانن کي سونهي ٿي. توهان کي ته سواءِ جسم جي ٻيو ڪجهه
به ڏسڻ ۾ نٿو اچي. اسانجي وقت ۾ اها ڳالهه ٿي ڪانه هئي. مون
کي جنهن به ڇوڪريءَ سان جيترو گهڻو پيار هوندو هو اوترو اها
منهنجي نظر ۾ فرشتو هوندي هئي. توهان کي ته رڳو ٽنگن، ٻڪين
۽ اهڙي قسم جي ٻين شين جو احساس آهي. توهان ته پنهنجي
خيالي دنيا ۾ پنهنجي سهڻين جا ڪپڙا به لاهيو ڇڏيو. پر منهنجي
ويجهو بقول اديب النفوس جي، محبوب جي جسم تي رڪ جي زره
چڙهيل هوندي آهي، اسين ته حضرت نوح جي نيڪ پٽن وانگر
اگهاڙپ کي ظاهر ڪرڻ بجاءِ سندس پرده پوشي ڪندا آهيون، پر
توهان اها ڳالهه ڪٿي ٿا سمجهي سگهو؟“

”انهيءَ ڳالهه کي ڪٿي ڇڏ! تون پنهنجو قصو ٻڌاءِ.“ ٻڌڻ

وارن سان هڪڙي چيو.

”ها تہ آءٌ ڪهڙو ڪري ساڻس ڏي نچندو رهيس، مونکي وقت گذرڻ جي ڪابہ خبر نہ پيئي. سازن وارا ٿڪجي چور ٿي پيا هئا. توهان کي تہ اها خبر هوندي تہ ناچ جي محفل جي پڇاڙيءَ جو ڪهڙو حشر ٿيندو آهي؟ هو لڳاتار مازورڪا جي ڌن وڄائيندا رهيا. اسان ۽ بابا ڇڙن جي ميز تان اٿي ڪائڻ پيٽڻ لاءِ ملاقاتي ڪمري ۾ ان نڪرڻ لڳا. وردي پاتل نوڪر ڪاڌو ڪٺيو هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي رهيا هئا. اسان کي انهن آخرين گهڙين جو وڌيڪ ڪان وڌيڪ فائدو وٺڻو هو. مون هڪ دفعو وري ڪيس نچڻ جي دعوت ڏني ۽ اسين وري ڪمري جي هڪ ڪنڊ کان ٻي ڪنڊ تائين نچندا ٿي وياسين.

”ماني ڪائڻ کان پوءِ ڪوادريل ناچ تہ مونسان ڪندين نہ؟“ مون پنهنجي سهڻي کي سندس ساڳي جاءِ تي پهچائڻ ڪانپوءِ ڪانئس پڇيو.

”ها، بيشڪ، جيڪڏهن منهنجا مائٽ مونکي گهر نہ وٺي ويا.“ هن مرڪي جواب ڏنو.

”آئون ڇڏيان ڇو ٿو جو هو توکي وٺي وڃن.“ مون چيو.

”منهنجو پکو تہ هيڏانهن ڪر.“ هن رعب سان چيو.

”هي موٽائي ڏيندي مونکي ڏک پيو ٿئي.“ مون سندس معمولي اڇو پکو سندس هٿ ۾ ڏيندي چيو.

”چڱو اهي، تون بہ ڇا ياد ڪندين! متان توکي ڏک ٿئي. تنهن ڪري ٿي ڏيان،“ هن پکي مان پر پٽي مون ڏانهن وڌائيندي چيو.

مون پر وٺي رڳو اکين ئي اکين ۾ پنهنجي بيپناهہ خوشيءَ جو شڪريہ ادا ڪيو. آءٌ رڳو خوشيءَ کان مست ڪونہ هئس پر مون تي حد کان وڌيڪ بي خوديءَ ۽ گهريءَ خوشيءَ جي ڪيفيت طاري هئي. آءٌ ان وقت فراخ دل ٿي پيو هوس. آءٌ، آءٌ نہ هوس پر اهڙو انسان هئس جو مون پاڻ کي زمين تي تہ سمجهيو ئي نٿي.

جڻ سيني گناهن کان پري هوس ر ڳو نيڪي ئي نيڪي ڪرڻ چاتو ٿي.

مون پٽرُ پنهنجي دستانن ۾ ٺنبي ڇڏيو ۽ انهيءَ هنڌ جمي ويس جڻ زمين منهنجي پيرن کي جهلي ورتو هو. مون ۾ پري وڃڻ جي طاقت ئي ڪانه هئي.

”ڏس، ماڻهو بابا سان رقص ڪرڻ لاءِ زور پيا پرين،“ هن هڪ ڊگهي شخص ڏانهن اشارو ڪندي چيو. اهو سندس پيءُ هو. هو فوج ۾ ڪرنل هو ۽ سندس پوشاڪ ۾ چانديءَ جا جهاڳا لڳل هئا. هن دروازي وٽ گهر جي مالڪياڻي ۽ پين زالن سان بيٺي ڳالهايو.

”وارنڪا! نورو ميڏانون اچ!“ هيري جي تاج واري عورت سڏ ڪيو. وارنڪا دروازي ڏانهن وڌي ۽ آءٌ به سندس پٺيان ويس.

”پياري! تون پنهنجي پيءُ کي پاڻ سان گڏ ناچ ڪرڻ تي راضي ڪر.“ پوءِ ڪرنل ڏانهن سڙي ان عورت چيو ”پيوتر ولاديسلاوچ! ڪٿي هاڻ هڪڙو ناچ ڪر!“

وارنڪا جو پيءُ ڏاڍو سهڻو ڊگهي قد وارو پوڙهو هو. منجهس اڃان به جواني جا نشان هئا. سندس منهن ڳاڙهاڻ ڏانهن مائل هو ۽ اڇيون ميڇون نڪولائي پهرين وانگر مڙيل هيون. سندس خط ڪن جي پاپڙين ڏانهن وريل هئا. سندس اکين جي چمڪ ۽ چپن جي مرڪ ساڳي ڌيءُ وانگر هئي. اها مرڪ هن جي خاص شئي هئي. سندس هاٺي ڏاڍي سٺي هئي، ڇاتي ويڪري ۽ فوجين وانگر سيئبل هيس. ان تي ڪجهه فوجي تمغا پئي چمڪيا. سندس ڪلها مضبوط ۽ ٽنگون ڊگهيون ۽ سهڻيون هيون. هو نڪولائي پهرين وانگر فوجي نموني جو پراڻو آفيسر هو.

جڏهن اسين دروازي جي ويجهو پهتاسين تڏهن پڏم تہ ڪرنل اهو چئي نچڻ کان نٽائيو پئي تہ ”هاڻ مونکي سڀ ڪجهه وسري ويو آهي.“ پر تڏهن بہ مرڪي ڏنائين. پنهنجي تلوار ڏانهن هٿ وڌائي مياڻ مان ڪڍيائين ۽ ويجهو بيٺل هڪ نوجوان کي

جهلڻ لاءِ ڏنائين جيڪو اڳيئي خدمت ڪرڻ لاءِ آتو ٿي ڏٺو. پوءِ هن سوچيو جو هڪ دستانو پنهنجي ڪاٺي هٿ ۾ وڌو. "سڀڪا شئي قاعدي مطابق هئڻ گهرجي." هن مرڪي چيو ۽ پنهنجي ڌيءَ جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ وٺي نچڻ وارو نمونو ڪيائين ۽ تال جو انتظار ڪرڻ لڳو. مازورڪا ناچ جي ڌن وڄندي ئي هن پنهنجو هڪ پير ڏاڍي ڦڙتائيءَ سان زمين تي هنيو ۽ ٻي پير تي ٽڪڙو ڦيرو پاتائين ۽ پوءِ سندس ڊگهو ۽ ويڪرو بدن پوري ناچ گهر ۾ ٿڙڪڻ لڳو. هن هر ڦيري پنهنجو هڪڙو پير ٻئي پير سان پئي ملايو. ڪڏهن آهستي آهستي ڏاڍي مزي ۽ لطف سان پئي نچيو ته ڪڏهن ڏاڍي ڦڙتائيءَ ۽ تيزي سان. وارنڪا جو نازڪ نرم جسم پنهنجي پيءُ سان گڏ پئي تريو. هن غير محسوس نموني پر پوري وقت تي پنهنجي اڇي ساٽن ۾ لڪل ننڍڙن پيرن کي پنهنجي پيءُ جي پيرن سان پئي ملايو. سڀني مهمانن ڇتائي هن جوڙي جي هر ادا ۽ هر لوڏ کي پئي ڏٺو. مون رڳو ساراهيندڙ اکين سان ڪونه پئي ڏٺو، پر مون تي ان وقت هڪ نشي ۽ بيخودي جي ڪيفيت طاري ٿي پئي هئي. خاص ڪري ڪرنل جي بوٽن کي ڏسي مون تي ڏاڍو اثر ٿيو. اهي سٺي چمڙي جا بوٽ هئا. پر ڪڙيءَ ڪانسواءِ ۽ انهن جي نوڪ اڄ ڪلهه جي فيشن وانگر نڪتل نه هئي پر ويڪري هئي. منهنجي خيال ۾ اهي ٻٽالين جي موچيءَ ٺاهيا هئا. ويچارو پوڙهو نوڪدار بوٽن جي بدران ويڪري نوڪ وارا بوٽ پيو پائي. جيئن هو پنهنجي ڌيءَ کي سهڻا سهڻا ڪپڙا ۽ زيور پارائي سينگاري سوسائٽي ۾ وٺي اچي." مون دل ئي دل ۾ سوچيو.

انهن بوٽن مونکي ڏاڍو متاثر ڪيو. اهو ظاهر هو ته ڪڏهن هو ڏاڍو سٺو نچندڙ هوندو پر هن وقت سندس بت ٿلهو هو ۽ سندس ٽنگن ۾ ايتري لوڏ نه هئي جو هينئر هو ڦڙتائي سان ڦري سگهي، تڏهن به هو ٻه ڦيرا ڏاڍي سهڻائي سان ڪمري ۾ ڦريو ۽ جنهن وقت هن ڦڙتائي سان ٻئي ٽنگون گهمايون ۽ پوءِ انهن کي هڪٻئي سان ملايو ۽ جهڪي گوڏي تي ويٺو ته ماڻهن گهڻو داد ڏنس. هو

وري اٺين ٻيڻو ۽ ڏيڍ جي منهن کي پنهنجي هٿن ۾ جهلي نراڙ تي چمي ڏنائين. پوءِ هو ڪيس مون وٽ وٺي آيو، ڪيس خيال آيو ته ناچ ۾ آڏون ٿي وارنڪا جو ساٿي آهيان. تنهنڪري مون ڪيس ٻڌايو ته اٺين ناهي. هن پنهنجي تلوار مياڻ ۾ وجهندي مرڪي چيو.

”خير ڪا وڏي ڳالهه ناهي، هاڻ توهان ساڻس ناچ ڪريو.“

جهڙي نموني شراب جي صراحي مان ڀريون ڦڙو پنهنجي پويان ٻوري لار ڪري وهندو آهي، اهڙيءَ طرح وارنڪا مان جيڪا منهنجي محبت هئي. تنهن منهنجي دل ۾ محبت جون لڪل صلاحيتون جاڳائي وڌيون. منهنجي اندر ۾ محبت جون سڀئي پاڙون سايون ٿي پيون. منهنجي محبت سڄي دنيا کي پنهنجي هنج ۾ ويڙهي ڇڏيو. ان سونهري تاج واري عورت لاءِ ۽ سندس مڙس لاءِ، سندس مهمانن لاءِ، سندس وردي پاتل نوڪرن لاءِ، ايتري تائين جو هن نياڻي انيموف لاءِ جنهن تي آءٌ ڪاوڙيل هئس، محبت محسوس ٿي ڪيم، باقي رهيو منهنجي سهڻيءَ جو پيءُ جنهن جي مرڪ جڻ ته منهنجي سڄڻ جي مرڪ هئي ۽ جنهن کي وڪرن ترن وارو بوٽ پيل هو، تنهن لاءِ ته ان وقت منهنجي دل ۾ هڪ عجيب وجد ۾ آئيندڙ محبت جو احساس پيدا ٿي پيو هو.

جڏهن مازورڪا ختم ٿيو ته اسان جي ميزبانن سڀني کي ماني کائڻ لاءِ چيو. پر ڪرنل کائڻ کان انڪار ڪئي، چيائين، ”مون کي صبح جو سوير اٿڻو آهي.“ اٺين چئي ميزبانن کان موڪلايائين، مون کي اهي ڊپ لڳو ته متان هو وارنڪا کي به پاڻ سان وٺي وڃي پر هوءَ ۽ سندس ماءُ نه ويون.

ماني کائڻ کان پوءِ وري ساڻس مون اهو ڪوادريل ناچ ڪيو جنهن جو واعدو ڪانئس اڳ ئي ورتو هوم. جيتوڻيڪ مون سمجهيو پئي ته منهنجي خوشي پنهنجي آخري حد کي وڃي پهچي آهي، پر اها هر گهڙيءَ وڌندي پئي ويئي.

اسان پنهنجي محبت جي ڪابه ڳالهه نه ڪئي. نه مون ڪانئس پڇيو نه وري پنهنجي دل کان پڇيم ته هوءَ توسان پيار ڪري ٿي

يا نه. منهنجي لاءِ اهوئي ڪافي هو ته آءٌ ساڻس پيار ڪريان ٿو. مون کي جيڪڏهن ڊپ هو ته رڳو اهو ته متان ڪا شئي منهنجي خوشيءَ کي مٽيءَ ۾ نه ملائي.

جڏهن آئون گهر پهتس ۽ ڪپڙا وغيره بدلائي سمهڻ جو ارادو ڪيم ته مون کي محسوس ٿيو ته اڄ ته ننڊ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. منهنجي هٿ ۾ سندس ڏنل ٻٽڙو هو ۽ سندس دستانو جيڪو هن ان وقت ڏنو هو جنهن وقت مون کيس ۽ ماڻس کي گاڏيءَ ۾ ٿي چاڙهيو. انهن شين کي ڏسي منهنجي اڳيان سندس اها تصوير اچي بيٺي جڏهن هن فرضي نالن جي راند ۾ منهنجو فرضي نالو سڃاتو ۽ ڏاڍي پياري سريلي آواز ۾ پڇيو.

”خوددار! ٺيڪ آهي نه؟“ ۽ خوش ٿي مون ڏانهن هٿ وڌايائين پوءِ کيس پنهنجي آڏو ڪاٺ واري ميز تي ويٺل ڏٺم جتي سهڻي نموني شيشن جا ننڍا ننڍا سرڪ ٻي ڀريائين ۽ مون ڏانهن محبت ڀريل نگاهن سان ٻي نهاريائين پر منهنجي خيالن ۾ سندس سڀ کان سهڻي ۽ وڻندڙ تصوير ته اهائي هئي ته جڏهن هن پنهنجي پيءَ سان گڏجي بيپرواهيءَ ۽ نازڪ ادائن سان ناچ پئي ڪيو ۽ فخر ۽ وڏائي سان سڀني ساراهيندڙن اکين ۽ داد ڏيڻ وارن کي ڏسي رهي هئي. هوءَ پاڻ کان خوش ۽ نازان هئي ۽ پنهنجي پيءَ جي ڪري به. ان وقت غير ارادي طور مون سندس ۽ سندس پيءَ جو وڏو گهرو ۽ نرم نازڪ جذبو محسوس ڪيو.

تنهن زماني آءٌ ۽ منهنجو مرحوم ڀاءُ گڏ رهندا هئاسين. منهنجي ڀاءُ کي سوسائٽيءَ سان ڪابه دلچسپي ڪانه هئي. هو ڪڏهن به ناچ جي محفلن ۾ نه ويندو هو. هن ايم. اي جي امتحان جي تياري پئي ڪئي ۽ ڏاڍي مثالي زندگي پي گذاريائين. ان وقت هو ستو پيو هو ۽ اڌ مٿو ڪمبل سان ڍڪيل هئس. مون جڏهن کيس انهيءَ حالت ۾ ڏٺو ته مونکي مٿس ڏاڍو رحم پيو. مون کي ان ڪري مٿس رحم آيو جو هو ان خوشيءَ کان محروم هو جيڪا مون کي حاصل ٿي هئي.

اسانجي گهر جو نوڪر پيترو شايد ڪٿي آيو ۽ ڪپڙن بدلائڻ ۾ منهنجي مدد ڪرڻ لاءِ وڌيو پر مون ڪيس واپس موڪلي ڇڏيو. مون کي سندس ماڻا سان چڙ مل منهن ۽ پڪڙيل وار ڏسي مٿس رحم آيو. متان ڪوڪڙڪو ٿئي تنهنڪري آءٌ پين تي پنهنجي ڪمري ۾ آيس ۽ پلنگ تي اچي ويٺس. منهنجو سڄو جسم ٿڪل ۽ سست هو. ان وقت پلا ننڍ ڪيئن ايندي متان وري ڪمري ۾ گرمي به گهٽي هئي سو آءٌ پنهنجا ڪپڙا بدلائڻ کان سواءِ ئي اکڻ ۾ آيس ۽ اوور ڪوٽ پائي ٻاهريون دروازو کولي رستي ڏانهن وڌيس. آءٌ انڪل پنجين بجي ناچ تان موٽيو هوس ۽ ان کي به ٻه ڪلاڪ ٿي ويا هئا. جڏهن آءٌ ٻاهر نڪتس ته پرهه ڦٽڻ واري هئي. اها ايسٽر جي موسم هئي، چوطرف ڏنڌ اڳو پيو هو. رستن تي جميل برف ٻي پگهري ۽ ڇتين تان پاڻي ٽپ ٽپ ڪري پي ڪريو.

انهن ڏينهن ڪرنل شهر ۾ رهندو هو. سندس گهر هڪ کليل ميدان جي پٺي پاسي هو، هڪڙي پاسي ڇوڪرين جو اسڪول هو ۽ ٻئي پاسي ڇهل قدمي ڪرڻ لاءِ خاص جاءِ هئي. آءٌ پنهنجي ننڊڙيءَ سڄيءَ گهٽيءَ سان لنگهي اچي وڏي رستي تي پيس. رستي تي هاڻي وانهڙو ڏسڻ ۾ پئي آيا. اهي گاڏين وارا هئا جيڪي برف جي گاڏين ۾ هارڻ جون ڪاٺيون کنيو پي ويا. گاڏين جون قطارون برف کي چيري رستي جي پٺرن تائين پئي پهتيون. مونکي هر شئي وڻندڙ پئي لڳي. پگهر ۾ پسيل مٿا لوڏيندڙ گهوڙا، ڍڳهن ڍگهن جوتن وارا گاڏين وارا جيڪي پنهنجي گاڏين سان گڏوگڏ پگهرندڙ برف تان پئي ويا. رستي جي ٻنهي پاسي گهرن جون قطارون ڏنڌ ۾ ڏاڍيون ڍگهيون پئي لڳيون. مطلب ته هر شئي مونکي ان وقت خاص ڪري پياري، دلڪش ۽ معني واري ٿي لڳي. جڏهن آءٌ ان ميدان جي ويجهو پهتس جتي هنن جو گهر هو تڏهن جيڪا ڇهل قدميءَ لاءِ جاءِ ٺهيل هئي اتي هڪڙي ڪاري وڏي شئي چرندي ڏٺم. ان سان گڏ مونکي نغاري جو آواز ۽ بانسري جي رڙ ٻڌڻ ۾ آئي، منهنجو من سڄو وقت ڳائيندو پي رهيو، ذري ذري کان پوءِ مازورڪا

ناچ جي ڌن منهنجي ڪنن ۾ گونجي پئي. پر هي ته ڪنهن ٻي قسم جو سنگيت هو. ڏاڍو اڻ وڻندڙ ۽ دل ڏکوئيندڙ.... ’هي ڪهڙي شئي ٿي سگهي ٿي؟‘ مون دل ئي دل ۾ سوچيو. پوءِ آءٌ ان ترڪندڙ رستي تي ويس جيڪو گاڏين جي لنگهڻ لاءِ ميدان وچان آرپار لنگهيل هو ۽ ان آواز ڏانهن وڌڻ لڳس. اٽڪل سو ڪن وکن کان پوءِ ڌنڌ جي پويان ماڻهن جو هڪ ميڙ ڏسڻ ۾ آيم. مون سوچيو ’شايد سپاهي آهن. پريڊ پيا ڪن.‘ ائين سوچي اڳتي وڌيس. منهنجي اڳيان هڪ لوهار پئي ويو جنهن جي صدريءَ ۽ پتلون تي سٽيا داغ لڳل هئا ۽ هٿ ۾ هڪ وڏو ٻنڌل پڻ هوس. اسين ٻئي سپاهين جي ويجهو وڃي پهتاسين. ڪارا ڪوٽ پاتل سپاهي، ٻن قطارن ۾ آمهون سامهون سواءِ ڪنهن چرڻ پرڻ جي بيٺا هئا. هو بندوقون زمين تي اڀيون رکيو بيٺا هئا. سندن پويان هڪڙو بانسريءَ وارو ۽ هڪڙو نغاري وارو بيٺو هو ۽ هنن لڳاتار اهائي تيز ڌن پئي وڄائي.

”هي ماڻهو ڇا پيا ڪن؟“ مون پنهنجي پرسان بيٺل لوهار کان پڇيو.

”ڪنهن فوج مان ڀڳل تاتاري سپاهيءَ کي سزا پيا ڏين.“ لوهار پرئين قطار کي ڏسي خفي ٿي جواب ڏنو.

آءٌ به اوڏانهن وڌڻ لڳس. مونکي ٻنهي قطارن جي وچ ۾ ڪا خوفناڪ شئي پنهنجي پاسي ايندي ڏسڻ ۾ آئي. اهو هڪ ماڻهو هو جو چيلهه تائين اگهاڙو هو. هو بندوقن سان ٻڌل هو. بندوقن کي ٻن سپاهين پي ڇڪيو. سندن پرسان هڪ ڊگهي قد وارو آفيسر فوجي ڪوٽ ۽ ٽوپي پائي پئي هليو. سندس قد بت ۽ هلڻ چلڻ ڪجهه سڃاتل ٿي لڳم. قيديءَ جو سڄو بت چڪن ڪري ڏکيو پئي. سندس پير وکهرندڙ برف تي بري نموني گهليا پئي. هو ٻنهي قطارن جي وچان پي ويو. هن ڪنهن مهل پٺيان هٽڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي جنهن تي جيڪي ٻه سپاهي بندوقن جا پئي ڇيڙا جهليو پي هليا تن اچل سان ڪيس اڳيان ٿي ڇڪيو، هو تنهن مهل اڳيان

ٿي وڌيو ته انهن سپاهين کيس پيدان ٿي ڇڪيو ته متان اوچتو
ڪري نه پوي. قيديءَ سان ڳنڍوڳنڍ ڊگهي قد وارو آفيسر مضبوط
پيرن سان هلندو اسان جي پاسي ئي آيو. هو هڪ منٽ به پوئتي نه پيئو.
هي ڳالهه ڳالهين ۽ اچڻ مچڻ وارو فوجي آفيسر وارنڪا جو پيءُ هو.
ڪنهن ڏکتي قيديءَ تڪليف ۽ ايذاءَ کان منهن اوڏانهن
ٿي ڪنيو جيڏانهن هو پئي ويو. چپ زبان سان حيرت جو اظهار پئي
ڪيائين. سندس وات پٽيل هو، سندس اڇا اڇا ڏند پئي ڏسڻ ۾ آيا
۽ هن بار بار ليلايو پئي. جيسين هو منهنجي ويجهو نه آيو تيسين
مون سندس هڪ لفظ به نه سمجهيو. هن جي سڏڪن سان هي اکر
پئي نڪتا: ”ادا، رحم ڪريو، مون تي رحم ڪريو.“
پر پاڻن کي مٿس ذرو به رحم نه آيو. جڏهن اهو جلوس
منهنجي اڳيان پهتو ته مون ڏٺو ته هڪ سپاهي ڏاڍي تيزيءَ سان
قطار مان نڪتو ۽ اڳيان وڌي پنهنجو ڏنڊو اهڙي ته زور سان
تاتاريءَ جي پٺيءَ تي هنيائين جو هن جو آواز هوا ۾ گونجڻ لڳو.
جڏهن تاتاري اڳيان جهڪي ويو ته سپاهين ڇڪي کڻي سڌو ڪيس
۽ ٻئي پاسي کان به مٿس اهڙو وار ٿيو. ان کان پوءِ هو ڪڏهن هن
پاسي ٿي ڪريو ته ڪڏهن هُن پاسي؛ ڪرنل ساڻس گڏ پئي ويو.
ڪڏهن ڪڏهن هن پنهنجي پيرن کي ٿي ڏٺو ته ڪڏهن قيديءَ
کي ٿي ڏٺائين. هن زور سان وڏا وڏا ساه کڻيو ڦڦڙ هوا سان پئي
ڀريا ۽ پوءِ آهستي آهستي پنهنجي ڪليل وات مان هوا ٻاهر پئي
ڪڍيائين. جڏهن هي جلوس ان جاءِ تان لنگهيو جتي آءٌ بيٺو هوس
ته مونکي سپاهين جي قطار جي وچان قيديءَ جا پٺا ڏسڻ ۾ آيا،
اهي آلا، ڳاڙها پٺا هئا، اها هڪ اهڙي غير قدرتي شئي هئي جنهن
جو لفظن سان بيان ڪري ئي نٿو سگهجي. مونکي يقين ٿي نٿي آيو
ته هي به ڪو انساني جسم جو حصو آهي.
”اف خدايا!“ منهنجي پرسان بيٺل لوهار ٻُٽڪو ڪري چيو.
جلوس اڳيان وڌي ويو هن ڊنل ڪريل بدنصيب شخص کي ٻنهي
پاسن کان ڏنڊا پئي لڳا، بانسري رني پئي. نغارا وڳا پئي ۽ ڊگهي

قد وارو ڪرنل قيديءَ سان گڏ ثابت قدم ٿي ويو. اوچتو ڪرنل ٻيلو ۽ ٻوءِ تڪڙو تڪڙو هڪ سپاهيءَ وٽ ويو.

"تنهنجو وار خالي ويو! ڇگهو آئون تو توکي مزو چکايان."

مون ڪرنل جو ڪڙڪي دار آواز ٻڌو. "هي وٺ! ٻيو وٺ!"

مون ڏٺو ته هن پنهنجي مضبوط هٿن سان جن ۾ سوئيڊ جا دستانا پيل هئا، هن ڪمزور ۽ محنتي سپاهيءَ جي منهن تي ڪيترائي ٺونشا هنيا جو ان سپاهيءَ جو ڏنڊو تاتاريءَ جي ڳاڙهيءَ ڇيلهه تي ڪافي زور سان نه لڳو هو.

"نئون ڏنڊو آڻيو." ڪرنل حڪم ڏنو. اهو چئي هن لوڙو هنيو ۽ سندس نگاهه اوچتو مون تي پئي. پر هن اهو ظاهر ڪيو ته ڄڻ هن مونکي سڃاتوئي ڪونهي ۽ ڏاڍي رڪائيءَ سان، بدفضيلتي نموني منهن ۾ شور وجهي ٻي پاسي مڙي ويو. آءٌ ايترو ته ڦڪو ٿيس جو سمجهه ۾ نه آيم ته ڪيڏانهن ڏسان. ڄڻ آءٌ ڪا بيحيائيءَ جهڙي حرڪت ڪندي پڪڙجي پيو هجان. آءٌ ڪنڌ هيٺ ڪري تڪڙو تڪڙو گهر ڏانهن ويس. سڄي وات منهنجي ڪنن ۾ نغاري جي ٺاپ ٺاپ ۽ بانسريءَ جو روج راڙو ۽ تاتاريءَ جا اهي لفظ: "ادا رحم ڪريو! ٻانرو رحم!" ۽ ڪرنل جو خوداعتمادي وارو ڪڙڪيدار آواز "هي وٺ! ٻيو وٺ." اهي سڀ ٻُرڻ لڳا. منهنجي دل ائين ٿي ڇڇلايو ڄڻ منجهس زخم ٿي پيو آهي ۽ اهو زخم پوسريو پئي. هن روحاني ايذاءَ ڪان مونکي الٽي اچڻ لڳي، ان ڪري رستي ۾ ٻئي دفعا بيهي الٽي ڪيم. مونکي ائين محسوس پئي ٿيو ته هن خطرناڪ نظاري منهنجي نسن ۾ جيڪا شئي ڀري آهي ان ڪان مونکي هر گهڙيءَ الٽي جو ڊپ پئي ٿيو ته: ڄاڻ آئي ڄاڻ آئي! مونکي خبر ناهي ته آءٌ ڪيئن پلنگ تي ستس. جيئن ئي منهنجي اک لڳي وري اهو نظارو ٻڌڻ ۾ ۽ ڏسڻ ۾ آيم ۽ آءٌ ٽپ ڏيئي آٿي ٻيٺس........

"ڇگهو اهو ته ٻڌاءِ ته تنهنجي عشق جو ڪهڙو انجام ٿيو؟"

"منهنجو عشق! ان ڏينهن ڪان وٺي منهنجو عشق ٿڌو ٿي

ويو. جڏهن ٻه اسين ٻئي گڏ گهمندا هئاسين ۽ هوءَ پنهنجي خاص منجهيل منجهيل انداز ۾ مرڪندي هئي ته مونکي پٺس ڪرنل جي ميدان واري تصوير دماغ ۾ ابري ايندي هئي ۽ ان ڪري مون تي هڪ عجيب مونجهه ۽ بي آرامي جي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي. آهستي آهستي مون سائس ملڻ بند ڪري ڇڏيو. اهڙي طرح اسان جي عشق جون پاڙون سڪي ويون.... تہ جناب اهڙا اهڙا واقعا دنيا ۾ ٿيندا آهن! ۽ اهڙا واقعا ٿي انسان جي پوري زندگيءَ کي ڦيرائي ڇڏين ۽ سندس رخ موڙيو ڇڏين....“ هن اهڙيءَ طرح ڳالهہ کي ختم ڪيو. ●

(ماهوار تحريڪ اپريل ١٩٤٣ع)

(ترجمو) جاءِ ائڊمسن

# ايلسا

فيبروري ١٩٥٦ع جي ڳالهه آهي ته هڪ آدمخور شينهن، هڪ ڳوٺاڻي کي ماري وڌو. منهنجو مڙس "ڪينيا" جي ڏاکڻي صوبي ۾ شڪار جو محافظ هو. منهنجي مڙس کي اهو ڪم سونپيل هو ته هو حادثي واري جاءِ تي پهچي جيترو به ٿي سگهي، اوترو جلد انهيءَ خوفناڪ جانور کي ڳولي ختم ڪري ڇڏي. انهن ڏينهن آءٌ به ساڻس گڏ هيس.

جنهن وقت منهنجو مڙس حادثي واري سرزمين ڏسي آيو، تنهن وقت آءٌ ڪيمپ ۾ اڪيلي هيس. سندس ڪار ننڍڙن جهنگلي ٻوٽن کي لتاڙيندي اچي ڪيمپ جي اڳيان بيٺي.

"جائي!" ڪٿي آهين! جلدي اچي ڏس ته مون تولاءِ ڇا آندو آهي؟ اهو آواز منهنجي مڙس "جارج" جو هو. آئون ڊوڙندي اوڏاهين ويس. منهنجي مڙس مونکي ڪار جي پٺئين پاسي اشارو ڏنو. مون ڪار جي پوئين سيٽ تي شينهن جا ٽي ٻچا ڏٺا. جيڪي پشم جي نرم نرم گولن وانگر پئي سريا ۽ پاڻ کي هڪ ٻئي ۾ لڪائڻ جي ڪوشش پئي ڪيائون. اڃا سندن اکيون به چڱيءَ طرح ڪونه ٿيون هيون. سندن ننڍڙين اکين تي نيري رنگ جا پڙدا چڙهيل هئا. آئون ٻچن کي هنج ۾ کڻي پيار ڪرڻ لڳيس.

"جارج" ٻڌايو ته اڄ صبح جو آئون ٻن ماڻهن سان گڏجي ٻڌايل هنڌ تي ويس. جتي هڪ شينهن ٻن شينهڻين سان ستو پيو هو. جڏهن اسين اتي پهتاسين ته هڪ شينهڻ اسان کي ڏسي گجڪار ڪري اسان تي حملو ڪيو. اسان پنهنجي بچاءَ ۾ ڪيس گولي هڻي ماري ڇڏيو. جڏهن اسان سندس ٿڻ، کير ۾ ڀريل ڏٺا، تڏهن اسان کي ڏاڍو ڏک ٿيو. ڇو ته هوءَ ٻچن جي ماءُ هئي ۽ پنهنجي ٻچن

جي ٻچاءَ ۾ اسان تي حملو ڪيو هئائين. اسان پوءِ ٻچن جي ڳولا
ڪئي. هو جلدي اسان کي هڪ غار ۾ سرندا ڏسڻ ۾ آيا. هو انڪل
ٻن ڏينهن جا چاول ئي ڏنا. مون ڪٿائي اهـي ڪار ۾ رکيا. مون
ڏٺو ته ڪار ۾ ٻن ٻچن غرغر پئي ڪئي ۽ هڪ ٻچو ماٺ ۾ هو.

مون ڏاڍي مشڪل سان انهن کي کير تي هيرايو. ٿورن ئي
ڏينهن ۾ ٻچا ڪيمپ ۾ هري مري ويا ۽ پوءِ سڀئي ماڻهو انهن کي
پيار ڪندا هئا. هن ننڍڙي عمر ۾ به هنن ٻچن جو ڪردار جدا جدا
هو. وڏو زنده دل هو ۽ وچيون سخرو هو سڄو ڏينهن کير پيڻ واري
شيشيءَ سان پيو راند ڪندو هو. سندس نالو لسٽيڪا رکيم. رهيو
ننڍو ٻچو جـسا منجهن مادي هئي سا ڏاڍي تيز ۽ ڦڙت هئي. جڏهن
ڪو خطرو انهن کي ڏسڻ ۾ ايندو هو ته هو ٻئي ڳڏجي ننڍي ايلسا
کـي اوڏاهين موڪليندا هئا. هـي نيٺي ٻچا ڳهٽو ڪري منهنجي
کٽ هيٺان وهندا هئا. هو ڏاڍا سهٺا ۽ پوشيدا هوندا هئا. ڪڏهن
ڪڏهن ڪاوڙ ۾ غرغر پيا ڪندا هئا ته ڪڏهن پاڻ ۾ ڳڏجيو
راند ڪندا هئا.

جڏهن اسين آءِسي. او لوءَ ۾ وڃي رهياسين ته اتي ننهي
ننڍڙن شهزادن لاءِ هڪ ڪاٺ ۽ لوهه جو پڃرو ٺهرايوسين. جنهن
۾ هـو سڄو ڏينهن آزاد پيا گهمندا هئا. اسان اتي سندن سنڀال لاءِ
هڪڙو نوڪر نورو رکيو هو. پنهنجي نئين گهر ۾ جلد ئي هري مري
ويا ۽ سندن اکيون به چڱيءَ طرح کلي ويون هيون. جيتوڻيڪ اڃا
به هو پري جون شيون ڏسي نٿي سگهيا ۽ نه وري ڪنهن شئي کي
هٿن ۾ مضبوط ئي جهلي سگهيا. تنهنڪري اسان رٻڙ جو بال راند
ڪرڻ لاءِ ڏيئي ڇڏيس جنهن سان پيا راند ڪندا هئا. هو نرم شي
تي ڏاڍو خوش ٿيندا هئا ۽ هڪ ٻئي کان بال کسڻ جي پيا ڪندا
هئا. جڏهن منجهانئن هڪڙو بال کسي ويندو هو ته پوءِ ٻين کي خار
ڏيڻ لاءِ اکڙجي هلندو هو. جيئن جيئن هو وڏا ٿيندا ويا تيئن تيئن
کين پنهنجي طاقت جي ڄاڻ پوندي وئي ۽ پوءِ هنن اها طاقت، جا
به شي هٿ ئي آئي، تنهن تي ئي آزمائي.

ھنن ننڍڙن ٻارن کي سنڀارڻ ڪو سولو نہ ھو. ڀلا توھان ٻاڻ ئي ٿوري دير لاءِ ان شرير ٻارن جو خيال ذھن ۾ آڻيو تہ جن کي ٻين جي مرضيءَ تي سمھڻ کان نفرت ھجي ۽ جيڪي پنھنجي سنڀاليندڙ کان بہ ڊوڙ جا تڪا ھجن، سي ڪيئن نہ جھل ڏين؟ تنھن ڪري اسين ھڪ انڪل سان کين سنڀاريندا ھئاسين. اسين ھڪ رسيءَ تي ڪپڙو ويڙھي مولاھتو ڏاھي، پوءِ ان رسيءَ کي پڃري جي اندر سيريندا ھئاسين ۽ ٻچا ان کي شڪار سمجھي پٺيان پوندا ھئا. جڏھن اندر ٿيندا ھئا تہ اسين جھٽ ڏيئي در بند ڪري ڇڏيندا ھئاسين.

جڏھن ھي ٻار ان مھنن جا ٿيا ۽ سندن ڏند بہ نڪري آيا، تڏھن آئون سندن اڳيان ڪچوگوشت رکندي ھيس. ٻئي ڏينھن تہ رڳوگوشت کي پيا سونگھندا ھئا ۽ جڏھن گوشت چکي ڏٺائون تہ پوءِ روز کائڻ تي گيرٽ پيا ڪندا ھئا ۽ وڙھندا ھئا. ويچاري ايلسا جا منجھن ڪمزور ھئي سا کائڻ ۾ گھٽ ٿيندي ھئي. تنھنڪري آئون کيس ھنج ۾ وھاري لڪائي گوشت کارائيندي ھيس ۽ ھوءَ ان تي ڏاڍي خوش ٿيندي ھئي ۽ پنھنجو ننڍڙو منھن منھنجي ھنج ۾ ٻئي ڦيرائيندي ھئي. جڏھن کيس منھنجي اھا ھلت ڏاڍي ٿي وڻي. اھڙن موقعن تي ھوءَ يا تہ منھنجو آڱوٺو چوسيندي ھئي يا پنھنجن نرم پيرن سان منھنجي ران مھٽيندي ھئي. جيئن ڪو ننڍڙو ٻار ٿڃ ڌائڻ مھل ماءُ جي ڇاتي پيو مھٽيندو آھي. اھائي ڳالھہ ھئي جو اسان ٽنھي ۾ ڏاڍو پيار ٿي ويو.

ھائي ٽنھن مھنن جا ٿي ويا ھئا. جسماني لحاظ کان بہ ھو ڪافي مضبوط ھئا. جيتوڻيڪ اسان کي ساڻن ڏاڍو پيار ھو. پر اسين کين گھڻو عرصو پاڻ وٽ رکي نٿي سگھياسين. ڇو تہ اسان وٽ ايترو پئسو نہ ھو. تنھنڪري اسان فيصلو ڪيو تہ ٻن کي جدا ڪنداسين، باقي ايلسا کي نپائينداسين.

آخر ٻن وڏن ٻچن کي ھالينڊ جي سرڪاري باغيچي ۾ موڪليوسين. جڏھن ٻنھي ٻچن کي ٽرڪ تي چاڙھيوسين ۽ ٽرڪ

هلڻ لڳي تہ ايلسا ٽرڪ جي پٺيان ڊوڙندي ويئي، ڪيس خبر پئجي ويئي تہ اڄ منهنجا ٻار مون کان هميشه لاءِ جدا پيا ٿين. جڏهن ڊوڙي ڊوڙي ٿڪجي پئي تہ ڏک کان نماڻيون اکيون ڪٺي رستي تي ويهي نهارڻ لڳي. ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ اسان کي تار ملي تہ ٽئي ٻچا خير خوبيءَ سان هالينڊ پهچي ويا آهن. ٽن سالن کانپوءِ جڏهن آءٌ هالينڊ، ٻچن کي ڏسڻ ويس تہ ٽئي ٻچا ڪنڌ جهڪائي منهنجي اڳيان اچي بيٺا ۽ مونکي پنهنجي پٺن تي هٿ گهمائڻ ڏنائون.

هيڏانهن ايلسا ٻارن جي ڪري اداس ٿي پئي ۽ ٻارن کي ڳولڻ لاءِ گهر جي ڪنڊ ڪنڊ ڳوليائين. جن وڻن جي جهنگٽن ۾ ويهي رانديون ڪندا هئا، اتي بہ هنن کي سڏ پئي ڪيائين ۽ ڳوليائين، جڏهن ٿڪجي پئي تڏهن اچي ڊپ لڳس تہ پوءِ هوءَ اسان کان بہ پري نہ ٿيندي هئي تہ متان اسين بہ ڪيس ڇڏي نہ وڃون.

جڏهن هوءَ اڪيلائي تي هري ويئي تہ وري اڳئين وانگر مستيون ڪرڻ لڳي. اسان کي، ڪڏهن هوءَ پنهنجن چنبن سان پيار ڪندي هئي تہ ڪڏهن وري پنهنجي ڪوريءَ جڀ سان چٽيندي هئي. هاڻي هوءَ شڪار تي اسان سان گڏجي هلندي هئي. هميشه پهريون شڪار سندس هوندو هو. جيڪڏهن شڪار پڪيءَ جو هوندو هو تہ ايلسا وڏي فخر سان پڪيءَ کي پنهنجي وات ۾ جهلي اچي اسان جي پيرن ۾ رکندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن هوءَ جانورن جي پٺيان ويندي هئي ۽ ٿڪجي پوندي هئي تہ اسان کي مٿس ڏاڍو رحم ايندو هو. اسان گهڻئي دفعا پاڻ سان گڏ ڪيس بہ سفر تي وٺي ويا هئاسين. ڪيس سفر ڪرڻ ۾ ايتري خوشي ٿيندي هئي جيتري اسان کي ٿيندي هئي.

هاڻي هوءَ ١٩ مهينن جي ٿي ويئي هئي ۽ سندس آواز بہ ڳرو ٿي پيو هو. سندس منهن تي ليڪون ظاهر ٿي ويون. جڏهن اسين ڪيس ٻاهر گهمائڻ وٺي ويندا هئاسين تہ ڏاڍي خفي ٿيندي هئي. هاڻي سندس اها مرضي هئي تہ اسين سندس گهڻو خيال ڪريون. ڇو جو هوءَ هڪ قسم جي نمائش پسند ٿي پيئي هئي. ايلسا جي

انٽي وهٽي ڏاڏي پياري ۽ سهڻي هوندي هئي. جيتوڻيڪ اسين ايترو گڏ نه رهياسين. هوءَ جلد ئي اسان کان جدا ٿـي ويئي ۽ پوءِ اسين ڪڏهن ڪڏهن ڪيس ڏسڻ ويندا هئاسين تـه هوءَ اسان سان ڏاڍي سهڻي نموني اچي ملندي هئي ۽ پنهنجو منهن اسان جي پيرن ۽ ٽنگن تي گهمائيندي هئي ۽ هلڪي آواز ۾ غرغر پيئي ڪندي هئي.

هاڻي اسان جي سامهون ايلسا جي هڪ نئين خواهش جـو مسئلو پيدا ٿـي پيو. جيڪا ڪيس هـر پئي نئي مهيني ڏاڍو تنگ ڪندي پئي آئي. اهڙن موقعن تـي ڪٿي جهنگ ڏي منهن ڪندي هئي ۽ وڻن ۾ وڃي شينهن جي بوءِ سنگهندي هئي. هڪ پيري هوءَ اسان سان گڏجي گهمڻ هلـي، هونئن هميشه جيڏانهن اسين ويندا هئاسين اوڏانهن هلندي هئي. پر ان پيري هوءَ پاڻ چڏائي پئي ڀاسي وڃڻ لڳي. تنهن ڪري اسين به لاچار ان طرف وڃڻ لڳاسين. ٿورو پرڀرو وياسين ته اسان کي شينهن جي چنبن جا نشان ڏسڻ ۾ آيا.

اونده سبب اسين گهر موٽڻ لڳاسين، پـر ايلسا گهر هلڻ کان نابري واري ويئي. لاچار ئي اسين ڪيس اتـي ڇڏي گهر موٽي وياسين، پر ٿورو ترسي ڪارڪٽي وري سندس پٺ ورتيسين، ڇو ته اسان کي اچي ڊپ لڳو ته متان شينهن ڪيس ماري نـه وجهن. اوچتو جهنگ ۾ گهڻن شينهن جو آواز اسان جي ڪنن تي پيو. اسين انهيءَ طرف وياسين. اسان کي پريان ڏسن شينهن جون اکيون بلورن جيان چمڪنديون نظر آيون. اسان کي ڊپ ٿيو ته متان هنن گڏجي حملو ڪري ايلسا کي ماري نه ڇڏيو هجي. پر ٿورو ڳولڻ سان جلد ئي ايلسا کي ڏٺوسين جا شينهن جي بوءِ تـي اوڏانهن پئي ويئي. موٽ رڙ ڪري چيو، ”ايلسا متان ويئي آهين، شينهن ماري ڇڏيندء.“ هوءَ انهيءَ آواز تي اتي ئي پٽ تي ويهي رهي. ڪڏهن اسان کي پئي ڏنائين ته ڪڏهن آواز ڏانهن. ڇڻ ڪجهه سوچي رهي هئي ته هاڻي ڇا ڪريان. آخر جارج شينهن جي آوازن ڏانهن ٻه هوائـي فائر ڪيا ته آواز بند ٿي ويا. اسين ٿورو هلڻ لڳاسين ته ايلسا به ٽپ ڏيئي اچي ڪار جي ڇت تي چڙهي ويئي.

هاڻي ايلسا جو اڻين کڻڻ ڦرڻ اسان لاءِ هڪ وڏو مسئلو بڻجي پيو. ايترو هو، ته هوءَ ڪن ڪلاڪن کان پوءِ، موٽي ايندي هئي. ڇو جو گهر ۾ کيس سڀ ڪا سهوليت ميسر هوندي هئي. هاڻي هوءَ سوائين پـن سالن جي هئي ۽ پوري بالغ ٿي وئي هئي. هاڻي اسين کيس پاڻ وٽ رهائي نتي سگهياسين. هـاڻي هـن کي جهنگ وڌيڪ وڻندو هو ۽ اتي آرام سان وڃي گهمندي هئي. اسان جي به اها مرضي هئي ته آهستي آهستي ايلسا کي پاڻ کان جدا ڪريون ۽ کيس جهنگ ۾ رهڻ تي هيرايون. پر اها ڳالهه سولي نـه هئي. اسين کيس پيلي ۾ اهڙي هنڌ وٺي وياسين جتي چڱي انداز ۾ شينهن رهندا هئا ته جيئن هوءَ انهيءَ ماحول ۾ هري وڃي ۽ پنهنجي مرضيءَ سان شڪار ڪري کائي. اسان سندس ڳچيءَ جو پٽو به لاهي ڇڏيو.

اسان هڪ ڏينهن آسمان تي گهٽيون ڳجهون آڏامندي ڏٺيون. اسين اوڏانهن وياسين. وڃي ڏٺوسين ته هڪ شينهن هڪ زيبرا جو شڪار ڪيو هو ۽ مزي سان ويٺي کاڌائين. ايلسا اهـو ڏسي ڪار جي ڇت تان لهي شينهن ڏانهن وڌڻ لڳي. شينهن ايلسا کي گهوري ڏسڻ لڳو جڻ ايلسا کي چيائين ٿي ته: ”توکي جهنگ جي بادشاه اڳيان پيش ٿيڻ جـي خبر ناهي! ته ڪيئن ادب سان اچبو آهـي؟ منهنجي کاڌي مهل اچي خلل وڌو اٿئي! ايڏي جرئت؟“ اسان جي ايلسا کي شينهن جي ڇهري جا تاثرات نـه وڻيا ۽ هوءَ موٽي وري ڪار جي ڇت تي اچي ويٺي. ٻئي ڏينهن قسمت ساٿ ڏنو. هڪ جوان شينهن آس پر گاهه تي ليٽيو پيو هو. ايلسا کيس پيار سان ڏسڻ لڳي. اسان کي شينهن وڻيو ۽ خيال ڪيوسين ته هيءُ ايلسا جو سٺو گهوٽ ٿيندو. اسين اٽڪل ٣٠ والن جي فاصلي تي بيهي رهياسين. شينهن پنهنجي ڪنوار کي ڪار جي ڇت تي ويٺل ڏسي حيران ٿي ويو. ايلسا پهرين ته غرغر ڪئي پر پوءِ ڪار جي ڇت تـان لٿي. اسين اهو سٺو موقعو ڏسي اتان کسڪي وياسين. ايلسا کـي پاڻ ڏي وڌندو ڏسي، شينهن سندس آجيان لاءِ وڌيو، ايلسا شينهن کـي وڌندو ڏسي ڊپ کان ڊوڙي اچي ڪار جي ڇت تي ساهه پٽيو. اسان

فيصلو ڪيو ته ايلسا کي ٻڪ ۾ ٻاهر گهمائڻ وٺي ويندا سين. ٻئي ڏينهن اسين ايلسا کي ٻڪايل حالت ۾ وٺي وياسين. اتفاق سان هڪڙو شينهن ڏٺوسين، جيڪو پنهنجو شڪار کائي هاڻي وڃي رهيو هو باقي شڪار اتيئي پيو هو. ايلسا شڪار ڏسي ڪار تان ٽپ ڏيئي لهي ويئي. اسين موٽي اچي ڪئمپ کان نڪتاسين. پر پوءِ اسان کي پنهنجي اها هلت نه وڻي. پر ڇا ڪريون؟ ڪنهن به طريقي سان آخر هن کي ڪنهن شينهن سان ملڻ جو وجهه ضرور ڏيڻو هو. ٻئي ڏينهن وري اسين ايلسا ڏانهن وياسين. اسان کي ٻڪ هئي ته ايلسا پنهنجي مڙس سان ڏاڍي خوش هوندي. پر اسان اتي وڃي جيڪي ڏٺوسين، تنهن دل ۾ وڏ وجهي ڇڏيا. ڏٺوسون ته ويچاري ايلسا انهيءَ ساڳئي هنڌ ويٺي اسان جو انتظار ڪيو. شينهن غائب هو ۽ سندس شڪار به. ايلسا اسان کي ڏسي ڏاڍي خوش ٿي. هوءَ ڊوڙي سون وٽ آئي ۽ ڏاڍي پيار سان منهنجو آڱوٺو چوسڻ لڳي ۽ چٽڻ لڳي. انهيءَ احساس منهنجي دل جي رڳ رڳ کي ڏ ڪوٺي وڌو. سون سوچيو ته اسان ايلسا کي سخت ڏک پهچايو آهي. پر اسان ڇا ڪريون؟ مجبور هئاسين. اهڙي نموني ڪيترائي ڀيرا ايلسا کي ڇڏيوسين ٿي ته ٻئي ڏينهن ساڳيءَ جاءِ تي ڪيس پنهنجي انتظار ۾ ويٺل ٿي ڏٺوسين. نه ٻڪ جي پرواه نه اڃ جي. هڪڙي شام جو ڪيس هڪ هنڌ ڇڏي آياسين، اڌي رات کان پوءِ ٨ ميل پنڌ ڪري واپس اچي ڪئمپ ۾ نڪتي. سندس پير ڦٽجي پيا هئا، منجهائن رت پئي وهيو. سندس اها حالت ڏسي منهنجي اکين مان ڳوڙها ڪري پيا، ته هوءَ اسان سان گڏ رهڻ ٿي گهري ۽ اسين ڪيس تڪاريون پيا. پر انهيءَ ۾ سندس ڀلائي هئي.

هاڻي ايلسا ٻه ٻه ڏينهن ڪئمپ کان غائب رهندي هئي. جڏهن گهر موٽي ايندي هئي ته سندس پيٽ ڀريل ڏسڻ ۾ ايندو هو. تنهن مان اسان کي خبر پئي ته هوءَ پنهنجو شڪار پاڻ ڪرڻ سکي ويئي آهي.

هاڻي ته اسان فيصلو ڪيو ته ڪيس هڪ هفتي لاءِ اڪيلو

ڇڏي وڃون. جڏهن اسين پنهنجو سامان ٻڌڻ لڳاسين، تڏهن ايلسا
اسان کي غور سان ڇتائي ۾ نهاريو، ڄڻ کيس خبر پئجي ويئي هئي
ته اسين ساڻس ٺڳي ڪريون. اسان پنهنجو سامان ڪار ۾ رکايو.
مون جارج کي چيو، ”آءٌ ايلسا کي وٺي ٿي وڃان. توهين تيار بيٺا
هجو، جيئن ئي آءٌ ايلسا کي ڇڏي اچان، تون هان ڪار اسٽارٽ
ڪجو.“ جيتوڻيڪ اها ٺڳي ايلسا جي فائدي لاءِ هئي پر جڏهن ان
تجويز تي عمل ڪرڻ جو وقت آيو تہ اهو وقت مون کي پنهنجي
زندگيءَ جو ڏکئي ۾ ڏکيو محسوس ٿيڻ لڳو. ايلسا انسانن جي
بجاءِ قدرت واري جي ملڪيت هئي، اسين انسان هئاسين. ايلسا
سان پيار ٿي ڪيوسين. ڇا ايلسا اهو پيار وساري سگهندي؟ هوءَ
بک ۾ پاڻ شڪار ڪري کائي سگهندي؟ اسان کي ڊپ هو تہ هوءَ
اسان جي ڀروسي تي اسان جو انتظار پئي ڪندي. ڇو تہ اسان
ڪڏهن بہ ساڻس اهڙي ٺڳي نہ ڪئي هئي. مون پيار مان سندس
پيشاني تي چمي ڏني. ڪاش کيس اها ڄاڻ پئجي سگهي ها تہ
ڪانئس جدا ٿيندي، منهنجي دل کي ڪيترو نہ ڏک ٿي پهتو. آءٌ
ايلسا کي جهنگ ۾ وٺي اڳيان گوشت رکي ڊوڙي هلي آيس.
ڪار تيار هئي. اسان ڏهہ ميل پري وڃي ڪئمپ لڳائي. اسان کي
هاڻي اتي هڪ هفتو رهڻو هو. شام جو جڏهن آءٌ جارج سان گڏجي
درياهہ جي ڪناري گهمڻ ويس تہ پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪيم.
هاڻ نہ ايلسا هئي ۽ نہ ايلسا جو مٿو منهنجي هنج ۾ هو ۽ نہ ايلسا
جي بدن جي گرمي هئي. کيس اڪيلي ڇڏڻ جو مون کي ڏاڍو صدمو
هو پر آءٌ بيوس هيس. آخر هفتو پورو ڪري، اسين موٽي ايلسا کي
ڏسڻ وياسين تہ ايلسا پنهنجي امتحان ۾ پا س ٿي آهي. جڏهن اتي
پهتاسين تہ ايلسا جي پيرن جا نشان ڏٺاسين. مون ايلسا کي سڏ
ڪيا، هوءَ منهنجو آواز ٻڌي درياءَ واري پاسي کان ڊوڙندي ڊوڙندي
آئي. سندس ڊوڙ مان اسان سمجهيو تہ هن اسان کي ڏاڍو ڳوليو آهي.
هوءَ پنهنجو مٿو منهنجي پيرن تي رکي، مون کي چنبڙڻ لڳي،
منهنجي صبر جو پيالو ڀرجي ويو ۽ ڳوڙهن جو مينهن اکين مان وسڻ

لڳو. ايلسا جي اکين مان اٿاهہ خوشي پئي چلڪي. اسان جا تنبو وري ساڳئي هنڌ لڳي ويا. آءٌ ايلسا کي وٺي درياءَ ڏانهن ويس، جتي هڪ وڻ جي هيٺان ليٽي پيس ۽ ايلسا بہ منهنجي پاسي کان ليٽي پئي. سون ڏانهن ڏورانهين طور ڏٺائين ۽ پوءِ پنهنجو چنبو منهنجي سيني تي رکي سمهي رهي. رات جو هوءَ وري جهنگ ۾ هلي وئي.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ وري ڏانهس وڃڻ جو ارادو ڪيوسين. ايلسا کي ساڳي ٽڪري تي ڏٺوسين. اسين ويجهو وياسين تہ هوءَ اسان کي ڏسي خوش ٿي پر اڳين وانگر اُٿي اچي نہ ملي. اسين سمجهي وياسين تہ هوءَ هاڻ اڪيلائي ٿي گهري. جڏهن اسان جي ڪار ٽڪري جي پاسي کان اچي لنگهي تہ ايلسا رڳو نهاڻين اکين سان پئي نهاريو. سون ۽ ايلسا تيستائين هڪ ٻئي ڏانهن پئي ڏٺو، جيستائين اسانجي ڪار غائب ٿي وئي.

هاڻي ايلسا کي هڪ سال ٿي ويو آهي اڪيلي حياتي گذاريندي. اسين سال ۾ ٣-٤ ڀيرا ساڻس ملڻ ويندا آهيون ۽ هوءَ اسان کي ڏسي اهڙي خوشيءَ سان اچي ملندي آهي، جيئن ڪي صدين جا وڇڙيل دوست ملندا آهن. ايلسا کي ڏسي اسانکي خوشي ٿيندي آهي تہ هوءَ هاڻ اڪيلائي تي هري وئي آهي. هاڻ اسان جي ايلسا آزاد آهي. ●

(ماهوار بادل ١٩٦٦ع)

# سورمو

هو تاريخ ٢٢ اپريل ١٨٧٠ع، اڄ کان پورا هڪ سؤ سال اڳ سيمبرڪ شهر ۾ ڄائو، هي شهر روس جي مشهور درياهہ والگا جي ڪناري تي آهي.

هن جا وڏا زرخريد غلام هاري هئا (هاري زميندارن جا زرخريد ٻانها هوندا هئا ۽ زمين سان گڏ وڪبا هئا.) هن جو ڏاڏو تمام غريب ماڻهو هو ۽ هو ننڍي وهيءَ ۾ مري ويو. هن جي پيءُ ايليا کي سندس وڏي ڀاءُ نپايو ۽ پڙهايو. ٿانجو پٽس پهرين ماستر ٿيو ۽ پوءِ وڌندي وڌندي نيٺ وڃي تعليم کاتي جو ڊائريڪٽر ٿيو.
هو پنهنجي وقت آهر چڱن خيالن وارو انسان هو، هن جي ماءُ هڪ ڊاڪٽر جي ڌيءَ هئي. لينن کي ٽي ڀيٽون ۽ ٻہ ڀائر هئا، هو ٽيون نمبر ٻار هو. هو ننڍڙي هوندي کان وٺي ڏاڍو شرارتي، چالاڪ ۽ ڦڙتيلو هوندو هو. کيس رانديون ڪرڻ، ترڻ، برف تي ترڪڻ ۽ شطرنج راند کيڏڻ جو ڏاڍو چاهہ هوندو هو. سڄو ڏينهن ڪنهن نہ ڪنهن راند ۾ لڳو پيو هوندو هو ۽ ڏاڍي محنت سان پڙهندو بہ هو. سدائين امتحان ۾ پهريون نمبر ايندو هو.

هو نيڪ دل ۽ سچار هوندو هو. پاڙي جي غريب شاگردن کي محنت ڪري پڙهائيندو هو.

هو اسڪولي ڪتابن کان سواءِ ٻيا ڪتاب بہ پڙهندو هو، پوشڪن، گوگول، ترگنيف، ٽالسٽائي ۽ ٻيا ڪيترائي زبردست اديب ۽ عالم ٿي گذريا آهن انهن جون همدرديون عوام سان هونديون هيون، کيس انهن جا ڪتاب ڏاڍا وڻندا هئا.

تن ڏينهن روس ۾ ملن، ڪارخانيدارن، شاهوڪارن، وڏيرن ۽ جاگيردارن جو زور ڏينهون ڏينهن وڌندي پئي ويو. ملڪ ۾ ڪيترائي نوان ڪارخانا، نيون مشينون ۽ نيون فيڪٽريون پئي

ٿيون جن ۾ مزدور رات ڏينهن محنت مزدوري ڪري پيٽ پريندا هئا. پر سندن حالت تمام بڇڙي هوندي هئي. شاهوڪار طبقو ڪين محنت جي اُئين پتيءَ جيترو به ڪونه ڏيندو هو، جنهنڪري ڪين هڪ ويلو کائڻ لاءِ هوندو هو ته ٻيو ويلو ڪونه هوندو هو، انگ ڍڪڻ لاءِ اگهڙي بسم ڪانه هوندي هين. سندن مسڪين ٻار بکن وگهي پيا مرندا هئا، جي بيمار ٿيندا هئا ته ايترو پئسو ڪونه هوندو هون جو ڪنهن علاج ڪرائين. مطلب ته "اهيون جهلي پولڙو ڪٿيو ڪائي فقير." پورهيو هي غريب ڪن ۽ سندن پورهئي مان جيڪو فائدو ٿئي سو ڪارخاني ۽ ملن جا مالڪ کڻن ۽ انهن پئسن تي عيش ڪن ۽ نت نوان ويس پائين. ڪارن ۾ گهمن ۽ پنهنجن ٻارن کي پڙهائن وغيره. انهيءَ ڪري هو غريبن کي رات ڏينهن پيا پيڙيندا ۽ مٿن پيا ظلم ڪندا هئا ته متان هي غريب طبقو سجاڳ ٿي پوي ۽ اسان کان پنهنجا حق گهري، جي هي سجاڳ ٿي پنهنجا حق وٺندا ته پوءِ اسين عيش ڪري ڪونه سگهنداسين. تنهنڪري هنن کي ظلم جي گهاڻي ۾ ايترو ته پيڙيون جو هو اتي مري کپي وڃن ۽ جيڪي رهن سي جاهل رهن ته پلي جانورن وانگر پيا حياتي گذارين.

پنهنجي ملڪ جي غريبن جي اها حالت ڏسي هن کي ڏاڍو ڏک ٿيندو هو ۽ هو رات ڏينهن انهن غريبن جي باري ۾ پيو سوچيندو هو ته ڪيئن غريبن جي مدد ڪجي ۽ هنن شاهوڪارن جي ظلم مان غريب پورهيتن کي ڪيئن آزاد ڪجي.

هڪڙي پيري اسڪول ۾ ماسترن سيني شاگردن کي مضمون لکڻ لاءِ چيو. انهيءَ تي هن پنهنجي مضمون ۾ غريب طبقي جي ڏکن ۽ سندن حالتن بابت لکيو. جڏهن اهو مضمون اسڪول جي ڊائريڪٽر پڙهيو ته باهه ٿي ويو ۽ هن کي چيائين، "اهو ڪهڙو مظلوم طبقو آهي جنهن جي ڳالهه مضمون ۾ لکي اٿئي. آئينده اهڙي بڪ نه لکندو ڪر."

تن ڏينهن ۾ روس ۾ اتي جي ظالم بادشاهه زار کي لاهڻ

لاءِ ڪيترين ئي تنظيمون پيون ٺهنديون هيون، جن جي مرضي هئي تہ غريبن تي جيڪو ظلم بادشاهہ ۽ شاهوڪار طبقو پيو ڪري، ان کي ختم ڪجي. انهن پارٽين مان هڪڙي پارٽيءَ جو نالو هو "نرود نايا ووليا." انهيءَ پارٽيءَ جو خيال هو تہ جيئن تہ بادشاهہ ۽ اهڙن شاهوڪارن کي چونڊي ڪُهجي جيڪي غريبن تي ظلم ٿا ڪن. هن جو وڏو ڀاءُ الڪساندر بہ انهيءَ پارٽيءَ جو ميمبر ٿيو. انهن سڀني گڏجي بادشاهہ کي مارڻ جو منصوبو ٺاهيو. جنهن ۾ هي ڪامياب نہ ٿيا. الٽو مٿن ظلم ٿيڻ لڳا. ان وقت جي حڪومت ۽ سنڌس ڇاڙتا انهن ميمبرن کي سخت سزائون ۽ ڦاسيون ڏيڻ لڳا.

انهي منصوبي ڪري هن جي وڏي ڀاءُ الڪساندر کي ڦاسي ملي، جنهنجو هن کي تمام گهڻو صدمو پهتو. هن پنهنجي دل ۾ عهد ڪيو تہ آءٌ بہ ڀاءُ وانگر غريبن جي مدد ڪندس ڇاهي منهنجي جان هلي وڃي.

هن کي "نرود نايا ووليا" پارٽيءَ جو رستو نہ وڻيو. هن سوچيو تہ هڪڙي بادشاهہ کي مارڻ تہ سندس جاءِ تي ورِي ٻيو بادشاهہ حڪومت ڪندو ۽ اهو بہ غريبن سان اهائي هلت ڪندو جيڪا پشتان پشت ٿيندي پيئي اچي ۽ شاهوڪار طبقو تہ اڳيئي ذليل آهي. جن جي اصل مرضي اها هئي تہ غريب ٻلي جاهل هجن جي آهي آسريا تہ اسانکي هلڻ بہ ڪونہ ڏيندا. پوءِ اسان بہ جيڪي عيش ۽ آرام ڪيا سي ڪيا، تنهنڪري اهڙو رستو وٺجي جنهن سان سڄو نظام بدلجي وڃي ۽ اهو ظلم غريبن تان هميشه هميشه لاءِ ختم ٿي وڃي. هو اهڙي وات جي ڳولا ڪرڻ لڳو ۽ ڪيترن ئي فلاسافرن جا ڪتاب پڙهڻ لڳو تہ من ڪٿي غريب عوام جي ڇوٽڪاري جي ڪا وات نظر اچي. نيٺ هن کي غريب عوام جي ڇوٽڪاري وارو رستو هٿ اچي ويو. اهو رستو اصل ۾ جرمنيءَ جي هڪڙي مشهور فلاسافر پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو هو تہ "ملڪ جي اصل طاقت غريب پورهيت عوام آهي جنهن تي سڄي ملڪ جي جياءُ جو دارومدار آهي تنهنڪري شاهوڪارن ۽ سرمائيدارن

جي حڪومت ختم ڪئي وڃي ۽ ملڪ جون واڳون پورهيت عوام جي هٿ ۾ ڏجن ته هو پنهنجي ملڪ کي پنهنجي هٿن سان محنت ڪري صحيح طريقن سان هلائين. ملڪ ۾ ڪوبه شاهوڪار، وڏيرو نه هجي. سڀ برابر هجن."

"اهو ملڪ ڪڏهن به ترقي نٿو ڪري سگهي جنهن جو ٿيون حصو غريب عوام بکن ۾ پيو پاهه ٿئي ۽ باقي هڪڙو حصو انهن غريب پورهيتن جي محنت تي عيش پيو ڪري."جرمنيءَ جي انهي فلاسافر اهو به لکيو ته "ڪيئن شاهوڪار ۽ سرمائيدار طبقي کي ختم ڪجي ۽ ڪائنن ڪيئن وڙهي حڪومت وٺجي."

ان فلاسافر جي ڪتاب ۾ لکيل ڳالهيون ان وقت روس جي عوام سان ٺهڪي ٿي آيون پر تن ڏينهن ڪوبه اهڙو داناءُ ماڻهو ڪونه هو جيڪو ان فلاسافر جي اصولن تي هلي.

تنهنڪري هو اهڙن شاگردن سان ملڻ لڳو جن جي دلين ۾ غريب عوام جـي ظلمن جو احساس هجـي ۽ جيڪي زار جـي حڪومت ۽ شاهوڪارن خلاف هجن. هـن منظم پارٽي ٺاهڻ ٿـي چاهي، جيڪا باقائدي عـوام لاءِ جدوجهد ڪري. اهڙن ماڻهن ۽ شاگردن سان لهه وچڙ ۾ اچڻ ڪري، هن کي ١٨٨٧ع ۾ يونيورسٽيءَ مـان گرفتار ڪيو ويو. گرفتاريءَ وقت هڪڙي پوليس آفيسر کيس چيو ته، "اڙي جوان تون هي ڪهڙن ڦڏن جا ڪم پيو ڪرين، ڏسين نٿو ته هي ڀت تمام وڏي آهي جيڪا تنهنجي ڪيرائڻ کان ڏادي آهي." تنهن تي هن جواب ڏنو ته، "ڀت برابر وڏي آهي پر پيڙهه کي ڪلر لڳل آهي اها هڪڙي ٺيلهي ڏيڻ سان وڃي ڦهڪو ڪندي."

اهڙيءَ طرح هن کي سترهن سالن جـي عمر ۾ پنهنجي شهر مان تڙي صوبي قازان جي هڪ ڳوٺ ڪرڪوشڪ نيوڊا ۾ جلاوطن ڪري اماڻيو ويو.

ان وقت کان پوليس هن جي هر ڪـي جانچڻ لڳي. سال ڪن کان پوءِ هن کي پنهنجي اباڻي شهر اچڻ جي اجازت ملي.

١٨٩٢ع ۾ هن اهڙو ٽيڪو منظم ڪيو جيڪو سنڌس ۽ جرمنيءَ جي فلاسافر جي ڪم ڪرڻ جي جي طريقي کان مطمئن هو.

آهستي آهستي ان ۾ انقلابي خيالن جا نوجوان شامل ٿيڻ لڳا. اڳتي هلي ان کي جدوجهد جي مانجهين جو نالو ڏنو ويو. ان کان پوءِ هو پنهنجي وطن کي آزادي ڏيارڻ جو ڪم پرجوش نموني ڪرڻ لڳو.

هو يورپ جي ٻين ملڪن ۾ ويو ته جيئن اتي جي انقلابين جي ڪم جي طريقي کان واقف ٿئي. هو اتي جي انقلابين سان ملي واپس پنهنجي وطن آيو. جدوجهد جي انهي پرجوش ڪم کي ڏسي زار جي حڪومت ١٨٩٥ع ۾ کيس ۽ سنڌس سائين کي گرفتار ڪيو. پر انهن پنهنجو ڪم نه ڇڏيو. هن جو جيل مان به پنهنجي آزاد ٿيل سائين سان رابطو قائم رهيو. هو جيل مان پنهنجي سائين کي موڪليل خط کير سان لکندو هو. اهي پڙهي ڏسي آهي اکر ڏسڻ ۾ نه ايندا هئا پر جڏهن انهن کي گرم ڪيو ويندو هو ته اکر صاف ڏسڻ ۾ ايندا هئا.

١٣ فيبروري ١٨٩٧ع ۾ هن کي ٽن سالن جي لاءِ اوير سائبيريا ۾ جلاوطنيءَ جي سزا ڏني وئي. جلاوطنيءَ جي سزا ختم ٿيڻ کان پوءِ هو واپس موٽي آيو ۽ ڪم کي شروع ڪيائين. هن کي ١٩٠٠ع سال پارٽيءَ کي منظم ڪرڻ ۾ لڳي ويو.

نيٺ ١٩٠٥ع ۾ روس ۾ پهريون انقلاب آيو. اهو انقلاب پوري طرح عوامي هو.

٢٥ آڪٽوبر ١٩١٧ع ۾ روس ۾ منظم انقلاب آيو جيڪو ڪامياب ويو ۽ روس آزاد ٿيو. اهڙيءَ طرح دنيا ۾ پهريون ڀيرو مزدورن، هارين، شاگردن، ٻين ۽ ٻارن جي حڪومت قائم ٿي. ۽ هن کي روس جو صدر چونڊيو ويو.

دنيا جو اهو پهريون غريب وطن دوست ۽ انقلابي اڳواڻ ٢١ جنوري ١٩٢٤ع ۾ شام ٦ لڳي ٥٠ منٽن تي دماغ ۾ رت جي لرزش بند ٿيڻ سبب وفات ڪري ويو. اها افسوسناڪ خبر روس ۽

سڄي دنيا ۾ ماتم وانگر پکڙجي وئي ۽ لکين ماڻهو روس جي هن عظيم شخص جي آخري زيارت لاءِ آيا. ماڻهو اوڇنگارون ڏيئي روئي رهيا هئا.

هو هن دنيا مان ته ويو هليو پـر هو دنيا جي هر انقلابيءَ جي دل ۾ جيئرو آهي ڇو ته هو وڏيرن ۽ سيٺين جو نه پر عوام جو اڳواڻ هو. ●

(سجاڳ ٻار پبليڪيشن ١٩٧٨ع)



سورهه سنڌي ادب




صاحب خان سورهه ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

(ترجمو)
فرينچ ڪهاڻي

جيان پال سارتر

# ديـــوار

هنن اسان کي ٽڪو ڏيئي هڪ وڏي ڪمري ۾ ورتو، جنهن کي تازي پوچي ڏنل هئي. منهنجون اکيون چنجهڻ لڳيون، ڇو ته سوجهري جي ڪري اکين کي تڪليف پئي ٿي. آخر منهنجي نظر چئن غير فوجي آفيسرن تي پئي، جيڪي هڪڙيءَ ميز جي چوڌاري ويٺا هئا ۽ ڪاغذ پئي پڙهيائون. هو قيدين جي هڪ ٻي ٽولي کي پنهنجي پٺيان ويهاريو ويٺا هئا. وٽن پهچڻ لاءِ اسان کي سڄو ڪمرو لتاڙڻو پيو. قيدين مان گهڻن کي ته مان سڃاڻندو هوس، پر انهن ۾ ڪي پرڏيهي به هئا، جن کي مان نه سڃاڻي سگهيس. منهنجي سامهون ويٺل ٻن قيدين جو رنگ، چٽو ۽ منهن گول هو؛ ٻئي ڄڻا ذري گهٽ هڪجهڙا ٿي لڳا. منهنجي خيال ۾، هو فرينچ هئا. منجهانئن جيڪو ننڍو هو، تنهن رکي رکي پنهنجيءَ پتلون کي مٺي پئي ڪيو — شايد ذهني آنڌ مانڌ جي ڪري.

ڪارروائي اٽڪل ٽي ڪلاڪ هلي. مان ٿڪجي چور ٿي پيو هوس، ۽ هاڻي ائين ٿي لڳم، ڄڻ ته مغز بنهه خالي ٿي ويو هوم. پر ڪمرو ڇڳو گرم هو، جنهن مان هڪ قسم جي فرحت پئي آئي؛ نه ته اسين ڳنڍريل چوويهن ڪلاڪن کان ساندهه سيءَ ۾ پئي ڏڪياسين. سنتري قيدين کي هڪڙو هڪڙو ڪري، ميز جي سامهون وٺي پئي ويا. انهن چئني آفيسرن، واري سان، هر ڪنهن قيديءَ کان سندس نالو ۽ رهڻ جو هنڌ پئي پڇيو، يا نالي ماتر هڪ-اڌ ابتو سبتو سوال ٿي پڇيائون. جهڙوڪ — ”بارودخاني کي باهه ڏيڻ ۾ تون شامل هئين؟“ يا ”تون نائين تاريخ جي صبح جو ڪٿي هئين ۽ ڇا پئي ڪيئي؟“ هنن انهن سوالن جا جواب ٻڌا به ڪين ٿي، ۽ ائين ٿي لڳو، ڄڻ ان مهل گهڙي کن ساٽ ڪري سامهينءَ ديوار کي ويٺي ڏٺائون، ۽ پوءِ ڪجهه نه ڪجهه

لکي ٿي ڇڏيائون.

ٽام کان پڇيائون ته "تون برابر بين الاقوامي دستي ۾ شامل هئين؟" ٽام جي ڪيسي مان جيڪي ڪاغذ نڪتا هئا، تن جي ڪري ڪيس قبولدار ٿيڻ کانسواءِ ٻي واهه ئي ڪانه هئي.

هنن يوآن کان ڪجهه به نه پڇيو. رڳو سندس نالو پڇي، ڳچ تائين ڪجهه لکندا رهيا.

يوآن چيو: "منهنجو پاڻ برابر دهشت پسند آهي. توهانکي ته خبر آهي ته هو هتي ڪونهي. منهنجو ته ڪنهن به جماعت سان واسطو ڪونهي، ۽ مون سياست ۾ ڪڏهن به هٿ ڪو نه وڌو آهي."

هنن ڪجهه ئي ڪونه. يوآن چوندو رهيو:

"مون ته ڪجهه به نه ڪيو آهي. آءٌ ٻين جي گناهن جو ڪيتو لوڙهڻ نٿو چاهيان."

سندس چپ ڏڪيا پئي. هڪ سنتري، ڪيس مٿان ڪرائي، اتان وٺي ويو.

هاڻ منهنجو وارو آيو—

"تنهنجو نالو 'پابلو ابٽيا' آهي؟"

"هـا."

ان شخص ڪاغذ تي هڪ نظر ڊوڙائي، ۽ چيائين:

"رومن گرس ڪٿي آهي؟"

"مونکي خبر ناهي."

"تو ان کي ڇهين ۽ کان وٺي نائين ۽ تاريخ تائين پنهنجي ۽ جاءِ ۾ لڪائي ويهاريو هو؟"

"نـه."

هنن هڪ منٽ ڪجهه لکيو، ۽ پوءِ سنتري مونکي به ٻاهر موڪلي ڇڏيو.

رستي ۾ ٽام ۽ يوآن، ٻن سنترين سان گڏ، مون لاءِ بيٺا هئا.

ٽام هڪ سنتريءَ کان پڇيو: "پوءِ؟"

"پوءِ ڇا؟" سنتريءَ پڇيو.

"ڇا ٿي لکيائون؟ بيان يا فتوائون؟"

"فتوائون."

"هو اسانکي ڇا ڪندا؟"

"توهان کي فتوا جيل ۾ ٻڌائي ويندي." سنتريءَ تمام رکائيءَ سان جواب ڏنو.

اسين جنهن جاءِ ۾ بند هئاسين، سو هڪ وڏيءَ اسپتال جو تهخانو هو. اتي ڏاڍو سيءُ ٿي پيو. اسين سڄي رات ٿي ڏڪياسين. ڏينهن جو به اهڙو ئي حال هو. گذريل پنج ڏينهن مون هڪ ديول جي تنگ ڪوٺڙيءَ ۾ گذاريا هئا. اها ڪوٺڙي صفا ڀت جي سوراخ جيان هئي، ۽ ڪن ايامن جي پراڻي هئي. جاءِ جي تنگيءَ ڪري، جتي آئين، اتي اسان کي ڪٿي بند ڪيو هئائون. ڪوٺڙيءَ ۾ ڪهڙي تڪليف نه هئي. اتي سيءُ گهٽ هو. پر مان اڪيلو هوس، ۽ اڪيلائي گهڻي مهل کان پوءِ ٿي محسوس ٿيندي آهي. هن تهخاني ۾ ڪيترائي ماڻهو هئا. ڀوڳن صفا ماٺ ۾ هو. ڪيس ڏاڍو ڊپ هو، ۽ پيو ته اها عمر به اهڙي ڪانه هئس. پر نام ٻڙ ٻڙيو ۽ اسپيني ٻوليءَ ۾ پڙ هو. تهخاني ۾ هڪ بينچ ۽ چار تـڏا پيل هئا. هو جڏهن اسان کي موٽائي اتي وٺي ويا ته اسين ويهي انتظار ڪرڻ لڳاسين. ٿوريءَ دير کان پوءِ نام چيو:

"ڦاسجي وياسين!"

"آءٌ به ائين ٿو ڀانيان." مون چيو. "پر منهنجي خيال ۾ هو هن ڇوڪري کي ڪجهه نه ڪندا."

"ها، هن جي خلاف وٽن ڪا به ثابتي ڪانهي. رڳو سندس ڀاءُ دستي ۾ آهي، بس." نام چيو.

مون ڀوڳن ڏانهن نهاريو. ائين ٿي لڳو، ڄڻ هن ڪجهه به نه ٻڌو هو.

نام ٿي چيو: "خبر اٿئي، ساراگوسا ۾ ڇا پيا ڪن؟ ماڻهن کي پٽ تي ليٽائي، مٿانئن لاريون ۽ ٽرڪون ٿا هلائين! مراڪش

جي هڪ ٻڪل ماٿهوءَ مون کي ٻڌايو ته هو ڪارتوس بچائڻ لاءِ ٿا ائين ڪن.“

”پر تڏهن به پيٽرول ته لڳندو هوندو!“ مون چيو. مون کي نام تي ڪاوڙ پئي آئي. ڪيس اهڙي ڳالهه نه ڪرڻ ڪهندي هئي.

”۽ وري آفيسر نظرداري ڪرڻ لاءِ رستي تي چڪر پيا لڳائيندا آهن.“ هو چوڻ لڳو. ”ڪيسي ۾ هٿ وجهي، سگريٽ پيا پيئندا آهن، توهان پاڻئين ٿو ته هڪدم ماري ٿا ڇڏين ڇا؟ نه، ڇڏيندا آهن ته ماڻهو ڀلي ڏٽڪن ۽ ريهون ڪن! هڪ ڪلاڪ بعد ماريندا آهن. هن مراقشيءَ ٿي چيو ته ڀهريون پيرو ڪيس الٽي اچي ويئي.“

”آءٌ پانيان ٿو ته هتي ائين نه ڪندا. وٽن سچ پچ ڪارتوسن جي کوٽ شل نه هجي!“ مون چيو.

ڇت ۾ چار ننڍا ننڍا سنگهه هئا، جن مان سوجهرو به پئي ٿيو، ۽ ڪاٿي پاسي ڪان ٿورو پاسو ڪليل هو، جتان آسمان پئي ڏٺو. ان سوراخ مان هو تهخاني ۾ ڪوئلا ڪيرائيندا هئا. اتي اها ٻه ڪوئلن جي ننڍن ننڍن ٽڪرن جا ڍڳ ٿيل هئا. انهيءَ تهخاني مان اسپتال کي گرم ڪندا هئا. پر جنگ شروع ٿيڻ سان بيمارن کي اتان ڪڍيو ويو هو، انهيءَ ڪري ڪوئلا بچي پيا هئا. ڪڏهن ڪڏهن اتي مينهن جو پاڻي پئي پيو، جو ڍڪ ڏيڻ وسري ويو هون.

نام سڄو ڏڪڻ لڳو، ۽ چيائين: ”خداوندا، هاڻ سيءَ وري شروع ٿيو!“ هو اٿي ڪسرت ڪرڻ لڳو. ڇرڻ پرڻ ڪري، هر هر سندس قميص جي ڳچي کلي ٿي پئي، جنهن مان سندس ڇاتيءَ جا وار ۽ اچي ڇڙي ڏسڻ ۾ پئي آيا. هو اونڌو ليٽي، ٽنگون هوا ۾ لوڏڻ لڳو. هن جا ڪلها به پئي لڏيا. نام خشڪ هو، پر سندس ٻت تي ڇرپيءَ جا تهه چڙهيل هئا. مون ويچاريو ته ڇاڻ انهيءَ گوشت جي گرم ۽ نازڪ ڍير ۾ بندوق جي گولي يا سنگين جي ڇهڻ اهڙي نموني ٽٻبي، جيئن مکڻ ۾ ڇري. هو جيڪڏهن

منهو هجي ها ته مون کي اهو خيال ڪونه اچي ها. مون کي گهٽو سيءُ ڪونه ٿي پيو، پر منهنجا ڪلها ۽ ٻانهون بيستا ٿي پيا هئا. رکي رکي ائين تي لڳم، ڄڻ منهنجي ڪا شيءِ وڃائجي ويئي آهي، ۽ مان پنهنجو ڪوٽ هيڏانهن هوڏانهن ڳولڻ ٿي لڳس، پسر پوءِ ياد پيم ته هنن منهنجو ڪوٽ موٽائيو ڪونه هو. انهيءَ ڪري مون کي تڪليف پئي ٿي. هنن اسان جا ڪپڙا سپاهين کي ڏيئي ڇڏيا هئا. رڳو قميصون ۽ اسپتال جي مريضن وارا ڳوڻ جا پاجاما ڇڏيا هئائون. اهي پاجاما مريض اونهاري ۾ پائيندا هئا.

ٿوريءَ دير کان پوءِ، ٽام اٿي منهنجي پرسان اچي ويٺو. هو سهڪيو پئي. ”ڪجهه گرم ٿئين؟“ مون پڇيومانس. چيائين، ”اصل نه! پر هاڻ ته مت ئي ڪونه رهيو آهي!“

شام جو اٽڪل ائين لڳي، هڪ ميجر ٻن سپاهين سان گڏجي آيو. سندس هٿ ۾ هڪ ڪاغذ هو. هن سنتريءَ کان پڇيو: ”هنن ٽنهي جا نالا ڇا آهن؟“

”اسٽين باڪ، آبيٽا ۽ مرابل.“ سنتريءَ ٻڌايو.

ميجر عينڪ نڪ تي لاهي فهرست کي ڏٺو: ”اسٽين باڪ .... اسٽين باڪ .... ها، ٺيڪ آهي، توکي موت جي سزا ڏني ويئي آهي. سڀاڻي صبح جو توکي گوليءَ سان اڏائبو.“ هو فهرست کي ڏسندو رهيو: ”باقي ٻن کي به —“

”مونکي به؟“ يوآن چيو. ”ائين ٿي نٿو سگهي!“

ميجر حيرت وچان کيس ڏٺو. ”نالو ڇاهي تنهنجو؟“

”يوآن مرابل.“ هن جواب ڏنو.

”ها، تنهنجو نالو به لکيل آهي.“ ميجر چيو. ”توکي به موت جي سزا ڏني ويئي آهي.“

”مون ته ڪجهه به نه ڪيو آهي!“ يوآن چيو.

ميجر ڪلهي کي ائين لوڏيو، ڄڻ ته چوندو هجي— ’بس آءٌ ڇا ڪريان.‘

پوءِ هو ٽام ۽ مون ڏانهن وريو: ”توهين باسڪ فرقي جا

آهيو؟"

"ڪير به باسڪ ناهي."

هن ڪي اها ڳالهه جڻ ڏکي لڳي. چوڻ لڳو: "هتي ٿي باسڪ آهن. سان انهن جي ڳولا ۾ پنهنجو وقت ڪونه وڃائيندس. ڇٽيو، تڏهن توهان کي پادريءَ جي ضرورت ناهي!"

اسان ڪو به جواب نه ڏنو. هن چيو: "هڪ بيلجمي ڊاڪٽر هيٺ ايندو. هن کي توهان سان رات رهڻ جي موڪل آهي."

هو فوجي سلام ڪري، هليو ويو.

"مون توکي ڇا چيو هو!" ٽام چيو. "موت جي سزا مليسون!"

"ها." مون چيو. "پر هن ڇوڪري سان بيواجبي ٿي آهي."

مون اها ڳالهه ائين اخلاقي فرض سمجهي ڪئي ڪئي، نه ته ڇوڪرو مون کي بنهه ڪونه ٿي وڻيو. هن جو منهن زرد ٿي ويو هو. ڊپ ۽ تڪليف سندس منهن جي رونق بگاڙي ڇڏي هئي. ٽي ڏينهن اڳ هو ڏاڍو چست ۽ ڦڙت ٿي لڳو، پر هينئر هو پوڙهن جيان سست ۽ بيجان پئي لڳو، ۽ مون کي ائين محسوس ٿي رهيو هو ته هاڻ جيڪڏهن هن کي ڪٿي ڇڏي به ڏين، ته به وري جوان نه لڳندو. ها، جيئن ڪان پوءِ ماڻهو مٿس رحم ڪن، تہ پوءِ پيو وقت گذاريندو. پر ڪو مون تي قياس ڪري، اهڙو ويچار ايندي ئي مون کي پاڻ کان وحشت لڳندي آهي، ڏاڍي وحشت. هن ڪڏهن ڪجهه به ڪونه ڳالهايو هو، پر سندس وار اڇا ٿي ويا هئا. هن اکيون ڦاڙي، هيٺ زمين کي پئي ڏٺو. ٽام دل جو چڱو هو. هن سندس هٿ ورتو ٿي، پر ڇوڪري هٿ ڇڪي ورتو ۽ منهن بڇڙو ڪرڻ لڳو.

"هن جي ڳڻتي نه ڪر." مون هوريان چيو. "ڏسين نٿو ته هاڻ سرسام جو دورو ٿيڻ وارو اٿس!"

ٽام سمجهڻ کانسواءِ منهنجي ڳالهه مڃي. هن جي دل گهريو

ٿي ته هو وڏي ڇوڪري کي دلاسو ڏئي. اهڙي نموني هن جو وقت گذرندو، ۽ پنهنجي باري ۾ سوچڻ کان به بچي وڃي ها. پر مون کي هن تي ڪاوڙ پئي لڳي. مون موت بابت اڳ ڪڏهن به نه ويچاريو هو؛ ڇو ته اڳ ڪڏهن به اهڙو وقت ڪونه مليو هوم. پر هاڻي اهو وقت هو، ۽ انهيءَ بابت سوچڻ کانسواءِ ٻيو چارو ئي ڪونه هو.

ٽام وري ڳالهيون ڪرڻ لڳو. ”ٻڌاءِ، تو ڪنهن کي ماريو آهي؟“ هن مون کان پڇيو. پر مون جواب نه ڏنو. هو مون کي ٻڌائڻ لڳو ته ڪيئن آگسٽ جي شروعات کان وٺي هن ڇهن ماڻهن کي ماريو هو. ڪيس وقت جي نزاڪت جو احساس بنهه ڪونه هو، بلڪ هن انهيءَ جو احساس ڪرڻ به نٿي گهريو. مون پاڻ به ڪيس چڱيءَ طرح نه سمجهيو هو، ۽ هاڻي مون خيال ڪيو ته برابر پنهنجيءَ حالت تي غور ڪرڻ ڪري تڪليف ٿئي ٿي. مون گولين لاءِ خيال ڪيو ته ڪيئن اهي ٻرندڙ باهه جيان بدن مان لنگهنديون. پر انهن ڳالهين جو اصل سوال سان ته ڪو واسطو ڪونه هو! مون کي ڪو به فڪر ڪونه هو. اسان وٽ انهن ڳالهين سوچڻ لاءِ ته سڄي رات پئي هئي. ٿوريءَ دير کان پوءِ ٽام ماٺ ۾ پئجي ويو، ۽ مون ڪيس آڌ ٽيٽ سان ڏٺو. مون ڏٺو ته سندس وار به اڇا ٿي ويا هئا، ۽ صفا ڳريل پئي لڳو.

هاڻي اونداهي ڪافي ڇانئجي وئي هئي. ٿورو هلڪو سوجهرو منگهه مان لنگهي، ڪوٺلن جي ڍڳ تي پئي پيو. مون کي ان سوراخ منجهان هڪ تارو پئي ڏسڻ ۾ آيو. مون سوچيو، رات اجري ۽ برف جهڙي هوندي.

ايتري ۾ دروازو کليو، ۽ ٻه سنتري اندر لنگهي آيا. سندن پٺيان ڪاريءَ ورديءَ ۾ هڪ ڀورن وارن وارو ماڻهو هو. هن اسان کي سلام ڪيو.

”مان ڊاڪٽر آهيان.“ هن چيو. ”مون کي موڪل مليل آهي ته هن صبر جي گهڙيءَ ۾ توهان جي مدد ڪريان.“ سندس

آواز مٺو ۽ چٽو هو.
مون چيو: ”هتي ڇا گهرجيئي؟“
”مان توهان جي خدمت لاءِ آيو آهيان. مان توهان جي بيماريءَ جي گهڙين کي آسان ڪرڻ جي هرڪا ڪوشش ڪندس.“
”تون هتي ڇا لاءِ آيو آهين؟ ڇا ۾ تهِ آهن اسپتال ۾. سڄي اسپتال پري پيئي آهي!“
”مون کي هتي موڪليو ائن.“ هن بيزار ٿي چيو. ”سگريٽ پيئندؤ؟“ ڪيسي مان سگريٽ ۽ چروٽ ڪڍي اسان کي آڇيائين، پر اسان نه ورتا.
مون سندس اکين ۾ ڇتائي نهاريو، پر هو ڪجهه ٻي آيو هو. پوءِ چيومانس: ”تون هتي مدد ڪرڻ لاءِ ڪونه آيو آهين! تنهن ڪانسواءِ، آءٌ توکي سڃاڻان ٿو. جنهن ڏينهن آءٌ گرفتار ٿيو هوس، مون توکي ٻئرڪن جي اڳيان فاشين سان گڏ ڏٺو هو.“
مون گهڻو ڪجهه چوڻ ٿي چاهيو، پر يڪايڪ منهنجي اندر ۾ هڪڙي عجيب غريب ڪيفيت پيدا ٿي ويئي. مون کي هن ڊاڪٽر جي موجودگيءَ سان ڪابه دلچسپي نه رهي. هونئن آءٌ جڏهن به ڪنهن جي پٺيان پوندو آهيان ته سولائيءَ سان سندس جند ڪونه ڇڏيندو آهيان، پر هينئر ڳالهائڻ تي دل ئي ڪانه پئي ٿيم. آءٌ ڪنڌ کي جهٽڪو ڏيئي، ٻئي طرف ڏسڻ لڳس. ٿوريءَ دير کان پوءِ وري ڏٺم ته هو مون کي حيرت سان تڪي رهيو هو. سنتري هڪڙي تڏي تي ويٺو هو. پيڊرو، جو ٻت ۾ سنهون پر قد ۾ ڊگهو هو، سو وندر خاطر پنهنجا آڱوٺا گهمائي رهيو هو. ٻئي چٽي، ننڍ اچڻ جي خيال کان، ذري ذري پئي ڪنڌ کي ڏوڻيو.
”اوهان کي روشنيءَ جي ضرورت آهي؟“ پيڊرو اوچتو ڊاڪٽر کان پڇيو. ٻئي چٽي ڪنڌ ڏوڻي ”ها“ چيو. ڊاڪٽر، ٿنڀ جيان سڌو، چپ چاپ ويٺو هو. سندس ٿڌين نيرين اکين ۾ گهوري، مون کي احساس ٿيو ته منجهس سوچڻ جي صلاحيت صفا ڪانه هئي.
ايتري ۾ پيڊرو ٻاهران ٻتي کڻي آيو، ۽ بينچ جي ڪنڊ تي

ڪٿي رکيائين. بتيءَ ۾ سوجهرو گهٽ هو، پر اونداهيءَ کان وري
به چڱو هو. گذريل رات اسان گهگهه اونداهيءَ ۾ گذاري هئي.
گهڻيءَ مهل تائين آءٌ سوجهري جي گول پاڇي کي ڏسندو رهيس،
جيڪو بتيءَ جي ڪري ڇت تي ٽڪيل هو. آءٌ بلڪل گم سم، ان کي
تڪيندو رهيس. پوءِ اوچتو ئي اوچتو، ڄڻ ته آءٌ جاڳي پيس:
سوجهري جو دائرو گم ٿي ويو! مون محسوس ڪيو، ڄڻ ته ڪنهن
گهٽي ٻار ڪري اهو ٽڪرا ٽڪرا ٿي پيو هو. هي ٻار ٽڪو موت
جو ويچار هو، نه ڊپ جو. هن جو ڪو به ٽالو ڪونه هو. منهنجا
ڳل پوسرڻ لڳا، ۽ مٿي ۾ سور ٿيڻ لڳو.

مون ٽورو پنهنجن يارن ڏانهن نهاريو. ڏٺم ته ٽام پنهنجو
منهن پنهي هٿن سان لڪائي ڇڏيو هو؛ مون کي رڳو سندس اڇو
ڪنڌ ڏسڻ ۾ پئي آيو. ننڍي ٻوآن جي حالت خراب هئي. سندس
وات کليل هو، ۽ ڏڪيو پئي. ڊاڪٽر پنهنجو هٿ سندس ڪلهن
تي وجهي رکيو، ڄڻ ڪيس دلاسو ٿي ڏنائين. پر ٻوآن جون اکيون
صفا ٽڏيون هيون. پوءِ مون ڊاڪٽر جو هٿ آهستي کسڪندو،
سندس ڪراين تائين ويندو ڏٺو. ٻوآن ڪو به ڌيان نه ڏنو. ڊاڪٽر
سندس ڪرائيءَ کي ٽن آڱرين سان جهليو، ٽورو هٽيو، مون ڏانهن
پٺ ڪئي. پر مون ٻئيان جهڪي ڏٺو ته هن پنهنجي کيسي مان
واچ ڪڍي ڏٺي، ۽ ساڳئي وقت سندس آڱريون ٻوآن جي نبض
کي ڳولڻ لڳيون. هڪ منٽ کان پوءِ هن هٿ ڇڏي ڏنو، ۽
پنهنجي جاءِ تي وڃي ڀت سان لڳي بيٺو. پوءِ اوچتو کيس ڪا ڳالهه
ياد آئي، ۽ کيسي مان ڇوپڙي ڪڍي ڪجهه لکڻ لڳو.

’حرامي ڪنهن جاءِ جو!‘ مون ڪاوڙ مان دل ئي دل ۾
چيو: ’ويجهو اچي منهنجي به نبض ته ڏسي! اهڙو ٽونشو هٿانس
منهن تي، جو....‘

هو مون وٽ نه آيو، پر مون محسوس ڪيو ته هو مون کي
ڌيان سان ڏسي رهيو هو. مون منهن مٿي ڪري ساڻس اکيون ملايون.
هن ڏاڍي بيپرواهيءَ سان چيو: ”توکي سيءُ ڪونه ٿو پوي؟“

هو پاڻ سيءَ جي ڪري نيرو ٿي ويو هو. ”مون کي سيءَ ڪونہ ٿو پوي.“ مون جواب ڏنو. هن هڪ پل لاءِ بہ پنهنجي ڪرڙي نظر نہ هٽائي. اوچتو آءٌ ڳالهہ سمجهي ويس، ۽ پنهنجو هٿ منهن تي ڦيرايم. آءٌ پگهر ۾ شل هوس. هن هيڏي تهخاني ۾ ايڏي سخت سيءَ هوندي بہ، منهنجي بدن تان پگهر ريلا ڪري وهي آئي هليو هو. مون مٿي تان هٿ گهمايو؛ وار پگهر ڪري چنبڙي پيا هئا. انهيءَ ساعت مون کي احساس ٿيو تہ منهنجي قميص پسي، بت سان چنبڙي پيئي هئي. مان ڪڏهن کان پگهر ۾ ٻڏل هوس، ۽ مون کي ڪل ئي ڪانہ رهي! پر هن سوئر جي ڦر، ڊاڪٽر، هر ڪا ڳالهہ ڏسي ورتي هئي. هن پگهر جا ڦڙا منهنجي منهن تان ٽمندي ڏسي، خيال ڪيو هوندو تہ مون تي ڊپ ۽ دهشت طاري آهي. پوءِ ڪيس فخر ٿيو هوندو تہ ڪيس عام انسانن وانگر سيءَ پئي پيو. منهنجيءَ دل ۾ آيو تہ آئي سندس منهن پيچي وجهان؛ پر اجا آءٌ اٿيس ئي ڪونہ تہ منهنجي ڪاوڙ ڪافور ٿي ويئي. آءٌ ٻينچ تي اٿين ليٽي پيس، جٿ منهنجو ڪنهن سان واسطو ئي ڪونہ هو، ۽ رومال سان پنهنجو ڪنڌ اگهڻ لڳس؛ جو تہ هاڻي پگهر جا ڦڙا وارن تان وهي، ڪنڌ تي پئي ڪيريا، جنهن ڪري مون کي ڏکيائي پئي ٿي. ٿوريءَ دير کان پوءِ مون پگهر اگهڻ ڇڏي ڏنو، جو تہ اگهڻ بيڪار هو. منهنجو سڄو رومال پسي پيو هو، ۽ پگهر اڃان بہ پئي وهيو، منهنجي ڇيلهہ هيٺان بہ پگهر پي وهيو ۽ پتلون ٻينچ سان چنبڙي پيئي هئي.

اوچتو ٻوآن چيو: ”ڇا توهين ڊاڪٽر آهيو؟“

”هـا.“

”ڇا، گهڻي تڪليف ٿيندي آهي؟.... گهڻيءَ دير تائين؟“

”ڇا مطلب؟.... اوه! نہ نہ....“ ڊاڪٽر ڏاڍي پيار سان چيو.

”بلڪل نہ. ڪابہ تڪليف ڪانہ ٿيندي. جلد ئي ڪم ختم ٿي ويندو.“ هن اهڙي نموني چيو، جٿ پنهنجي ڪنهن بيمار کي دلاسو پئي ڏنائين.

”چوائين ٿي تہ .... ڪڏهن ۾ پيرا بہ گوليون هلائيون

پونديون آهن!"

"ها، ڪڏهن ڪڏهن." ڊاڪٽر ڪنڌ لوڏي چيو. "گهڻو ڪري ائين ٿيندو آهي جو گولين جي ڦهرڻين وسڪاري ڪان دل ۽ دماغ بچي ويندا آهن؛ پوءِ پيهر بندوقون پري نشان وٺڻو پوندو آهي."

پوان ٿوري دير سوچي چيو: "ان ۾ وقت لڳندو آهي؟" ڪيس انهيءَ وقت جي تڪليف جو ڏاڍو ڏپ پئي لڳو. هن رڳو انهيءَ بابت پئي سوچيو. اها سندس عمر جي تقاضا هئي. مون انهيءَ تي اڳ ڪڏهن به گهڻو ڌيان نه ڏنو هو، ۽ مون کي پڪهر ايذاءَ جي ڏپ ڪان اصل نئي نڪتو.

آءٌ آئي ڪوٺلن جي ڍير تائين ويس. ٽام چرڪ ڀريو. هن ڏاڍيءَ نفرت ڀريل نگاهن سان مون ڏانهن نهاريو. منهنجي بوٽن چيچاٽ پئي ڪيا، جنهن ڪري ڪيس ڪاوڙ پئي لڳي. مون خيال ڪيو — چا، منهنجو منهن به اهڙو هئڊو ٿي پيو آهي، جهڙو هن جو ڏسڻ ۾ پيو اچي؟ مون ڏٺو ته هن ڪي به پڪهر پئي ٿميو. سوراخ مان ڏٺم، آسمان شاندار هو. هن اونداهيءَ ڪنڊ ۾ روشنيءَ جو نالو ئي ڪونه هو، پر رڳو مٿي نهارڻ سان آسمان نظر اچي ئي ويو. پر اهو اڳي جهڙو نه هو. گذريل رات ديول جي ڪوٺيءَ مان مون کي آسمان جو وڏو ٽڪر ڏسڻ ۾ پئي آيو، ۽ ڏينهن جو جدا جدا وقتن ۾ جدا جدا يادگيريون پئي آيون. پرهه ڦٽيءَ مهل جڏهن آسمان سخت ۽ هلڪو نيرو ڏسڻ ۾ پئي آيو، تڏهن مون کي بحر اوقيانوس جا ڪنارا ئي ياد پيا. منپهرن جو ان کي ڏسي، سوائل جو هڪ شرابخانو ئي ياد آيم، جتي مون زيتون کاڌا هئا ۽ ناريل جو پاڻي پيتو هوم. وچينءَ مهل جڏهن منهنجي ڪوٺيءَ ۾ چانئو ئي آئي، تڏهن مون کي اسپين جو اهو آڪاڙو يـاد ئي پيو، جنهن ۾ ماڻهو ڍڪڻ سان وڙهندا آهن، ۽ جنهن جي اڌ حصي ۾ چانئو هوندي آهي، باقي اڌ حصو ٿيهريءَ جي فرحت ڏيندڙ آس ۾ چمڪندو آهي. پر آسمان ۾ ائين سڄيءَ دنيا جو عڪس ڏسڻ مشڪل هو. هاڻي

مان جيئن وڌيس، تيئن آسمان ڏانهن نهاري ٿــي سگهيس، ڇو ته ان کي ڏسڻ سان ڪاڻ يادگيري نٿي آئي. اهـا ڳالهه مون کي پاڻ وٽي ٿي.

مان مونٽي اچي ٽام جي پرسان ويهي رهـس. ڇگو وقت گذري ويو. پوءِ ٽام هـري هـري ڳالهائڻ لڳو. هن لاءِ ڳالهائڻ بلڪل ضروري هو، ڇو ته سواءِ ڳالهائڻ جي هـو پنهنجي شخصيت جـي وجود جي احساس کان محروم ٿيڻ لڳو ٿي. مون سـمجهيو تـه هو مون سان پيو ڳالهائي، پر هن مون ڏانهن نهاريو به نٿي. هو يقيناً منهنجن اچڻ وارن ۽ وهندڙ پکهر کي ڏسڻ کان ڊنو ٿي. اسين هن مهل هڪجهڙا پٺي لڳياسين ۽ هڪٻئي لاءِ آرسيءَ مثل هئاسين؛ پاڻ انهيءَ کان به بدتر. هن ڊاڪٽر کي پٺي ڏٺي، جيڪو جيئرن منجهان هو.

”ڳالهه تنهنجي سمجهه ۾ اچي پيئي؟“ هن چيو. ”منهنجي سمجهه ۾ ته ڪجهه به نٿو اچي.“

مون به آهستي آهستي ڳالهائڻ شروع ڪيو. مون به ڊاڪٽر کي پٺي ڏٺي. ”ڇو؟ ڇا ڳالهه آهي؟“

”ڪجهه ٿيڻ وارو آهي، جو هينئر سمجهڻ ۾ نٿو اچي.“

ٽام جي بت مان عجيب بوءِ پئي آئي. مون کي ائين لڳو، ڄڻ منهنجي سنگهڻ جـو حواس پين کان تيز هـو. مون مشڪيو. ”تنهنجي سمجهه ۾ به جلد ايندو.“

”ڳالهه تمام منجهيل آهي.“ هو اصرار ڪندو رهيو. ”آءٌ دلير رهڻ گهران ٿو. پر گهٽ ۾ گهٽ خبر ته پوي!.... ٻڌ! پاڻ کي اجهو ٿا اڳٺ ۾ وٺي هلن.... ڇگو آهي، پوءِ هو پاڻ سان گڏ بيهندا.... پر ڪيترا؟“

”پنج يا اٺ. انهيءَ کان وڌيڪ نه.“

”ٺيڪ آهــي. اٺ ڄڻا هونــدا. انهن مان هڪڙو ڇٽو رڙ ڪندو: ’نشان ڇٽيوا‘.... پــوءِ مون کي اٺ بندوقون پــاڻ ڏانهن تاڪيل نظر اينديون. آءٌ سوچيندس ته ڪهڙي نموني ديوار ۾ بيهي

وڃان. آءٌ پنهنجن پٽن سان زور ڏيندس، پنهنجيءَ سموريءَ طاقت سان.... پر ديوار ڪنهن هيبتناڪ خواب وانگر آتي ئي بيٺي هوندي. مان اهو سڀ سوچي سگهان ٿو. توکي ڪهڙي خبر ته آءٌ اهو سڀڪجهه ڇو اکين سان ويٺو ڏسان!“

”چڱو، ميان، چڱو،“ مون چيو، ”آءٌ به انهن ئي خيال ۾ آئي سگهان ٿو.“

”ڏاڍو ايذاءُ ايندو. خبر اٿئي ته هو اکين ۽ منهن جو نشان ولندا آهن، ته جيئن منهن ڇڇرجي وڃي!“ هن شرارت سان چيو. ”آءٌ هينئر ئي زخمن کي محسوس ڪري سگهان ٿو. ڪلاڪن منهنجي ڪنڌ ۽ مٿي ۾ سور پيو ٿئي. رڳو سور نه، بلڪ انڪان به وڌي، ڪا ٻي شيءِ. سڀاڻي صبح جو به مون کي ائين محسوس ٿيندو .... ۽ پوءِ ڇا ٿيندو؟“

مون سندس مطلب چڱيءَ طرح پئي سمجهيو، پر ڪيس ڏيکارڻ نٿي ڏيڻ گهريم. مون کي پاڻ به سور پئي محسوس ٿيو. سچي ڳالهه ته سور هو، ڇو ته ڪيترائي ننڍا ننڍا ڦٽ ئي پيا هئا. اڃا تائين آءٌ انهن کي سهسائي نه سگهيو هوس، پر منهنجي حالت ساڳي هئي. مون ان کي ڪابه اهميت نٿي ڏني.

”پوءِ؟“ مون چيو، ”پوءِ تنهنجيءَ قبر تي سڻوس جا گل ڦٽندا!“

هو پنهنجو پاڻ سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو. ڊاڪٽر کي به ڇتائي پئي ڏنائين. ائين ئي لڳو، ڄڻ ڊاڪٽر ڪجهه به نه ٻڌي رهيو هو. مون کي خبر هئي ته هو هتي ڇا لاءِ آيو آهي. اسان جيڪي ڪجهه سوچيو پئي، تنهن سان ڪيس ڪابه دلچسپي ڪانه هئي. هو رڳو اسان جا بدن ڏسڻ آيو هو— انساني جسم، جيڪي زندگي هوندي به موت جي عذاب ۾ مبتلا هئا.

”هي سڀ ڪنهن خوفناڪ خواب جيان آهي.“ ٽام چئي رهيو هو. ”اسين ڪجهه سوچڻ ٿا گهرون. اسين محسوس ڪريون ٿا ته ٺيڪ پيا سوچيون، هاڻ سڀڪجهه سمجهه ۾ اچي ويندو؛ پر

ايتري ۾ ڳالهه نڪري وئي، دماغ تان لهي وئي، ختم ٿي وئي. آءٌ پنهنجي ذهن کي خاطري ٿو ڏياريان ته انهيءَ کان پوءِ ڪجهه به نه رهندو — پر منهنجي سمجهه ۾ نٿو اچي ته انهيءَ جو مطلب ڇا آهي! ڪنهن ڪنهن وقت ائين ٿــو لڳي، ڄڻ تـه آءٌ سمجهي سگهان ٿو — ۽ ڳالهه دماغ مان نڪري وئي، ۽ پوءِ آءٌ انهيءَ سور ۽ ايـذاءَ جي سوچ ۾ پئجيو وڃــان ... گوليون، ڌماڪا! آءٌ هڪ ماديت پرست آهيان. آءٌ قسم کڻي چئي ٿو سگهان ته منهنجو دماغ ڇڪرائجي نه رهيو آهي. پر ڪا ڳالهه ضرور آهي! مون کي پنهنجو لاش نظر پيو اچي. اها ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي. پر آءٌ ان کي ڏسي رهيو آهيان. آءٌ پنهنجين اکين سان پنهنجو ئـي لاش پيو ڏسان.... مون کي سوچڻو آهي.... مون کي اهو سوچڻو آهي ته هاڻي آءٌ ڪجهه به ڏسي نه سگهندس، ۽ دنيا جـا پيا سڀ ماڻهو مزا پيا ماڻيندا.... پابلو! اهڙي نموني سوچڻ اسان جي وس کان ٻاهر آهي. تون اعتبار ڪر، مون سڄي رات ڪنهن شيءِ جو انتظار پئي ڪيو آهي. پر هيءَ اها شيءِ ناهي.... پابلو، هيءَ اسان جي پٺيان پکڙجندي رهندي، وڌندي رهندي، ۽ پاڻ ان جي ڪا به تياري نه ڪري سگهنداسين!"

"ڇڱو، هاڻي بس ڪر." مون چيو. "ڇو ٿو نه تنهنجي لاءِ پادريءَ کي گهرائي وٺان؟"

هن ڪو به جواب نه ڏنو. مون کي هاڻي کان ئي احساس پئي ٿيو ته هو ڪنهن نبيءَ جيان مون کي 'پابلو' سڏي، آسماني نموني ۾ خطاب ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هــو. مــون کي اها ڳالهه بنهه ڪانه وڻي. پر آئرلنڊ جا ماڻهو اڪثر ڪري اهڙا ئي ٿيندا آهن. مون کي هڪ هلڪو احساس پئي ٿيو تـه سندس بدن مان پيشاب جـي ڌپ پئي اچي. حقيقت ۾ مون کي تــام سان ايتري همدردي نه هئي، ۽ منهنجي سمجهه ۾ نٿي آيو ته رڳو انهيءَ ڪري جو اسين گڏ مـرڻ وارا هئاسين، مان ڇـو هن سان وڌيڪ همدردي رکان. ٿي سگهي ٿو ته منهنجا جذبات ڪن ٻين ماڻهن سان پئي نموني جا هجن ها. مثلاً، 'ريموگرس' سان. پر ٽام ۽ يوآن جي صحبت ۾ مون پاڻ کي صفا اڪيلو پئي سمجهيو. اهـا ڳالهه مون

کي تمام چڱي نه لڳي. هونئن ريمو جي صحبت جو مون تي گهڻو
اثر ٿيو ها، پر هينئر ٽام سان گڏ منهنجي دل تي ڪو به اثر نٿي
ٿيو. ۽ مون انهيءَ ئي حالت ۾ رهڻ ٿي گهريو.

هو اڃا به ساڳيءَ طرح اڪرن ڪي ڇپائيندو رهيو، ڇڻ ته
سندس دماغ لڪائي ڪونه هو. هن پڪ سان انهيءَ ڪري پٺي
ڳالهايو ته جيئن ڪيس سوچڻو نه پوي. سندس بدن مان پيشاب جي
ڌپ اڻين پئي آئي، ڄڻ ته هو مشاني جو پراڻو مريض هو. آءٌ قدرتي
طرح هن سان همخيال هوس. جيڪي ڳالهيون هن پئي ڪيون،
سي ساڳيون مون ڪان به ٿي سگهيون ٿي. مرڻ ڪا قدرتي ڳالهه
نه ڪانهي. جنهن صورت ۾ مان مرڻ وارو هوس، تنهنڪري ڪا به
شيءِ مون کي قدرتي نٿي نظر آئي. نه ڪوئلن جو ڍڳ، ۽ نه ٻنچ
تي پيٽرو جو پوائنٽو ڇهرو — ڪجهه به نه . ها، ايترو برابر هوته
مون کي ٽام وانگر انهن شين بابت سوچڻ چڱو نٿي لڳو. مون کي
سڄي رات، پل پل ۾ اهو احساس پئي ٿيو ته اسين گهڻيون ئي
ڳالهيون سوچيندا رهنداسين. مون ڀهريون ڀيرو ڪيس ٻاسي ڪان ڏٺو،
۽ هو مون کي ڏاڍو عجيب ۽ حيرت جهڙو لڳو.... ڄڻ سندس منهن
تي موت جو پوش چڙهيل هو. منهنجي خودداري گهائل ٿي وئي.
گذريل ڇوويهن ڪلاڪن ڪان وٺي آءٌ ٽام سان گڏ رهيو هوس،
ساڻس ڳالهيون ڪيون هيم، ۽ ڄاڻم ٿي ته اسين ڪنهن به ڳالهه
۾ هڪجهڙا ناهيون، ۽ هاڻ اسين رڳو انهيءَ ڪري ڄاڙن ڀائرن
جيان پئي لڳاسين جو پئي ڄڻا گڏ مرڻ پئي وياسين.

ٽام، مون ڏانهن ڏسڻ ڪان سواءِ، منهنجو هٿ ڪٺي پنهنجي
هٿ ۾ جهليو: ”پابلو، آءٌ سوچيان پيو.... آءٌ سوچيان پيو ته ڇا،
سچ پچ، هر شيءِ ختم ٿي وېندي آهي!“

مون پنهنجو هٿ ڇڏائيندي چيو: ”سوئر ڪنهن جاءِ جا!
ڏس ته سهي، هي ڇاهي!“ هن جي پيرن جي وچ ۾ چڱو پاڻي گڏ
ٿي ويو هو، ۽ پيشاب جا ڦڙا سندس پتلون مان پئي ٽميا.

”هي ڇاهي؟“ هن ڊپ ۾ پرجي پڇيو.

”تون پنهنجيءَ پتلون ۾ پيشاب پيو ڪرين!“ مون کيس ٻڌايو.

”تون ڪوڙ ٿو ڪرين!“ هن ڪاوڙجي چيو. ”مان پيشاب ڪونه پيو ڪريان. مون کي ته ڪجهه به محسوس نٿو ٿئي.“

ڊاڪٽر اسان جي ويجهو آيو. هن ٻناونٽي قرب مان پڇيو: ”ڇا، تنهنجي طبيعت خراب ته نه ٿيندي وڃي؟“

ٽام ڪوبه جواب نه ڏنو. ڊاڪٽر پيشاب ڏانهن ڏٺو، پر ڪجهه چيو ڪونه.

”مون کي ڪابه خبر ناهي ته هي ڇا آهي.“ ٽام ٻاڳلن وانگر چيو. ”پر مون کي ڪوبه ڏپ ڪونهي. مان قسم کڻي ٿو چوان ته مون کي ذرو به ڏپ ڪونهي!“

ڊاڪٽر ڪوبه جواب ڪونه ڏنو. ٽام اٿي ڪنڊ ۾ پيشاب ڪرڻ هليو ويو. هو پتلون جا بٽڻ بند ڪندو موٽي آيو، ۽ سواءِ ڪجهه ڪڇڻ جي ويهي رهيو.

ڊاڪٽر ڪجهه نوٽ پئي ڪيو. اسين ٽيئي هن کي ڇتائي ڏسندا رهياسين، ڇوته هو جيئرو هو، ۽ انهيءَ ڪري هن ۾ جيئري انسان وارا جذبا ۽ احساس هئا. هو تهخاني ۾ اهڙي نموني پئي ڏڪيو، جيئن ڪنهن جيئري انسان کي ڏکڻ کڻڻ ٿيو هو. هن جو سگهارو بدن هن جي وس ۾ هو. ٻئي طرف، اسين پنهنجو وجود به ڏاڍيءَ مشڪل سان محسوس ڪري ٿي سگهياسين. منهنجي مرضي ٿي ته پنهنجن سٿرن جي وچ ۾ پتلون کي جاچيان؛ پر مون کي همت نه ٿي. آءٌ ڊاڪٽر کي ڏسندو رهيس، جو پنهنجن ٽنگن تي بيٺو هو، جنهن کي پنهنجن عضون تي اختيار هو، ۽ جو سڀاڻي بابت سوچي ٿي سگهيو. اتي اسين به هئاسين، ٽي پاڇا، جن جو رت سڪي ويو هو. اسين کيس ڏسندا رهياسين، ۽ منجهس جيڪا زندگي هئي، تنهن کي چور وانگر چوسيندا رهياسين.

آخر هو ٻوآن وٽ ويو. الائي پنهنجي ڊاڪٽري پيشي جي مطلب لاءِ هن جي ڪنڌ جو معائنو ڪرڻ ٿي گهريائين، يا اهو رڳو ڪنهن وقتي همدرديءَ جو جذبو هو. جيڪڏهن هن ڪنهن

رحم جي جذبي ڪري ائين ڪيو ٿي ته سڄيءَ رات ۾ پهريون
ڀيرو هن ڪان اها خطا ٿي رهي هئي. هن ٻوآن جي مٺي ۽ ڪنڌ تي
هٿ گهمايو. ٿوري خاموشيءَ سان، لڳاتار ڪيس ڏسندو رهيو، ۽
پوءِ اوچتو هن جو هٿ جهلي، غور سان ڏسڻ لڳو. هن ڊاڪٽر جو
هٿ پنهنجن ٻنهي هٿن سان جهلي ورتو، جيتوڻيڪ ان ۾ ڪا خاص
ڳالهه نه هئي— جڻ ته ٻه اڇا چمڙا هن جي ڳاڙهي ٿلهي هٿ ڪي
جهليو بيٺا هئا. مون ڪي ٿورو فڪر ٿيو ته الائي ڇا ٿيڻ وارو آهي،
۽ منهنجو خيال آهي ته ٽام ڪي به فڪر هوندو، پر ڊاڪٽر ڪجهه
به محسوس نه ڪيو. هو ڏاڍي قرب سان مشڪيو پئي. ٿوريءَ مهل
ڪان پوءِ ڇوڪري ڊاڪٽر جي هٿ ڪي ڏندن سان چڪ پائڻ جي
ڪوشش ڪئي. ڊاڪٽر جهٽ پنهنجو هٿ ڇڪي ورتو، ۽ ٿاپو
ڪائي وڃي ديوار وٽ بيٺو. گهڙي ڪن هو ڊپ وچان اسان ڏانهن
نهاريندو رهيو. شايد اوچتو هن کي سمجهه ۾ اچي ويو هو ته هاڻ
هن جهڙا انسان نه رهيا هئاسون. آءٌ کلڻ لڳس، ۽ هڪ سنتري
خبردار ٿي بيهي رهيو. ٻيو سڀ ٺيڪ هو، ۽ سڀس اڪيون هر احساس
ڪان خالي هيون.

مون سارڳي ٿي وقت پاڻ کي ڏاڍو پرسڪون ۽ تمام گهٽ
جذباتي محسوس ڪيو. هاڻ مون اهو بلڪل سوچڻ نٿي گهريو ته
صبح جو سويل ڇا ٿيندو. موت بابت به نه! اها ڳالهه بلڪل بيڪار
هئي. مون کي لفظن ۽ هوائي خيالن کان سواءِ ڪجهه نه ملي ها. پر
اڃا مون ڪنهن ٻيءَ شيءِ بابت سوچڻ شروع ٿي ڪيو، ته پنهنجيءَ
ڇاتيءَ تي بندوقون تاڻيل نظر ٿي آيم. مون ائين محسوس ڪيو،
جڻ ته مون کي وڏو ڀيرا موت جي سزا ڏني ويئي آهي— ۽ هڪ
ڀيرو ته ائين لڳم، جڻ ته مان هميشه لاءِ ختم ٿي ويو هوس. شايد
هڪ پل لاءِ منهنجي اک لڳي ويئي هئي. هنن مون کي ديوار ڏانهن
پٺي گهليو، ۽ مون چڙهيون پئي هنيون ۽ ڪين رحم لاءِ پئي پاڙايم.
مان ڇرڪجي اٿيس، ۽ ڊاڪٽر ڏانهن نهاريم. آءٌ ڊنس ته متان ننڊ
۾ رڙيون ڪيون هجيم. پر هن پنهنجين مڇن کي پئي وٽيو ۽ ڪجهه

به ڪونه ڏٺو هئائين.

آءٌ ڀانيان ٿو ته جيڪڏهن ڪوشش ڪريان ها ته ٿوري دير ننڊ ڪري وٺان ها. آءٌ اٺيتاليهن ڪلاڪن کان جاڳي رهيو هوس. منهنجي صبر جو پيالو پلٽجي پيو هو؛ پر مون زندگيءَ جا ٻه ڪلاڪ وڃائڻ نٿي گهريا. هو مون کي صبح جو آثار اچن ها، ۽ آءٌ اوجاڳي جو ماريل، سندن پٺيان پيو وڃان ها، ۽ 'اُف' ڪرڻ بنا ساهه ڏيڻ ڇڏيان ها: مون اهو نٿي چاهيو. مون ڪنهن حيوان جيان مرڻ نٿي چاهيو. مون سڀڪجهه سمجهڻ ٿي گهريو. تنهن کان سواءِ، مون کي خوفناڪ خوابن کان ڊپ ٿي لڳو.

مان خيالن جي رخ ڦيرائڻ لاءِ اٿي ٽهلڻ لڳس، ۽ پنهنجي گذريل زندگيءَ بابت ويچارڻ لڳس. يادگيرين جو ڄڻ هڪ هجوم لڳي ويو. انهن ۾ سٺيون به هيون، ته خراب به؛ يا گهٽ ۾ گهٽ مون کي اهي ائين ٿي معلوم ٿيون. انهن ۾ واقعا به هئا ۽ تشبيهون به هيون. مون هڪ بهادر کي ڏٺو، جنهن کي ويلنسيا جي آکاڙي ۾ هڪ ويڙهو ڍڳي ماري وڌو. پنهنجي هڪ چاچي جو چهرو، 'ريموگرس' جو چهرو.... مون کي پنهنجي سڄي زندگي ياد آئي. ڪيئن ١٩٢٦ع ۾ آءٌ بيروزگار هوس، ۽ بکن وگهي مرڻ جهڙو ٿي ويو هوس. مون کي هڪ رات ياد پيئي، جڏهن آءٌ غرناطه ۾ ٽن ڏينهن جو بکيو هوس ۽ سڄي رات هڪ بينچ تي ويهي گذاري هيم. مون کي ڪاوڙ پئي آئي. مون مرڻ نٿي چاهيو. انهيءَ خيال ايندي ئي مون کي کل اچي وئي. مان ڪيئن نه خوشيءَ، عورت ۽ آزاديءَ لاءِ چرين جيان ڊوڙندو ٿي رهيس. ڇو؟ مون اسپين کي آزاد ڪرائڻ ٿي چاهيو. مان 'ٻاني مارفال' جو پوئلڳ هوس. مان دهشت انگيزن جي هڪ ٽوليءَ ۾ به شامل ٿيو هوس. مون عوامي جلسن ۾ تقريرون ڪيون. مون هر شيءِ کي ايڏي اهميت ڏني هئي، ڄڻ آءٌ پاڻ لافاني هوس. هن مهل مون کي ائين لڳو، ڄڻ سڄي زندگي منهنجي اڳيان هڪ بند ٿيل ڪوٺڙيءَ مثل هئي، جنهن ۾ اڃا بس هر شيءِ پئي هئي، ختم نه ٿي هئي. هڪ پل لاءِ مون ان جو جائزو وٺڻ

ٿي ڳهريو. مون پنهنجو پاڻ کي چوڻ ٿي چاهيو ته هيءَ زندگي ڏاڍي سهڻي آهي؛ پر آءٌ انهيءَ جو ڪو به فيصلو ڪري نه سگهيس. اهو رڳو هڪ خاڪو هو. مون پنهنجي سڄي زندگي ابديت جي سانگ رهائڻ ۾ گذاري، ۽ منهنجي سمجهه ۾ ڪجهه به نه آيو. مون ڪا به شيءِ ڪانه ڇڏي هئي. گهٽيون ٿي شيون، اهڙيون شيون، جن کان آءٌ محروم رهجي ويهان ها— جهڙوڪ ناريل ڪائڻ جو مزو، يا ڪارڊز جي ڪناري تي گرميءَ جي موسم ۾ وهنجڻ جو مزو.... پر موت هر مزي کي ڪسارو ڪري ڇڏيو هو!

ڊاڪٽر کي اوچتو هڪ نيڪ خيال آيو. ”منهنجا دوست،“ هن چيو، ”جيڪڏهن فوجي حڪومت اجازت ڏني ته پوءِ آءٌ ذمو ٿو کڻان ته توهان جا نياپا ضرور پهچائيندس.“

ٽام وڦليو: ”منهنجو ڪو به مٽ مائٽ ڪونهي.“

مان چپ رهيس.

ٽام انتظار ۾ هو، ۽ مون کي غور سان ڏسڻ لڳو. نيٺ چيائين: ”ڪونچا کي به ڪو نياپو ڪونه موڪليندين؟“

”نه.“

مان انهيءَ نازڪ جذبي ۾ ڪنهن کي شريڪ ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه هوس. ڏوهه منهنجوئي هو. رات مون پاڻ ٿي ’ڪونچا‘ جي باري ۾ ڳالهه پڌائي ڇڏي هئي. حقيقت ۾ مون کي ائين ڪرڻ نه گهربو هو. مان هن وٽ هڪ سال تائين رهيو هوس. گذريل رات رڳو پنجن منٽن جي ملاقات لاءِ پنهنجو هٿ قربان ڪري ٿي سگهيس. انهيءَ ڪري هن جي باري ۾ ڳالهيون ڪندو رهيس. هن جو خيال مون کان طاقت وارو هو. هاڻي هن کي ڏسڻ جي ڪا به تمنا نه هئي، ۽ مون وٽ هن کي چوڻ لاءِ ڪجهه به نه هو. هاڻ جيڪر آءٌ کيس ڇاتيءَ سان به نه لايان ها؛ ڇوته مونکي پنهنجي پکهرسان پريل مٽيءَ هاڻي بت مان بچان پئي آئي، ۽ مون کي اهو احساس هو ته شايد هن جو بدن به مون ۾ بچال پيدا ڪري. ڪونچا منهنجي موت جو پڌي روئندي؛ ٿورن مهينن تائين هن کي زندگي

بالڪل ڪساري لڳندي؛ پر موت جي منهن ۾ ته مونکي ئي وڌيڪ هوا مون سندس نرم، سهڻين اکين جو تصور ڪيو. جڏهن هوءَ مونکي ڏسندي هئي، تڏهن سندس وجود مان ڪا شيءِ نڪري منهنجي وجود ۾ ملي ويندي هئي. پر مون ڄاتو ته اهو سڀڪجهه ختم ٿي ويو آهي، ۽ هاڻ جڏهن مونکي هوءَ ڏسندي ته سندس نگاهه، مون تائين اچڻ بجاءِ، سندس ئي اکين ۾ بيهي رهندي.

آءٌ اڪيلو هوس. ٽام به اڪيلو هو. پر هن جي حالت مون کان نرالي هئي. هو ٽنگ ٽٽي پوڻ ڪري، مشڪندو، بينچ کي گهوري رهيو هو، ڄڻ ته سندس حواس خطا هئا. هن هٿ وڌائي بينچ کي اهڙيءَ سنڀال سان ڇُهيو، ڄڻ ڪيس ڊپ پئي لڳو ته متان ڪجهه ڀڄي نه پوي؛ ۽ پوءِ جهٽ ڏيئي هٿ ڇڪي ورتائين ۽ ڏڪڻ لڳو. جيڪڏهن آءٌ ٽام جي جاءِ تي هجان ها ته جيڪر بينچ کي هٿ لائي دل نه وندرايان ها. اها به آئرلنڊ جي رهاڪن جي هڪڙي حماقت هئي. پر مون به محسوس ڪيو ته شين عجيب غريب رنگ ڪٺي اختيار ڪيو آهي. اهي اڳي کان وڌيڪ غيرحقيقي ۽ ڪوڪليون پئي لڳيون. آءٌ مري رهيو هوس، تنهن جي احساس کي تازي ڪرڻ لاءِ منهنجو بينچ، بتيءَ ۽ ڪوئلن جي ڍڳ ڏانهن نهارڻ ئي ڪافي هو. قدرتي طرح آءٌ موت بابت چٽيءَ طرح ويچاري نٿي سگهيس، پر موت مونکي هر جاءِ تي ۽ هر شيءِ ۾ پئي ڏسڻ ۾ آيو. مڙئي شيون ڄڻ ته هڪٻئي کان پري ٿي ويون هيون، ۽ پنهنجي وچ واريءَ وٿي کي قائم رکيو بيٺيون هيون. ڄڻ ته ماڻهو مرڻ واري جي پٿرانديءَ ۽ سيرانديءَ بيٺا آهستي آهستي ڳالهيون ڪري رهيا هئا. ٽام جنهن شيءِ کي اجهو هاڻي بينچ کي ڇهيو هو، سو سندس موت هو!

منهنجي جيڪا حالت هئي، تنهن ۾ جيڪر ڪو اچي اوچتو مونکي چوي ها ته ماٺ ڪري پنهنجي گهر هليو وڃ، توکي ڪوبه روڪ نه ڪندو، ته آءٌ يقيناً بيهوش ۽ ٿڌو ٿي پوان ها. جڏهن انسان جي نظر ۾ هن جي ابديت جي رڃ ظاهر ٿي پوي، ته پوءِ

ٿورن ڪلاڪن يا ٿورن سالن جي زندگي وڌيڪ ملڻ سان ڪو به فرق نٿو پوي. منهنجو ڪو به سهارو ڪونه هو. هڪ ڪري آءٌ مطمئن هوس. پر اهو اطمينان ڏاڍو خوفناڪ هو. اهو بدن، جنهن جي اکين سان مون ڏٺو پئي ۽ جنهن جي ڪنن سان مون ٻڌو پئي، سو هاڻي ”آءٌ“ نه هو. اهو بدن پنهنجو پاڻ پکڙ ۾ وهندو پئي، ڏڪندو پئي، ۽ مان ان کي سڃاڻي نٿي سگهيس. خود منهنجي بدن ۾ ڇا پيو ٿئي، سو جاچڻ لاءِ به مونکي پنهنجي بدن کي ڇهڻو ۽ ڏسڻو ٿي پيو، ڇڻ ته اهو بدن منهنجو نه هو پر ڪنهن ٻئي جو هو. ڪنهن ڪنهن مهل ائين ٿي محسوس ٿيم، ڇڻ ته اهو بدن ٻڏي پيو، ۽ وري اڀري پيو: بلڪل اهڙوئي احساس، جيڪو هوائي جهاز ۾ ويهڻ مهل ٿيندو آهي، جڏهن اهو هيٺ ٿي هٽندو آهي يا مٿي چڙهندو آهي. مونکي پنهنجي دل جي ٺڪ ٺڪ محسوس ٿيي ٿي، پر ان تي ڀروسو قائم نٿي رهيو. هر شيءِ جيڪا منهنجي بدن سان نڪتي ٿي، سا منجهيل هئي. گهڻو ڪري سڪون هوم، ۽ مونکي هڪ قسم جي بارڪان سواءِ پيو ڪجهه به محسوس نٿي ٿيو. پنهنجي مقابلي ۾، ڇڻ ته آءٌ ڪنهن خبيث وجود يا ڪنهن تمام وڏي ڪپڙي سان ٻڌل هوس. هڪ ڀيرو مون پنهنجي پاجامي کي ڏٺو، ۽ محسوس ڪيم ته اهو پسيل آهي. خبر ناهي، اهو پکڙ هو يا پيشاب. پر احتياط وچان آءٌ ڪوٺڻ جي دڳ ڏانهن پيشاب ڪرڻ هليو ويس.

ڊاڪٽر واچ ڪئي، ۽ ان کي ڏسي چيو: ”هن وقت سا ڊا ٽي ٿيا آهن.“

”حرامي ڪنهن جاءِ جو! هن يقيناً ڇاٽي واٽي ائين ڪيو آهي!“ ٺام ٺپ ڏيئي اٿيو. اسان کي وسري ويو هو ته وقت گذرندو پئي ويو. رات اسان جي چئني پاسن کان ڪنهن بيڊول ۽ بيشڪل، سنگين مادي وانگر ڇانيل هئي. مون کي اهو به ياد نه اچي سگهيو ته اها ڪا شروع ٿي چڪي هئي!

نندي‌ءَ عمر وارو جوان روئڻ لڳو، ۽ پنهنجون ٻئي ٻانهون مٿي ڪئي زور سان رڙيون ڪرڻ لڳو: ”آءٌ مرڻ نٿو گهران!“ آءٌ

مرڻ نٿو گهران! هو هوا ۾ هٿ لوڏيندي، سڄي ڪوٺيءَ ۾ ڊوڙڻ لڳو، ۽ پوءِ هڪ ٽڏي تي ڪري روئڻ لڳو. ٽام هن کي دلاسي ڏيڻ جي ڪنهن به خواهش کان سواءِ، غمگين اکين سان ڏٺو، ڇو ته همدرديءَ جي ڪوشش بيڪار هئي. ڇوڪرو اسان کان وڌيڪ شور مچائي رهيو هو، پر ان جو اثر اسان کان گهٽ هو. هن جي حالت انهيءَ بيمار جهڙي هئي، جيڪو تپ سان بيماريءَ جو مقابلو ڪري ٿو، ڇو ته جڏهن تپ نه هوندو آهي ته حالت وڌيڪ خراب ٿي ويندي آهي.

هو رنو پئي. مون چڱي طرح سمجهيو پئي ته هو موت جي باري ۾ ڪونه پيو سوچي، پر پنهنجو پاڻ تي رحم پيو کائي. هڪ سيڪنڊ، صرف هڪڙي پل لاءِ، مون پاڻ به روئڻ ٿي چاهيو، ۽ پنهنجي مٿان رحم کائڻ ٿي گهريو. پر مون سان انهيءَ جي بلڪل ابتڙ حالت ٿي. مون ڇوڪري ڏانهن اک کڻي نهاريو، ۽ هن جي ڪمزور ڪلهن کي سڏڪن جي ڪري لڏندو ڏسي، اوچتو منهنجي دل سخت ٿي وئي. آءٌ نه ته پنهنجو پاڻ تي رحم کائي ٿي سگهيس، نه ٻين تي. مون دل ئي دل ۾ چيو: ”آءٌ تمام گهٽيءَ صفائيءَ سان مرڻ گهران ٿو.“

ٽام اٿي بيٺو هو. هن ڇت جي سوراخ هيٺان بيهي، آسمان تي صبح جو سوجهرو پئي ڏٺو. مون نفاست سان مرڻ جو پڪو ارادو ڪيو هو، ۽ رڳو انهيءَ ئي باري ۾ پئي سوچيم. پر جڏهن کان ڊاڪٽر ٽائيم ٻڌايو هو، مون وقت کي اڏامندو ۽ ڦڙو ڦڙو ٿي وهندو محسوس پئي ڪيو.

اڃا اونداهي هئي ته مون ٽام جو آواز ٻڌو: ”ٻڌين پيو؟“

”ها.“

ٻاهر ميدان تي ڪجهه جيترن ماڻهن جي ڪلڏجي هلڻ جو آواز پئي آيو.

”هو ڇا پيا ڪن؟ هو اونداهيءَ ۾ ته گولي هلائي ڪونه سگهندا.“

ٿوريءَ مهل کان پوءِ آواز بند ٿي ويا. مون ٽام کي چيو، "صبح ٿي ويو."

پيڊرو ڪنڌ موڙي اٿيو، ۽ بتي وسائڻ آيو. "دوزخ جهان ٿڌو آهي." — هن ٻڙ ٻڙ ڪئي. تهخاني ۾ ميرانجهڙو سوجهرو هو. اسان پري کان گولين هڻڻ جو آواز ٻڌو.

"قصو هاڻ ٿو شروع ٿئي." ٽام چيو. "هو پٺيان ميدان ۾ ڪم هلائي رهيا آهن."

ٽام ڊاڪٽر کان هڪ سگريٽ گهريو. مون کي سگريٽ جي ضرورت ڪانه هئي. مون نه سگريٽ ڏسي گهريو، ۽ نه شراب. انهيءَ کان پوءِ گولين جو آواز وري اصل ڪونه بند ٿيو.

"توکي خبر آهي، ڇا پيو ٿئي؟" ٽام چيو.

هن پيو ڪجهه چوڻ ٿي گهريو، پر چپ ٿي دروازي ڏانهن نهارڻ لڳو. دروازو کليو، ۽ هڪ ليفٽيننٽ چئن سپاهين سان گڏ اندر آيو.

"اسٽنباڪ!"

ٽام جواب نه ڏنو. پيڊرو هن ڏانهن اشارو ڪيو.

"يوآن مرابل!"

"تڏي تي."

"اٿ!" ليفٽيننٽ چيو.

يوآن اصل ڪونه چُريو. ٻن سپاهين هن کي ٻانهن کان جهلي اٿاري بيهاريو. پر اها ڇڏيائونس ڪونه ته هو وري ڪري پيو.

"هي ڪو پهريون ماڻهو ته نه آهي، جنهن جي حالت خراب آهي!" ليفٽيننٽ چيو. "توهين ٻئي هن کي وٺي وڃو. اتي هو سڀڪجهه ٺيڪ ڪري ڇڏيندا."

پوءِ هو ٽام ڏانهن مڙيو: "هل!"

ٽام، ٻن سپاهين جي وچ ۾، هليو ويو. باقي ٻه سپاهي ڇوڪري جون ٽنگون ۽ هٿ پڪڙي، کيس کڻي ويا. هو بيهوش نه ٿيو هو. هن جون اکيون بلڪل کليل هيون. ۽ لڙڪن جون

قطارون سندس ڳلن تان وهي رهيون هيون.

جڏهن مون ٻاهر وڃڻ گهريو ته ليفٽيننٽ مون کي روڪيو:

"تون ايڊا آهين؟"

"ها."

"تون هتي ئي ترس، توکي پوءِ وٺڻ ايندا."

هو ويا هليا. ڊاڪٽر ۽ ٻئي سنتري به ويا هليا. مان اڪيلو هوس. مون کي خبر نٿي پيئي ته منهنجي اندر ۾ ڇا پئي وهيو واپريو. پر اهو چڱو ٿئي ها ته هو منهنجو ڪم به پورو ڪري ڇڏين ها. مون ٿوريءَ ٿوريءَ دير کان پوءِ لاڳيتو گولين جو آواز پئي ٻڌو، ۽ هر ڌڪاءَ تي ڏڪي ٿي ويس. منهنجي دل ٿي چاهيو تہ رڙيون ڪريان ۽ مٿي جا وار پٽيان. پر مون پنهنجا ڏند زور سان ڀڪوڙي ڇڏيا هئا، ۽ ٻئي هٿ پاجامي جي کيسن ۾ وجهي ڇڏيا هئم — ڇوته مون چڱيءَ حالت ۾ رهڻ ٿي گهريو.

هڪ ڪلاڪ کان پوءِ هو مون کي وٺڻ آيا، ۽ پهرينءَ ماڙ تي هڪ ننڍي ڪمري ۾ وٺي ويا. اتي ڏاڍي گرمي هئي ۽ سگريٽن جو دونهون ڀريل هو. آرام ڪرسين تي ٻہ آفيسر، گوڏن تي ڪاغذ رکي، سگريٽ پي رهيا هئا.

"تون ايڊا آهين؟"

"ها."

"ريموگرس ڪٿي آهي؟"

"خبر ناهي."

سوالن پڇڻ وارو ٿلهو ماڻهو، قد جو ٺندرو هو. عينڪ جي شيشن پٺيان سندس اکيون ڏاڍيون بيرحم ٿي ڏٺيون.

"هيڏانهن اچ." هن چيو.

مان ويجهو ويس. هن اٿي منهنجين ٻانهن کان جهليو، ۽ اهڙين پيانڪ اکين سان نهارڻ لڳو، جيڪي مون کي پٽ تي ڪيرائڻ لاءِ ڪافي هيون. هن منهنجين ٻانهن کي پوري طاقت سان دٻايو. مون کي تڪليف بنهہ ڪانہ ٿي. هي رڳو هڪ تماشو هو،

جنهن سان هن مون تي رعب ڄمائڻ ٿي گهريو، ۽ وري پنهنجو ڪنو ساهه منهنجي منهن تي ڇڏي اڇلايائين. اسين هڪ پل لاءِ ويٺا رهياسين ۽ منهنجي دل چاهيو ته مان ڪلي ڏيان. هڪ اهڙي ماڻهوءَ تي رعب ڄمائڻ البت مشڪل آهي، جيڪو مرڻ لاءِ وڃي رهيو هجي. سو ان مان ڪو به فائدو ڪو نه ٿيو، ۽ هو مون کي زور سان ٽڪو ڏيئي ويهي رهيو.

”هاڻي هن جي يا ٽنهنجي حياتيءَ جو سوال آهي، تون هن جو پتو ٻڌائي پنهنجي جان بچائي سگهين ٿو.“

هي گهوڙيسوارن جي ڊريس پاتل، ڇهبڪ هٿ ۾ ڪري آڪڙ ڪرڻ وارا ماڻهو به مرڻ وارا هئا. پر مون کان ٿورو پوءِ گهڻيءَ دير کان پوءِ ته! هو پنهنجن ڪاغذن ۾ ماڻهن جا نالا ڳوليندا ٿي وتيا، ۽ سدائين پين کي دبائڻ ۽ قيد ڪرڻ جي چڪر ۾ هئا. اسين جي آئيندي ۽ پين موضوعن ۽ مسئلن تي هنن جا پنهنجا خاص رايا هئا. هنن جون اهي ذليل حرڪتون مون کي عجيب، بلڪ ڪل جهڙيون ٿي لڳيون. آءٌ پاڻ کي انهن جي جاءِ تي ويهاري سوچي به نٿي سگهيس. منهنجي خيال ۾ هو ڇرِيا هئا. بندري قد واري شخص پنهنجو ڇهبڪ بوٽ تي پٽي هنيو، ۽ مون کي گهوري پٽي ڏنائين. سندس سموريون حرڪتون ڏاڍيون سوچيل ويچاريل هيون. انهن حرڪتن جي وسيلي هن پاڻ کي هڪ خوفناڪ وحشي درندو ڪري ڏيکارڻ ٿي گهريو.

”پوءِ؟ آيئي سمجهه ۾؟“

”مون کي خبر ناهي ته گرس ڪٿي آهي.“ مون جواب ڏنو. ”منهنجي خيال ۾ هو مئڊرڊ ۾ هوندو.“

پٽي آفيسر پنهنجو پيلو هٿ ڏاڍيءَ لهر سان کنيو. هن جو اهو تڪلف سوچيل سمجهيل هو. مان سندن هڪ هڪ حرڪت کي چڱيءَ طرح سمجهي رهيو هوس، ۽ مون کي حيرت ٿي ته اهڙا ماڻهو به ٿيندا آهن، جن کي اهڙين حرڪتن مان مزو ايندو آهي.

”تو کي سوچڻ لاءِ پندرهن منٽن جي مهلت آهي.“ هن

آهستي چيو. ”هن کي لانڊريءَ واري ڪمري ۾ وٺي وڃو، ۽ پندرهن منٽن کان پوءِ واپس وٺي اچو. جيڪڏهن انهيءَ کان پوءِ به ٻڌائڻ کان انڪار ڪندو، ته ڪيس يڪدم گولي هڻبي.“

هن جيڪي ڪجهه ڪيو پئي، سوچي سمجهي پئي ڪيائون. منهنجي سڄي رات انتظار ۾ گذري هئي. تنهن کان پوءِ تهخاني ۾ هڪ ڪلاڪ انتظار ڪرايائون، ۽ انهيءَ وچ ۾ ٽام ۽ يوآن کي گولي هڻي ڇڏي هئائون. هاڻي مون کي پئي ڪمري ۾ بند ڪري رهيا هئا. هن اها سڄي اسڪيم گذريل رات ئي ٺاهي هوندي. ڪين يقين هوندو ته ٿيڪ به اعصاب جواب ڏيئي ويندا آهن: اهڙي نموني هن مون کي قبضي ۾ ڪرڻ ٿي گهريو.

ڪين سخت غلط فهمي هئي. ڪپڙن ڌوئڻ واريءَ ڪوٺي ۾، آءٌ هڪ ميز تي ويهي سوچڻ لڳس. پر مون سندن آڇ تي بلڪل نٿي ويچاريو. مون کي چڱيءَ طرح خبر هئي ته گرس ڪٿي آهي. هو شهر کان ٻه-ٽي ميل پري، پنهنجن عزيزن جي گهر ۾ لڪل هو. مون اهو به چڱي طرح ڄاتو ٿي ته جيستائين هو مون کي ايذاءُ نه ڏيندا، مان اصل نه ٻڌائيندس. (پر انهن کي شايد ايذاءُ ڏيڻ جو ارادو ڪونه هو.) اهي سڀ بلڪل سوچيل سمجهيل ڳالهيون هيون، جن سان مون کي ڪابه دلچسپي ڪانه هئي. مون رڳو پنهنجيءَ روش جا سبب سمجهڻ ٿي گهريا. گرس جي اڊريس ٻڌائڻ بدران آءٌ مرڻ پسند ڪندس — ڇو؟ مون کي ريمو گرس سان ڪا به دلچسپي نه هئي. نجر کان اڳ منهنجي ۽ هن جي دوستي اهڙيءَ طرح مري چڪي هئي، جهڙيءَ طرح منهنجي ۽ ڪونچا جي محبت يا منهنجي جيئري رهڻ جي خواهش بيشڪ، هن بابت اها ڏاڍي سٺي راءِ هئي. هو ڏاڍو محنتي هو؛ پر مان جنهن سبب ڪري هن لاءِ پنهنجي حياتي ڏيڻ لاءِ تيار هوس، سو اهو نه هو. جهڙيءَ طرح منهنجي زندگيءَ جي ڪابه قيمت نه هئي، اهڙيءَ طرح هن جي زندگيءَ جي ڪابه اهميت ڪانه هئي. ڪنهن جي به زندگيءَ جي اهميت ڪانه هئي. هو ماڻهوءَ کي ڀت سان بيهاري گولي هڻڻ

وارا هئا، تان جو هو مري وڃي. انهيءَ ڳالهه مان ڪو به فرق نٿي پيو ته اهو ماڻهو آهه هجان يا ڪرس. مون چاتو ٿي ته اسپين جي بهبوديءَ لاءِ هو مون کان وڌيڪ فائدي وارو هو. پر جهنم ۾ وڃي اسپين ۽ اتي جي لاقانونيت! هاڻ ڪنهن به شيءِ جي ڪابه اهميت ڪانه هئي. پوءِ به آءٌ هتي هوس، ۽ ڪرس جو ڏس ڀڏائي پنهنجي حياتي بچائي ٿي سگهيس. پر مون کي اها ڳالهه مرچي جهڙي پئي لڳي. اهو رڳو ضد هو. مون سوچيو، ’مون کي پنهنجيءَ جاءِ تي پڪو رهڻ گهرجي‘.... ۽ آءٌ مرچي جهڙيءَ خوشيءَ سان پرجي ويس.

هو آيا، ۽ مون کي وري انهن ٻن آفيسرن وٽ وٺي ويا. هڪڙو ڪونو سنهنجن پيرن جي ٻنهه پرسان لنگهي ويو. مون هڪ سپاهيءَ کان پڇيو، ”تو ڏٺو انهيءَ ڪوئي کي؟“ هن ڪو به جواب نه ڏنو. هو سنجيدو هو، ۽ پنهنجو پاڻ کي اهم ٿي سمجهيائين. مون کي کل پئي آئي. پر مون پاڻ تي ضبط ڪيو، ڇو ته مون کي خبر هئي ته هڪ دفعو جيڪڏهن مون کليو ته پوءِ پاڻ تي ضبط ڪرڻ ڏکيو ٿي پوندو. سپاهيءَ کي مڇون هيون. مون هن کي چيو: ”احمق! تو کي پنهنجون مڇون ڪوڙائڻ گهرجن.“ مون کي اها ڳالهه کل جهڙي لڳي، جو هن پنهنجيءَ جيئري شخصيت تي پنهنجن وارن کي چانئجڻ ڏنو هو. هن ٻنا ڪنهن پروسي جي مون کي ٺڏو هنيو، ۽ مان چپ ٿي ويس.

”ها!“ هن ٿلهي آفيسر چيو. ”تو سوچي ورتو؟“

مون عجب مان هن ڏانهن نهاريو، جيئن ڪو نهايت قيمتي ڪيڙي ڏانهن نهاري. مون چيو: ”مون کي خبر آهي ته هو ڪٿي آهي.... هو مقام ۾ لڪل آهي! قبرون کوٽيندڙ جي گهر جي هڪڙي ڪمري ۾!“

اها رڳي ٻڪ هئي. مون چاهيو ٿي ته هو اٿي تياريون ڪن ۽ حڪم جاري ڪن. هو ڇرڪ ڀري اٿي بيٺو: ”مولس! اچو هلون. ليفٽيننٽ لوپيءَ کان پندرهن ماڻهو پيا به وٺ!“

”ٻڌا!“ بندري آفيسر چيو. ”جيڪڏهن تو صحيح ٻڌايو آهي ته مان توکي ڇڏي ڏينديس. پر جيڪڏهن تو اسان کي بيوقوف بڻايو آهي ته ان جو نتيجو ٻوڪٽو پوندو!“

هو ڇڪيءَ وٽ ـ پڪڙ واري نموني هليا ويا، ۽ آءٌ آرام سان انهن سپاهين سان گڏ ويهي رهيس. انهن جي آئنده حرڪتن جي رکي رکي خيال پئي آيم، ۽ منهنجن چپن تي مرڪ تري ٿي آئي. مون تصور ۾ انهن کي هڪ هڪ قبر کوٽيندي پئي ڏٺو. مون انهي مسئلي تي اهڙيءَ طرح سوچڻ شروع ڪيو، جڻ ته مان ڪو ٻيو هوس — اهو قيدي، جيڪو ڪنهن هيري جو پارٽ ادا ڪري رهيو هجي، ۽ هو آفيسر، پنهنجين مڇن ۽ ورديءَ پهريل سپاهين سان گڏ قبرن جي وچ ۾ پيو ڊوڙندو هجي. اها ڏاڍي کل جهڙي ڳالهه هئي.

اڌ ڪلاڪ کان پوءِ بندري قد وارو آفيسر اڪيلو موٽي آيو. مون سمجهيو ته هو منهنجي موت جو حڪم ڏيڻ آيو آهي؛ ٻيا يقيناً مقام ۾ رهجي ويا هوندا.

آفيسر مون ڏانهن نهاريو. هو احمق بلڪل نٿي لڳو. ”هن کي ٻين سان وڏي اڱڻ ۾ وٺي وڃو.“ هن چيو. ”فوجي ڪاروائين کان پوءِ، هڪ باقاعدي عدالت هن جي قسمت جو فيصلو ڪندي.“

منهنجيءَ سمجهه ۾ ڪجهه به نه آيو. مون پڇيو: ”نه پوءِ .... مون کي هينئر گولي نه هڻندا؟“

”خير، هينئر ته نه. پوءِ ٻيا ٿـو ٿئي، انهيءَ سان منهنجو ڪو به واسطو ناهي.“

منهنجيءَ سمجهه ۾ اڃا به ڪجهه نه آيو: ”پر ڇو؟“ مون پڇيو.

هن ڪو به جواب نه ڏنو، ۽ فقط ڪنڌ کي لوڏو ڏنائين. سپاهي مون کي وٺي هليا. وڏي اڱڻ ۾ اٽڪل سؤ قيدي هئا، جن ۾ زالون، ٻار ۽ ڪجهه پوڙها به هئا. آءٌ اڱڻ جي وچ ۾ گاهه جي هڪ ٽڪر جي چوڌاري چڪر ڏيڻ لڳس. آءٌ بيخياليءَ ۾ گم هوس. ٻنپهرن جو هنن اسان کي کائڻ واري ڪمري ۾ ڪاڏو ڪارايو.

ٻن - ٽن ماڻهن مون کان سوال پڇيا. مون کي ڪا به خبر نہ هئي تہ آءٌ ڪٿي آهيان.

شام جو ڏهہ نوان قيدي اڳئين ۾ آندا ويا. مون ”گريسيا“ حلوائيءَ کي سڃاڻي ورتو.

هن چيو: ”تون ڪيترو نہ قسمت وارو آهين. مون کي اميد ئي ڪانہ هئي تہ ڪو توکي جيئرو ڏسندس!“

”هنن مون کي موت جي سزا ڏني، ۽ پوءِ پنهنجو ارادو بدلائي ڇڏيائون: انهيءَ جو سبب منهنجي سمجهہ ۾ نٿو اچي!“

”مون کي هنن ڀي ٻيو گرفتار ڪري ورتو.“ گريسيا چيو.

”ڇو؟“ مون پڇيو. گريسيا جو سياست سان ڪو بہ لاڳاپو ڪو نہ هو.

”خبر ناهي ڇو؟“ هن چيو. ”هو انهن سڀني ماڻهن کي گرفتار ڪن ٿا، جن جو نقطہ نظر ڪائنن ڀيو هجي.“ هن آهستي چيو:—

”گرس بہ جهلجي پيو؟!“

آءٌ ڏڪي ويس — ”ڪڏهن؟“

”اڄ صبح جو. غلطي هن جي ئي هئي. هو پنهنجن ڀائرن جو گهر اڳاري ڏينهن ڇڏي ويو، ڇو تہ هنن جي پاڻ ۾ اٽپٽ ٿي پيئي هئي. پيا گهڻا ماڻهو هن کي لڪائڻ لاءِ تيار هئا، پر هن ڪنهن جو بہ احسان ڪڻڻ نٿي گهريو. هن چيو — ’هوئن تہ جيڪر ايٽا جي گهر وڃي لڪان ها، پر ان کي بہ گرفتار ڪري ورتو اٿن، انهيءَ ڪري آءٌ مقام ۾ وڃي لڪندس.“

”— مقام ۾!“

”ها. ڪهڙي نہ بيوقوفي ڪيائين! نيٺ هو اڄ اتي پهچي ويا. اهو تہ ٺيڪ ٿي هو. هنن ان کي قبرون کوٽيندڙ جي گهر ۾ جهليو. هن مٿن گولي هلائي، پر هنن گرس جهلي ورتو.“

”مقام ۾!....“

منهنجي اکين اڳيان هر شيءِ نچڻ لڳي، ۽ مان زمين تي ويهي رهيس. ايترو ڪليس جو روئي ڏنم.●

(ترجمو) شرون ڪمار ورما

# ”بوند بوند لئہ پيڻڪي پيڻڪي“

(اردو ۾ عنوان: ”اے لالہء صحرائی“)

جڏهن مون پهريون ڀيرو ساوتريءَ کي سرمک سان ڏٺو، تڏهن مون کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ چنبيليءَ جو ننڍڙو نازڪ گل ٿوهر جي وڻ تي ٽڙيل هجي.

جنوريءَ جو مهينو هو، ٻہ ڏينهن سچ ڪونہ نڪتو هو ۽ برسات ڪلاڪ اڌ بيهي وري وسڻ ٿي لڳي. ان مهل بہ مينهن پئي پيو. آءٌ بارش ۽ ٿڌ کان بچڻ لاءِ ”پلازا“ ۾ اچي ويٺس. چيم تہ ڪافيءَ جو ڪوپ ۽ سگريٽ پي هلڻو وينديس؛ پر موسم جي مستيءَ اهڙو تہ مزو ڏنو، جو مان صوفي ۾ ويهي، شيشي مان، ٻاهر وسندڙ مينهن جو نظارو ڏسندو رهيس. سڙڪ ويران ۽ اداس پئي لڳي. وڻن ۽ ٻوٽن تي بارش پئي پيئي. سڙڪ مان باغ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ماڻهن وڻ وڍي جيڪو بيقاعدي گس ٺاهي ڇڏيو هو، انهيءَ تان هڪ ماڻهو ٽڪرين ٽڪرين وکون کڻندو پئي ويو. ڀاسي واريءَ سئينما جي گهنٽي وڳي، تنهن مان سمجهيم تہ ساڍا ٽي ٿيا آهن. هال ۾ ٽنگيل گلدان مان منيڪيش هلڪن سُرن ۾ ڳائي رهيو هو. هڪڙي ڏاهوڪي ڇوڪري، تار سان ٽنگيل انهيءَ گلدان کي چاهہ ۽ عجب سان ڏسڻ لڳي. سندس سامهون ويٺل نوجوان شايد ٻڌايس تہ اهو لائوڊ اسپيڪر آهي. ڇوڪري مرڪڻ لڳي. مون ڇوڪريءَ ڏانهن پئي نهاريو، تہ ايتري ۾ مٿان گئلريءَ مان هڪ مهانڊو نظر آيم، جو سرمک جو ٿي لڳو. ساڻس ملڻ کي ڏينهن ٿي ويا هئم. افواهي طرح ٻڌو هوم تہ سرمک کي بارڊر تي پوليس جي مقابلي ۾ گولي لڳي هئي. اهو ٻڌي عجب ڪونہ ٿيم، پر افسوس ڏاڍو ٿيم. هو ڪئي کهڙو بہ هو — سمگلر هو، بدمعاش هو، زاني

هو، سڀ ڪجهه هو، سزا به ڪاٽي آيو هو— تڏهن به هو منهنجو ننڍپڻ
جو يار هو. اسين ڳوٺ جي اسڪول ۾ ڪيترائي سال گڏ پڙهيا
هئاسين. ڪيس ميٽرڪ ڪلاس مان ئي ڪڍي ڇڏيائون. مون شهر
وڃي ايم. اي به ڪري ورتي هئي، ۽ هاڻ هڪ ڪاليج ۾ ليڪچرار
هوس. سرمک کي اوچتو اتي ڏسي، مون کي ڏاڍي خوشي ٿي. هو
جيئرو هو، مون لاءِ ايترو ئي بس هو. هو مٿان گئلريءَ تان بيٺي
ائين ٿي لڳو، جيئن ڪنهن ننڍڙي ٻوٽي جي ٻـر ۾ ڪجيءَ جو وڻ
اُڀري پيو هجي. شايد ڪنهن سان ڳالهيون پئي ڪيائين. سندس
نموني مان سمجهي ويس تـه ساڻس ڪا عورت آهي. هوڙيءَ موج
جهڙيءَ مهل سرمک سان ڪنهن عورت جو گڏ هئڻ، قدرتي ڳالهه
هئي. اڪيلو هجي ها ته پاڻ مون کي حيرت لڳي ها. مون کي اها
بـه خبر هئي تـه ساڻس ڪهڙي نموني جي عورت هوندي. ڪيس
جيڪي عورتون وڻنديون هيون، تن جو نمونوئي اور هو. ڪيس اهي
وڻنديون هيون، جن جي مهانڊي تي 'حرام' لکيل هجي؛ سندن وار
ڪنڊيل هجن، ڳلن تي پائوڊر جو پلستر ۽ چپن تي لاليءَ جو ليپ
لڳل هجن، اکين ۾ ڪجل اوتيل هجن، ڪپڙا اهڙا پاتل هجن،
جن مان انگ پسجي رهيو هجن، سندن وات ۾ پان جا ڍير
هجن، هٿ ۾ سگريٽ، ۽ نشي ۾ چُور هجن: مطلب تـه ننهن کان
چوٽيءَ تائين اگهاڙپ ئي نظر اچي. سرک وڏي فخر سان
چوندو هو ته 'مون کي ته هي بازار جون عورتون ئي وڻنديون آهن،
جيڪي هڪڙيءَ ڪار جي عيوض بـه ڏين، جيڪي رستي جي وچ
تـي بيهي مون سان گڏ خوب لهڪ ڏين.' هـو اهڙي قسم جون
عورتون ڳولي هٿ ڪري ايندو هـو، ۽ ڪجهه وقت رهائي پـوءِ
ڪڍي ڇڏيندو هو. پنهنجن دوستن سان به ملائيندو هو، ۽ جڏهن
ڪڍي ڇڏيندو هو ته چوندو هو: 'يار، پنهنجي ڪُلي موڪل اٿو!'
مونکي سرمک جون اهي ڳالهيون اصل ڪين وڻنديون هيون، ۽ ڪيس
بـه اها خبر هئي، پر ڪهڙين ڳالهين ۾ هو پنهنجي وس ۾ ئي ڪونه
هو. مون کي سندس اهي افعال ائين ساريل هئا، جيئن خود پنهنجون

عادتون.

هينئر سرمڪ فراقليءَ جي ڊوڙي ٽنڊ تي رکيو ويٺو هو. هٿ
۾ فوجي آفيسرن وارو ڪارو رُول هوس. بدن تي هرڪ جي سٽن،
سرج جو نيرو ڪوٽ، ۽ ڳچيءَ ۾ چيڪوسلواڪيا جو سهڻو مفلر
پيل هوس. انهن سڀني جي مٿان وري سندس ڇهه فٽ قد ڇانيل هو.
ويڪري ڇاتي ۽ مضبوط ۽ ڳرا هٿ، جن کي ڇهڻ سان سندس بدن
جي گرميءَ ۽ کهرائيءَ جو احساس ٿيو ٿي. وري اها به خبر هيم ته
سندس مٿي جي ور ۾ ڪٽ ـ ڪٽ ڪري کلڻ وارو ٽڪو چاقو به
هوندو. چاقو رکڻ جي عادت اسڪول جي زماني کان وٺي اٿس.
ڪلاس ۾ ماستر هٿان مار مليس ته هڪ پل لاءِ مٿي جي ور ۾
هٿ وڌائين. منهنجو ساهه سڪي ويو. پر الائي ڇا سوچي، ماستر
کي گهوريندو، ڪتابن جو ٿيلهو ڪڇي، ڪلاس مان ٻاهر نڪري
ويو. ان کان پوءِ نه ماستر پڙهائي سگهيو، ۽ نه اسين ڊپان سان پڙهي
سگهياسين. ان ڏينهن ني شام جو ٻڌوسين ته واهه جي ڪپ تي
سرمڪ ماستر کي ڳچيءَ مان ڪڍي جهليو، ۽ وربل چاقو کولي، ماستر
کي هڪ ـ ٻه پيرا چوٻون ڏنائين. اها ڳالهه پاڻ مون سان ڪيائين،
۽ ان مهل ماستر جي جيڪا حالت ٿي، تنهن جي ڳالهه ڪندي
وٺي ٽهڪ ڏنائين. پوءِ اسڪول مان ڪڍي ڇڏيائونس، ۽ ٿورن
ڏينهن کان پوءِ هو ڳوٺ مان ئي هليو ويو. مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو.
ان جو هڪڙو سبب ته اهو هو جو هو هميشه منهنجي مدد ڪندو
هو. آءٌ سنهڙو سڪل، ٻچڙو ۽ ڪمزور هوندو هوس. ڪي ڇوڪرا
مون کي تنگ ڪندا هئا، ۽ هو هڪ ـ ٻن کي ڏاهي وجهندو هو. پوءِ
ٻڌوسين ته هو ڪلڪتي ۾ پنهنجي ماسي وٽ آهي، ۽ ٽئڪسي پيو
هلائي. هڪ چيني ڇوڪريءَ جي چڪر ۾ وار ڪوڙايو وتيو.
ڪي ڏينهن ساڻس گڏ رهيو، پر نيٺ هن جي مٽي ٽڪ ۽ سُوٽل
منهن مان بيزار ٿي پيو. هڪڙي شڪايت اها به هيس ته چانور
کائڻ وارين ڇوڪرين جلد پيٽ سان ٿيو پون. ڪلڪتي ۾
ٽئڪسيءَ مان بيزار ٿي، هو پنجاب موٽي آيو، ۽ ماٺ مٽيءَ ۾

سمگلر بنجي ويو.

هڪ ڇوڪريءَ جي شڪل گنارپءَ پويان آيري. سون ڇتائي ڏٺو— ڳورو ڳورو رنگ، گول منهن، جنهن مان اهوجهائي ۽ سادگي پئي بکري؛ اکيون نمائيون ۽ جهڪيل؛ تمام سادي، اڇي ساڙهي، جنهن جو پلاند مٿي تي پيشانيءَ تائين پيل هوس. ڪنهن پوڄارڻ وانگر ٿي لڳي، ڄا مندر مان پوڄا پاٺ ڪري موٽي هجي. بدن انهن ڪهاڻن ڪڪرن وانگر هوس، جيڪي ڇيراپنجيءَ جي لاهين تي سدائين نميل هوندا آهن. هن کي ڏسي، منهنجي احساس کي سخت ڇوٽ لڳي— ڄڻ ڪا تيز ڪڏي اوچتو پٽن تسان لهي ويئي هجي. هوءَ سرمڪ جي اڳوڻين سريتن کان بلڪل نرالي هئي. هيءَ ڇوڪري سرمڪ جي ور ڪيئن چڙهي!

هو ڇوڪرين کي پڄائي يا خريد ڪري گهر ۾ وبهارڻ جي فائدي ۾ ڪڏهن به ڪونه هو. عورت ڪي مندس مرضيءَ سان آئيندو هو، ۽ خود پنهنجي مرضيءَ سان ڪيڏي ڇڏيندو هو. هن نه شادي ڪئي، نه شادي ڪرڻ جو ارادو هوس. هو انهيءَ ناتي کي مور ڳو فضول سمجهندو هو. جڏهن به شاديءَ جي ڳالهه ٿيندي هئي ته هو ڇپئي وڃائي، سگريٽ جو ڦلو ڇنڊي، کلي چوندو هو ته ”زال ذات وڏي ڪٺي ٿيندي آئو“. مٿس ڪڏهن به اعتبار نه ڪجي. هٿ ڪئي، چار ڏينهن عيش ڪيا، ۽ ڪيڏي ڇڏي! زال بنايو“ ته بيزار ڪري وجهنديو“، زڪام وانگر، ڪنهن به ڪم جو نه ڇڏيندي. مون کي ته اهڙي عورت وڻندي آهي، جيڪا سريت ٿي سگهي ۽ ڪلم ڪلا موج ڪري. اصل افلاطون هجي! لوهه وانگر گرم هجي، جنهن تي پوڻ سان پاڻيءَ جو ڦڙو ڇونڇاٽ ڪري ٻاڦ بنجي وڃي. ٿڌي گلاس وانگر نه هجي، جنهن تي لڳي، هوا به پاڻي ٿي پوي!“

آءٌ ڪڏهن به ساڻس همخيال ٿي نه سگهيس. هو زندگيءَ کي راڪيٽ جي تيزيءَ سان گذارڻ تي هريل هو. ڪوڙ شور جو شوقين ۽ ڏنوئي هو. مون کي ”درويش“ چئي، مون تان ٽٽرون ڪندو

هو. پر تنهن هوندي به مون سان ڳنڍيو هو: مون کي سڀ ڳالهيون اچي ٻڌائيندو هو. آءٌ گهڻو ڪري چڙ مان چوندو هوسانس ته ”ڏس، سرمڪ! مونکي تنهنجي ڪا به ڳالهه نٿي وڻي. تنهنجو حشر ڏاڍو برو ٿيندو!“ هوکلي جواب ڏيندو هو، ”جاني، جيڪي منهنجي ڳالهين کي پسند ڪندا آهن، اهي منهنجا دوست رهي ڪين سگهندا آهن؛ ۽ انهن کي ته مان خيرات جو پٽ سمجهي، ڪنهن فقير کي ڏيئي ڇڏيندو آهيان. رهي حشر واري ڳالهه، سو يار، جيئن ڇپ ڇاپ ڳوٺ مان نڪري هليو ويس، تيئن زندگيءَ مان به هليو ويندس.“

آءٌ اهڙن موقعن تي کيس ڏسندو ئي رهجي ويندو هوس. آءٌ سچيءَ دل سان گهرندو هوس ته هو انهيءَ رستي تان واپس موٽ کائي، نيڪ زندگي گذارڻ لڳي. آءٌ جڏهن به پنهنجي خلوص کان مجبور ٿي کيس نصيحت ڪرڻ لڳندو هوس، ته هو ڪاوڙجي چوندو هو: ”چاچا سائين، مونکي نصيحت ڪرڻ وارن کان سخت بيچان لڳندي آهي. اهڙن جي ڳچي پٺي ڇڏيندو آهيان.... پر تون ته پنهنجو پڳ مٽ يار آهين!“ ۽ ائين چئي، اٿي هليو ويندو هو.

ڏاڪڻ تان لهندي، جڏهن هن جي نظر مون تي پئي ته کلندو مون ڏانهن آيو ۽ چيائين: ”اڙي ماستر، ڪهڙا حال اٿيئي؟ ڀاڄائي ڪيئن آهي؟.... ۽ ٻچڙو؟ هاڻي ته ڳڀ لهه ٿيندو هوندو!“ ۽ يڪدم لوٽو هٽي، پٺيان ساوتريءَ ڏانهن نهاريائين، جيڪا پرڀرو لڄاري ٿيو بيٺي هئي. چيائينس، ”هليا، پنهنجو جگري دوست اٿيئي!“ هوءَ آهستي وکون کڻندي، اکيون هيٺ ڪري، ويجهي آئي، ۽ ٻئي هٿ ٻڌي، مونکي نمسڪار ڪري، ماٺ ڪري بيهي رهي. ”ويهي رهه بابا، لڄ ڇو ٿي ڪرين!“ هن چيس. هوءَ سوڙهي ٿي، سامهون صوفي تي ويهي رهي. مان حيرانيءَ مان ڪڏهن سرمڪ کي پيو ڏسان ته ڪڏهن ساوتريءَ کي. منهنجو ذهن هن کي سرمڪ سان ڳنڍ مڃي ئي نه پيو— پر سرمڪ کي جڻ منهنجيءَ حيرت جي خبر ئي ڪانه پئي. هن پنهنجيءَ موج ۾ هن جون تعريفون پئي ڪيون. اها سندس پراڻي عادت هئي. هو پنهنجيءَ جنهن به سريت سان مون

ڪي ملائيندو هو، ان جون اهڙي نموني ۽ اهڙن لفظن ۾ تعريفون ڪندو هو جو مونکي شرم پيو ٿيندو هو؛ ۽ هوءَ بيحيا نموني جي، گهڙيءَ جي محبوبہ، اهڙي نموني مرڪندي رهندي هئي، ڄڻ تہ بهاربهار پئي ٿئي. پر سامهون ويٺل ساوتريءَ ڪي ڏسي، مونکي اهي ڏپ لڳو تہ متان سرمڪ پنهنجي خاص انداز ۾ اهو نہ ٻڌائڻ لڳي تہ هن سان سندس ڪهڙو رستو آهي. الائي ڇو، دل ۾ خيال آيم تہ هو هن ڇوڪريءَ جي هوندي مون سان ڪابہ اهڙي ڳالهہ نہ ڪري! هن ڪي هر ڳالهہ پيرائتي ٻڌائڻ جي عادت هئي. هو ڏاڍي مزي سان اهي سموريون بيهوديون حرڪتون ۽ ڳالهيون ٻڌائيندو آهي، جيڪي زالون اڪيلائيءَ ۾ سائس ڪنديون آهن.

انهيءَ ڏينهن الائي ڇا ٿيو، جو هن ساوتريءَ جي باري ۾ اهڙي ڪابہ ڪيريل ڳالهہ نہ ڪئي، ۽ فضيلت سان پئي ڳالهايائين. مون محسوس ڪيو تہ هو پاڻ تي زبردستيءَ قبضو ڪريو ويٺو هو، ۽ ائين ڪندي تڪليف بہ پئي ٿيس. هو سڃاڻپ ڪرائڻ لڳو: "هيءُ منهنجو پڳ مٽ يار شامي آهي. نالو شيام سندر اٿس، پر نڪو آهي شيام ۽ نڪو آهي سهڻو؛ ڏاڍو شريف، ڏڄڻو ۽ زن-مريد مڙس آهي؛ انهيءَ ڪري مونکي هن ڪان نفرت آهي. ڏاڍو وفادار ۽ سچو دوست آهي، انهيءَ ڪري ڪمبخت ڪي پيار بہ ڪرڻو ٿو پوي!.... ۽ هيءَ ساوتري آهي؛ وڌيڪ تون پاڻ سمجهي وڃ!"
ڇوڪريءَ جو نالو ٻڌي، مون ڏانهنس نهاريو. جهڙو هوس نالو، لڳي بہ هوبهو اهڙي ٿي. اوچتو مونکي خيال ٿيو تہ 'سرمڪ مون سان ڇرچو تہ ڪونہ ٿو ڪري! ستي ساوتري،— اها زال، جنهن پنهنجي ست جي زور تي 'يم راج' (عزرائيل) ڪان پنهنجي مڙس ستيہ وان جي زندگي موٽائي ورتي! سرمڪ منهنجي انهيءَ تصور ۽ جذبن جي مٿان ٺوڪ تہ نہ ڪري رهيو آهي، جيڪي مشرقي عورت جي باري ۾ منهنجي دل ۽ دماغ ۾ پاڙون هڻي چڪا آهن!' مون سوالي نگاهہ سان ڏانهنس نهاريو. هن آرام سان سگريٽ پئي پيتو.

هن کان اڳ آءٌ سنڌس جن ٻه سُريتن سان مليو هوس، اهي شراب پيئنديون هيون، جوا کنديون هيون، سگريٽ ڦوڪينديون هيون. انهن کي ڏسي، اهڙن وڏن خطرناڪ پلان جو خيال اچي ويندو هو، جن ۾ کو هڪ دفعي وڃي، جيئرو نه موٽندو آهي.

'ڪشوري' ته پنهنجي مڙس کي قتل ڪري آئي هئي. اهڙي ڀرپور عورت مون اڳ ڪڏهن به نه ڏٺي هئي؛ ڏسڻ سان ٻکر اچي ٿي ويو. منهنجي زال کي جڏهن ٻهريون ٻار ٿيو ته هوءَ ولم لاءِ مائٽن ويئي. هڪ ڏينهن شام جو سرمک مونکي پنهنجي گهر وٺي ويو. رات جو مينهن پوڻ لڳو ته هن مونکي پاڻ وٽ ترسائي ڇڏيو. هو ۽ ڪشوري شراب پيئڻ لڳا. آءٌ طاق تان پڪت هُورن جو قصو ڪٿي، پر واري ڪمري ۾ هليو ويس. پڙهندي پڙهندي، الائي ڪيڏيءَ مهل سمهي پيس. آڌيءَ رات جو مونکي پنهنجي پرسان ڪنهن پٺي جو احساس ٿيو. ڏٺم، اکيون کٽي کوليم ته ڏسان ته سچ پچ منهنجي پر ۾ کو ستو پيو هو. آءٌ ڏپ ڏيئي پريان وڃي بيٺس، ۽ بتي ٻاريم. ڏسان ته ڪشوري، الف اگهاڙي، هنڌ تي پيئي آهي، ۽ مرڪي پيئي! ٻاهر مينهن زور سان پئي پيو، ٿڌ جو قهر هو، پر ان مهل مونکي پگهر نڪري آيو. ٿوريءَ دير کان پوءِ سرمک ڪمري ۾ لنگهي آيو. هو نشي ۾ چُور هو. ڪشوريءَ کي سٽ ڏيئي، هنڌ تان ڇڪي لاهي چيائين: "حرامزادي، هي ته پنگل گوشت ني کونه کائي، سو ڪچي کي ڪيئن هٿ لائيندو!" ۽ پيٺي پير ڪشوريءَ کي گهر مان ڪڍي ڇڏيائين.

"ڇا پيو سوچين! ڪچ ته سهي!" سرمک مونکي چيلهه ۾ ٺونگو هڻي چيو. پوءِ، سامهون ويٺل ساوتريءَ کي چيائين: "هيءُ توکان به وڌيڪ لچارو آهي!" ۽ کلڻ لڳو.

منهنجيءَ سمجهه ۾ نٿي آيو ته ڪهڙي ڳالهه ٻولهه ڪريان. منجهي، چيم: "مينهن ته بند ني ٿئو ٿئي، ڪيتريءَ دير کان هتي ويٺو آهيان!"

"هن کي سدائين پنهنجيءَ زال کان ڊپ هوندو آهي، جڻ

ته ڪا صوبيدار آهي! جيتري دير گهر کان ٻاهر هوندو آهي، اها ٿي غلط فهمي هوندي اٿس تہ جوٺهم ڇانٽڻ ۾ اکيون وجهيو ويٺي هوندي. ڪڏهن تہ پنهنجي دماغ مان اهي ڳالهيون ڪڍي، پوءِ گهر کان ٻاهر نڪرندو ڪر!" آخري جملو هن مون ڏانهن نهاري چيو.

"توهين ڀانيو ٿا تہ گهر واري پنهنجي مڙس جي وات ڪانءِ نهاريندي هوندي! توهان کي زال ذات جي دل جي ڪهڙي خبر!"

آءٌ ساوتريءَ جي واتان اهي اکر ٻڌي حيران ٿي ويس، ۽ سرمڪ ڏانهن نهاريم. اڄ ڏينهن تائين ڪنهن بہ زال جي واتان ڪيس "توهان" سڏيندي ڪونہ ٻڌو هوم. سڀ ڪا "تون" ۽ "تو کي" ڪري سڏيندي هيس.

"هي هتي ويٺو سوچ ڪري، ۽ جوڙس...." ساوتريءَ يڪدم سرمڪ کي چيو. "عورت جو ڌيان هر وقت پنهنجي مڙس ڏانهن رهندو آهي. مرد عورت جي دل کي سمجهي نہ سگهندو آهي."

مون محسوس ڪيو تہ اهي ڳالهيون سرمڪ کي ٻنهي ڪن ٿيون وڻن. حيرت هيم تہ سرمڪ، ڪيئن اهي ڳالهيون پيو سهي! "توهان"، "گهر"، "مڙس" — اهي اکر سرمڪ جي ماحول ۽ زندگيءَ جا ٿي ڪين هئا.

"توهين تہ آڌيءَ رات جو گهر ايندا آهيو.... اها تہ مون کي خبر آهي تہ ان وقت منهنجيءَ دل تي ڇا وهندو آهي!" ساوتري بلڪل ڪنهن اهڙيءَ زال وانگر شڪايت ڪري رهي هئي، جنهن کي مڙس ليکيندو نہ هجي. "سندن عادت آهي تہ جنهن کي ڏسندا، جهلي ويهاري ڇڏيندا!" ڳالهائيندي، سندس مٿي تان پلاند ڪسڪي ويو. هن يڪدم اهو ڪٽي وري مٿي تي رکيو، ۽ چوڻ لڳي: "ادي ناراض ٿيندي هوندي، توهان ٻلي گهر وڃو. هي تہ سڄو ڏينهن توهان کي ويهاري ڇڏيندا."

ساوتريءَ جي ڳالهين مان سمجهيم تہ هيءَ گهڻي وقت کان سرمڪ مان رهي ٿي.

"ڇگو يار، ڪڏهن گهر اچ." سرمڪ اٿندي چيو.

”اديءَ کي بس پاڻ سان وٺي اچو!“ ساوتريءَ ڏاڍي معصوميت سان چيو.

سرمک مون ڏانهن نهاري، پوءِ رول ڦيرائڻ لڳو. آءٌ سندس اکين جي ٻولي سمجهي ويس. سرمک وٽ ”ڪملا“ کي وٺي وڃڻ جو ته سوال ئي پيدا نٿي ٿيو. هو به ڪڏهن منهنجي گهر نه آيو هو. اسان ٻنهي ۾ چپ چاپ هڪڙي ڳالهه طي ٿي هئي. ڪيس جڏهن به مون سان ملڻو هوندو هو ته ڪنڊ تي پان واري ڇوڪري کي موڪليندو هو: آءٌ ساڻس اتي ئي اچي ملندو هوس. هو ڪملا جو نالو گهڻي ادب سان وٺندو هو. رستي ۾ جيڪڏهن اسان کي ڪا ڏسندو هو ته لهرائي ويندو هو. ڪملا کي ته هن جي شڪل کان نفرت هئي. هوءَ ته مونکي به ساڻس ملڻ کان منع ڪندي هئي. جنهن ڏينهن ڪيس شڪ پوندو هو ته آءٌ سرمک سان ملڻ ويو آهيان، تنهن ڏينهن هوءَ رُسي پوندي هئي ۽ ڪاڏو پيتو بند ڪري ڇڏيندي هئي. پوءِ ائين ڪيئن ٿيي ٿي، سگهيو ته آءٌ ڪملا کي سرمک جي گهر وٺي وڃي سندس سريت سان ملايان! ان ڪان ته شايد هوءَ موت قبول ڪري ها.

ڳالهه کي ٽارڻ لاءِ مون ساوتريءَ سان ڪٿي ڪوڙو وعدو ڪيو. ڊنس پئي ته متان سرمک منهنجو پول پڌرو ڪري وجهي. ڪملا ساوتريءَ سان ملي ڪانه سگهندي، سا ڳالهه پڌي ويچاري ساوتريءَ کي ڏاڍو ڏک ٿئي ها. ساوتريءَ سان ڪوڙي وعدي ڪرڻ ڪري منهنجي روح کي ڪڏهن به آرام ڪونه آيو. سدائين اهوئي ڏک رهندو هوم.

* * *

هڪ ڏينهن شام جو سرمک مونکي بازار ۾ مليو. مونکي ٻڌايائين ته ”ساوتري تنهنجي وعدي موجب نه اچڻ تي ڏاڍي ڪاوڙيل آهي. هوءَ تنهنجيءَ زال سان ملڻ لاءِ ڏاڍي بيتاب آهي.“

”ڇا ڪجي؟“ مون شرمسار ٿي، ڪنڌ هيٺ ڪندي چيو.

”پر ساوتريءَ کي ڪير سمجهائي؟ هوءَ ته عجيب عورت

آهي. خبر به اٿس ته منهنجا اعمال ڪهڙا آهن، اُهي ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهيان، ۽ منهنجي گهر ۾ ڪهڙي قسم جا ماڻهو ٿا اچن، تڏهن به هوءَ ضد ڪريو ويٺي آهي. ويهن- ٻاويهن سالن جي آهي، تڏهن به ٻاراڻا ضد اٿس. ڪجهه چوانس ٿو تــه اچيو روئڻ ۾ چٽڪي. ٿوڪان سواءِ ٻئي ڪنهن بـه دوست سان ملڻ نٿي ڏئيم. 'مدي' ۽ 'اڄاڪر' ته ڏٺا نٿا وڻنس. پيسان، عجيب مصيبت آهي!"

اُهي سرمڪ سان هلندو هليس، ۽ ساوتريءَ بابت سوچيندو هليس. اوچتو مونکي خيال آيو ۽ پڇيم تــه "ساوتريءَ سان شادي ڪئي اٿيئي؟"

سرمڪ اهو ٻڌي، آتي ٿي، ڦٽپٽ تي ديهي، وڏا وڏا ٽهڪ ڏيڻ لڳو. هلندڙ ماڻهو اسان ڏانهن نهارڻ لڳا.

پوءِ هو مونکي ٻانهن کان جهلي چوڻ لڳو، "يار، تو سرمڪ کي بيوقوف سمجهيو آهي؟ مونکي زال ۽ آئيس ڪريم بلڪل پسند نه آهن— پيئي هٽ لائڻ سان وڪهريو پون. هوءَ مون سان گڏ رهي ٿي، بس." پوءِ هو يڪدم چپ ٿي ويو: "پر ڪشوري ته ڇمپا ۽ خورشيد کان نرالي آهي. خير، تــون هلي سمجهائينس تــه ٻاڃائي ساڻس نه ملي سگهندي."

"اُهي! اُهي پلا ڇا چوندس؟ نه، مان...." انهيءَ خيال ايندي نــي اُهي گهبرائڻ لڳس. 'اُهي هڙيءَ معصوم ۽ساديءَ ڇوڪريءَ کي پلا ڪهڙي نموني سمجهائيندس؟'

"ته پوءِ اُهي ڇا ڪريان؟ مونکي ڪاوڙ اچي ويٺي ته پوءِ" هو تيز ٿي ويو. پل کان پوءِ آداس ٿي ويو. سامهون پٽ ۾ لڳل پوسٽرن کي ڏسڻ لڳو. مونکي ان مهل هن تي ڏاڍو قياس آيو، ۽ سوچيم ته ڪجهه به ٿي پوي، هڪ ڀيرو ڪملا کي هن جي گهر ضرور ولي وڃان. پــر اهو خيال هڪ گهڙيءَ کان وڌيڪ جيترو رهي نــه سگهيو. جڏهن جـي تيزي گهٽ ٿي، ۽ اهو خيال پنهنجو پاڻيهي مري ويو.

"ڇا پيو سوچين؟" سرمڪ پڇيو.

”مون کان اهو ڪم ٿي ڪونه سگهندو.“

”ته هلي ڪو بهانو ٺاهي — نه ته هوءَ ڳولي ڳولي تنهنجي گهر اچي پهچندي!“

هو مون کي پاڻ سان گڏ وٺي ويو. سرمڪ جي عجيب عادت هئي. سندس گهر جو دروازو هميشه کليل رهندو هو. هو پنهنجن دوستن کي وٺي بيڌڙڪ اندر هليو ويندو هو. ان ڏينهن به ائين ڪيائين. منهنجو هٿ وٺي، پنهنجيءَ موج ۾ سڌو اندر ڇڪي ويو. اڱڻ ۾ ساوتريءَ وينجي پاڇي سوئي. منهنجي لاءِ اهو نظارو بلڪل عجيب هو. ان وقت سٿڻ-قميص پهريل هيس، ۽ عام گهريلو زال جيان تڪڙ ۾ وسري ويس ته رئو ڪٿي پيو آهي. اوچتو اسان کي ڏسي، مٿيون منجهي ويس ۽ اسان ڏانهن پٺ ڪري بيهي رهي.

”هاءِ رام! آواز ته ڏيئي اندر ڪريو. گهر ۾ انسان ڪڏهن ڪيئن ڪڏهن ڪيئن ويٺو آهي. ڀلا رئو ته ڪٿي ڏيوم، اندر پلنگ تي پيو آهي.“

سرمڪ وڏو ٽهڪ ڏيئي چوڻ لڳو: ”هن کي هميشه انهن ڳالهين جو فڪر رهندو آهي!“

هوءَ ٻئي هٿ ڇاتيءَ تي رکي، جلدي اندر هلي وئي. جڏهن موٽي، ته مٿي کان وٺي سيني تائين رئي ۾ ويڙهيل هئي. ٻه ڪرسيون کڻي آئي. جڏهن اسين ويٺاسين، تڏهن هن آهستي چيو: ”چانهه ٺاهيان؟“

”آءٌ ته هن وقت ٻاهر پيئندس!“ سرمڪ کلي چيو، ”هن لاءِ ٺاهه.“

هوءَ پاڇي ٿالهيءَ ۾ وجهي، رنڌڻي ۾ هلي وئي. آءٌ اوسي پاسي جو جائزو وٺڻ لڳس. سڀڪجهه بدليل ٿي لڳو: فرش ڏوتل، ڪنڊون پاسا صاف هئا. جتي اڳي شيشي جا گلاس ۽ ڀڳل بوتلون، بيضن جون کلون ۽ ڇيڙانيل هڏيون پيل هونديون هيون، هاڻ اها جاءِ ڪنهن مندر جيان پاڪ ۽ صاف ٿي نظر آئي. ڀتين تي راڳو

ڪيل هو، جنهن پراڻا ٽُڪن جا نشان ڍڪي ڇڏيا هئا. وچ ۾
تلسيءَ جو ٻوٽو ڪونڊيءَ ۾ رکيل هو. هڪ پاسي ڇهرڪين لاءِ
مٽُ ۾ پاڻي رکيل هو. سرمک منهنجي اهـا حالت تاڙي ورتي، ۽
کلي چيائين: ”جڏهن کان وني آئي آهي، تـڏهن کان سڄي گهر
جو نقشو ئي بدلجي ويو آهي. اچ ته اندريون ڪمرو ڏيکاريانءِ!“
مون کي اندر وڃڻ سان ائين لڳو، ڄڻ آءٌ بهشت جي ڪنهن ٽڪر
۾ آيـو آهيان. ڀتين تي ديوتائن ۽ ديـوين جـون تصويرون ٽنگيل
هيون. هڪ ڪپٽ ۾ ننڍڙو مندر ٺهيو پيو هـو. لڪشمي ـ نارائڻ
جي اڳيان اگربتي پئي ٻـري. گل رکيل هئا، ۽ هڪڙي آرتـيءَ
جي گهنٽي رکيل هئي. ڪانس تي گهڙيال رکيو هو. ان جي مٿان،
ڀت تي، جتي اڳي هڪ اگهاڙيءَ عورت جـو فوٽو ٽنگيل رهندو
هو، اتي هينئر سرمک جي تصوير ٽنگيل هئي، جنهن تي گان جـو
سهرو پيل هو. مون غور سان ان تصوير کي ڏٺـو. سرمک منهنجي
ڪلهي تي هٿ رکي کلڻ لڳو ۽ چيائين:

”ستن ـ اٺن مهينن ۾ ساوتريءَ پنهنجو سڪو ڄمائي ڇڏيو
آهي. يار، هي زالون وڏيون چالاڪ ٿيون ٿين. اهڙيءَ طرح آهستي
آهستي پنهنجو قبضو ڄمائي وينديون آهـن ۽ حڪومت ڪنديـون
آهن، جو ماڻهوءَ کي پتو ئي ڪونه پوندو آهي ته هو ڪنهن پئي
جي اشاري تي پيو هلي! عورت سڀڪجهه سمجهندي آهي، ۽ سمجهي
سوچي ائين ڪندي آهي. پر اهو سڀڪجهه هوءَ اهڙيءَ خاموشيءَ
سان ڪندي آهي جو ماڻهو جيسين پاڻ سنڀالي ئي سنڀالي، تيسين
ڪم لهي وڃي. تون ڪيئن ٿو ڀانئين؟“

خدا کي خبر، ان مهل چرچو پئي ڪيائين يا سچ ٿي چيائين.
سهانڊي مان ته ائين ئي لڳو، ڄڻ چرچو ڪونه ٿي ڪيائين. هن
جنهن ڳالهه کي عورت جي چالاڪي ٿي سڏيو، آءٌ ان کي قرباني،
خلوص، پيار ۽ بي پناهه خدمت جي خوبي سمجهان ٿـو. هوءَ، زمين
جيان، ٿورو وٺي، گهڻو ڏيندي آهي.

ساوتري چانهه کڻي آئي. سرمک ڪوٽ مان ننڍي بـوتل

ڪيڏي ۽ ڪاڏي ٻوچ تي رکي، ساوتريءَ ڏانهن نهارڻ لڳو. هُن ڪنڌ هيٺ ڪري، ڪوپ ۾ چانهه پئي وڌي. مون لاءِ چانهه ڀاهي، هن سرمک ڏانهن نهاريو، ۽ آهستي چيائين: ”هن ڪري ۾ نه!“

سرمک تي انهي ڳالهه جي اثر کي جاچڻ لاءِ مون ڏانهنس نهاريو. مون ڀانيو ته هو ساوتريءَ کي تڙي ڏيندو؛ ڇو ته هو پنهنجن ڪمن ۾ ٻين جي دستاندازي هرگز ڪونه سهندو هو. پر هو مرڪڻ لڳو، ۽ مون کي چيائين: ”هليا يار، هل ته هلي اڳڻ ۾ ويهون.“

اسين اڳڻ ۾ وڃي ويٺاسين. ساوتري سرمک لاءِ گلاس ۽ پاڻي ڏيئي، پاڻ وڃي رنڌڻي ۾ ويٺي. آءٌ چانهه پيئندو رهيس، ۽ ساوتريءَ جي باري ۾ سوچيندو رهيس. رنڌڻي مان آسڻور جو آواز پئي آيو. انهيءَ شُون-شُون جي آواز سان گڏ، ڪنهن مهل چوڙين جي ڇڻ-ڇڻ جو آواز به پئي آيو.

اوچتو سرمک هڪ عجيب سوال پڇيو: ”ساوتري ڪيئن آهي؟“ مون حقيقت ۾ انهيءَ ڳالهه تي سنجيدگي سان سوچيو ئي ڪونه هو. جڏهن بہ هن کي ڏسندو هوس ته ڀانئيندو هوس ته منهنجيون اکيون فريب ٿيون کائين. ائين لڳندو هوم، ڄڻ پئي ڇٽا ڪنهن ڊرامي جي ريهرسل ڪري رهيا هجن. مون سرمک ڏانهن نهاريو. هن شيشو ميز تي رکندي چيو: ”اڇهو آءٌ ئو ٻڌايان.... پر يار، منهنجي سمجهه ۾ ته ڪجهه به نٿو اچي! اڄ تائين آءٌ رڳو عورت جي بدن سان ملندو رهيو آهيان؛ پر ساوتريءَ ۾ ڪجهه ٻيو به آهي.... منهنجو مطلب آهي ته جسماني خيال ڪان هوءَ ڪنهن کان به گهٽ ناهي، پر ساڻس گڏ رهي مون کي ڪا شيءِ عجيب ٿي لڳي: ڄڻ اسپتال ۾ منهنجو علاج پيو ٿئي! يعني، منهنجو مطلب آهي .... بس اهو ئي سمجهه ۾ نٿو اچيم ته ڇا آهي! ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته انهيءَ ڳالهه تي مون کي ڪاوڙ اچي ويندي آهي. منهنجو خيال آهي، ساوتري اڃا ٻار آهي. ڪچي ۽ ناتجربيڪار آهي، آهستي آهستي—“ اوچتو هو چپ ٿي ويو، ۽ غور سان مون ڏانهن

نھاري چيائين: ”توکي ڀاڄائيءَ کان ڊپ ٿيندو آھي نه؟ منھنجو خيال آھي، اھو ڊپ ناھي، پر ڊپ جھڙي ڪا ٻي شي آھي.... مون کي جڏھن به رات جو دير ٿي ويندي آھي ته يڪدم ساوتريءَ جو خيال ٿيندو اٿم، ۽ آءٌ پاڻ کي چوندو آھيان: ’سرمک، توکي ڇا ٿي ويو آھي؟ ائين ته نيپو ٿي اوندو ٿي پوندوءَ!‘ ۽ مون کي ائين محسوس ٿيندو آھي، ڄڻ ڪنھن منھنجي نڪ ۾ ناڪيلي وجھي ڇڏي آھي!“ ھو وري چپ ٿي ويو، ۽ تلسيءَ جي ڀوني کي ڏسڻ لڳو. وري چوڻ لڳو: ”سمجھه ۾ نٿو اچي ته ان جو نتيجو ڇا ٿيندو.... سچ پچ، ڪڏھن ته آءٌ ڊڄي ويندو آھيان!“

”ڊپ ڇا جو؟“ مون حيرانيءَ مان سوال ڪيو.

”اھو ئي ته مون کي سمجھه ۾ نٿو اچي! نه ته اتي جو اتي فيصلو ڪري نه ڇڏيان— ھيڏانھن يا ھوڏانھن!“

ساوتري رنڌڻي مان نڪتي. ان کي ڏسي، سرمک چپ ٿي ويو. ساوتريءَ جي سڄي ڳل تي اسٽوو جي ڪاراڻ لڳل ھئي. وارن جي چڳ، ڪانٽي مان نڪري، سندس وارن تي چمي پئي ڏني. ٻاھر تي ويھڻ ڪري سندس منھن سون جيان پئي دمڪيو، ۽ ھوءَ اھا به وڌيڪ سھڻي پئي لڳي. ويجھو اچي چيائين: ”ھينئر گوبي ۽ پٽاٽا ٿي رڌيان. توھان لاءِ وري بيضن جو قيمو ٿي ٺاھيو وٺان.“

”جيڪو دل ۾ اچيئي سو ٺاھي. منھنجو کھڙو ڪانو، الائي ڪٿي ڪاٺ ويھي رھان.“ سرمک جي لھجي ۾ ٿوري ٿوري بيزاريءَ جي ملاوت ھئي.

”تڏھن اھي ڪترا ڳپ پنھنجي لاءِ پيئي ڪريان ڇا؟“ ھن ناراض ٿي چيو. ”آءٌ وھي بيضا وٺي آئيس ته....“ يڪدم منھن لھي ويس، ۽ آواز ڀرجي آيس.

”ساني روز روز گھر ڪاٺ فرض آھي ڇا؟“ سرمک بيدليءَ سان جواب ڏنو.

”ته پوءِ گھر ڇا لاءِ آھي؟ منھنجي ھتي کھڙي ضرورت

آهي؟"

"آءٌ توکي ماني پچائڻ لاءِ ڏورو ٿي وٺي آيو آهيان."

"پر زالن کي ته اهي ڪم وڻندا آهن."

"توبهه! تون واعظ نه ڪندي ڪر."

"نه پوءِ مون کي گهٽو ڏيئي ماري ڇڏيو...." ساوتريءَ جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا، ۽ چپ چاپ اندر وڃي هنڌ تي اونڌي ٿي ڪري پيئي.

سرمک ٻه ـ ٽي دفعا ڪرسيءَ ۾ پاسا ورايا، ڄڻ ڪا شيءِ چڀي رهي هيس. هيڏانهن هوڏانهن ڏٺائين، پوءِ اندر بستري ۾ پيل ساوتريءَ کي ڏسڻ لڳو. سندس منهن مان ائين ٿي لڳو، ڄڻ سندس اندر ۾ ڪو طوفان آهي، جنهن کي وڏيءَ ڪوشش سان پئي روڪيائين. ۽ پوءِ يڪدم مون ڏانهن نهاري چيائين: "آءٌ ته تنگ ٿي پيو آهيان!"

آءٌ ڪنهن انديشي ڪان ڏکي ويس. مون کي ساوتريءَ لاءِ اينڌڙ وقت بلڪل اونداهو ڏسڻ ۾ اچڻ لڳو. مون کي خبر هئي ته اهڙيءَ حالت ۾ سرمک کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪرڻ معنيٰ، اڃا به هن کي ضد تي چاڙهڻ. آءٌ چپ چاپ ڪوپ ۾ تڙ ڳنڍڙ مک کي ڏسڻ لڳس.

سرمک وري چيو: "هاڻ هيءَ بک هڙتال ڪندي: آءٌ گهر ۾ ماني نه ڪائيندس تہ هيءَ به نه کائيندي. ڀلا اهـا بـه ڪا ضد جي ڳالهه آهي! آءٌ ڪنهن جو نوڪر ته ناهيان: رات جو دير سان نه اچان، فلاڻي سان نه ملان، فلاڻي کي گهر نه وٺي اچان، فلاڻو ڪم نه ڪريان، رات جو دروازو بند رهندو.... هي ڪهڙو ويل آهي! هيءَ عورت ته ڪجهه سمجهي ٿي نٿي. مون به هزارين زالون ڏٺيون آهن، پر هيءَ ته سڀني کان اور آهي. الائي پنهنجو پاڻ کي ڇا ٿي سمجهي! آءٌ ڊپ پيو ڏيانس جو مٿس رحم ٿو اچيم، نه ته ...."

هن وري ساوتريءَ ڏانهن نهاريو، جنهن جو بدن هري هري ڇڙي رهيو هو، ڄڻ سڏڪا پئي ڀريائين. هو وري چوڻ لڳو: "هن کي

چلهہ کان واندڪائي ڪانهي. سون ڇا ايتري لاءِ هن کي ويهاريو آهي؟.... جيئن وڻندم، تيئن ڪندس. جيڪو ڪيس وڻي، سو پاڻ ڪري. سون روڪيو ٿورو ئي اٿمانس." آخري جملو هن وڏي واڪي چيو، تہ پل ساوتري پڌي. سرمک جي انهيءَ جوش، سرمک کان وڌيک، سون کي ساوتريءَ کي سجاڻڻ جو موقعو ڏنو، آءٌ ايترو تہ يڪدم سمجهي ويس تہ هوءَ پاڻ کي سرمک جي سريت نہ، پر زال ٿي سمجهي. سون کي هن سان همدردي ٿيڻ لڳي. ڪانءُ اهو نہ سوچيندو آهي تہ ڪوئل جي آنن ۾ ٻچا ٿيندا آهن. هو رڳو اهو سوچيندو آهي تہ انهن جو ذائقو لذيذ آهي.

ساوتري اندران لڙڪ اگهندي آئي. سندس اکين جو ڪجل وهي ڳلن تائين آيو هو، ۽ چپن تي ڳوڙهن جون ليڪون بنجي ويون هيون. چانهہ جو خالي ڪوپ کڻندي چيائين: "پاڻ بازار سان ساني ڪانهي اڄ.... بازاري ساني ڪا ڪانءُ جوڙي آهي! انهن کي تہ ڪِين پئسا! ڪاڏو بہ پيار سان ڪانجي ۽ ڪارائجي، تڏهن بدن کي لڳندو.... اڄا ٻيون ڏينهن سڄي رات پيٽ جي سور کان پٽي ٿڪيو. آڌيءَ رات جو ڊاڪٽر آيو آهي! بازاري مرچ ۽ مصالحن جون شيون تہ پيٽ جو خانو خراب ڪري ڇڏين. توهان ٿي سمجهايوس، منهنجي تہ پڌي ئي ڪونہ ٿو."

سون کي ڊپ ٿيو تہ متان ڪاوڙ ۾ سرمک هن کي گهٽ وڌ نہ ڳالهائي. پر هو چپ ڪري ويٺو رهيو. سون ساوتريءَ ڏانهن نهاريو. هن کي ڪيئن سمجهايان تہ هي انهن مردن سان ناهي، جيڪي پنهنجو گهر وسائيندا آهن. هن کيس گهر وسائڻ لاءِ ڪونہ آندو هو. هن کي تہ رڳو عورت کپي؛ هن کي عورت جي بدن ۽ دل سان تہ واسطو ئي ڪونہ هو. پر اهي ڳالهيون ساوتريءَ کي سمجهائڻ ڏکيون هيون.

سرمک گهٽڻ وجهي ساوتريءَ ڏانهن نهاريو، ۽ چيائين:

"تون پنهنجي ڪم جي نٿي ڪرين؟"

"توهان جيڪڏهن زال هجو ها تہ سمجهو ها." ساوتري

منهن پٺي پاسي ڪري، ڪوپ کڻي آهستي آهستي رنڌڻي ڏانهن وڌي.

سرمک مون ڏانهن نهاريو ۽ ميز تان شيشو کڻي، هٿن ۾ اٿلائڻ پٿلائڻ لڳو. هن پرين آواز ۾ چيو: "منهنجي ته ڪجهه به سمجهه ۾ نٿو اچي!"

ان ۾ سمجهه جو نه، پر سندن فطرت جو ڦير هو. مون پٺ تي پکڙيل ست گلي جي ول ڏانهن نهاريو، جنهن جي وڏن وڏن پنن سڄيءَ پٺ کي پنهنجي پٺيان لڪائي ڇڏيو هو.

"هن جي اها مرضي آهي تہ آءٌ گهر مان نہ نڪران. جيڪڏهن وڃان، جلدي وران. منهنجو ڪم ڪار—"

ادا، اها ڪهڙي نہ خراب ڳالهہ آهي؟" ساوتريءَ رنڌڻي مان منهن ٻاهر ڪڍي جواب ڏنو. "رات جو اڪيلائيءَ ۾ مونکي ڊپ ٿو لڳي. پاڻ ٿو چئي تہ دروازو بہ کولي ڇڏيندي وڃ! ڀلا گهر ۾ ائين ڏيندو آهي؟ مڙس ٻاهر هجي، تہ گهر واريءَ کي ڪيئن ننڊ ايندي؟ ڪا ڏينهن هوندي جا آرام ڪندي. منهنجا تہ ڪن دروازي تي لڳل هوندا آهن. پل پل ۾ آئي، جهاتي پائي ڏسندي آهيان. جڏهن ايندو آهي، تڏهن وڃي دل کي آرام ملندو اٿم. ڀلا توهان ئي ٻڌايو، ڀاڄائي توهان جو انتظار نہ ڪندي آهي؟" وري هن کي چڻ تہ ڪجهہ ياد اچي ويو: چيائين، "توهان ڀاڄائيءَ کي نہ وٺي آيا! تنهن ڏينهن جو چئي ويا تہ وٺي ايندس؟ جي هوءَ نہ اچي تہ آءٌ هلان؟"

"هوءَ توسان ڪانہ ملندي!" سرمک يڪدم چئي ڏنو.

"ڇو؟" ساوتريءَ عجيب اکين سان نهاريندي چيو. "مون ۾ ڪهڙو عيب آهي؟" اتي چڻ هن کي ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي، ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري چيائين: "برابر، آءٌ بہ ڪا چري آهيان. ادا، منهنجي ڳالهہ دل ۾ نہ ڪجو! مون کي دل تان ڳالهہ لهيو وڃي، ۽ الاجي ڇا جو ڇا چيو وڃان." هن منهن کڻي اندر ڪيو. پل ڪن چوڙين جو ڇڻاٽ ٿيو، ۽ پوءِ اسٽوو جي آواز ۾ سڀ آواز دٻجي ويا.

سرمک ٿلهين اکين سان مون ڏانهن نهاريو، ۽ سٽ ڏيئي، شيشي جو ڍڪ لاهي، گلاس ۾ شراب اوتيندي چيائين: ”هاڻ تون وڃ.“

مون کي هن جي ڳالهه بلڪل ڏکي نه لڳي. آءٌ پاڻ محسوس ڪندو آهيان ته شرابيءَ سان ڳڻ ويهي ڇانهه پيئڻ ائين آهي، جڻ ٻاهر وڃڻ مهل ڪنهن رنڊيءَ کي چنجي ته برقعو پائي وڃ. اها ڳالهه هوند ڪهڙي نه مسخريءَ جهڙي لڳي! آءٌ اٿان آئي، هليو آيس.



ٿورن ڏينهن کان پوءِ هڪ ڏينهن صبح جو، ساوتري مون کي اوچتو اسپتال ۾ ملي. ڏاڍي منجهيل ۽ گهبرايل هئي. پنهنجو هوش ڪونه هوس. وارن کي ڦٽي به ڪانه ڏنل هيس. منهن لٿل، اکيون اجهاٽل، جڻ ڪيترين راتين جو اوجاڳو هوس. ڪپڙا ميرا ۽ گهنجيل، پيرن ۾ براٽو چمپل، هٿ ۾ دوا لاءِ خالي شيشي هيس. بينچ تي ويٺي پنهنجي واري جو انتظار ڪيائين. مون کي ڏسي، رئي جو پلاند مٿي تي ٺاهي، نمسڪار ڪيائين. مون سمجهيو ته شايد بيمار آهي، تنهنڪري پڇيومانس: ”ٻاڇاڻي خير ته آهي، هتي ويٺي آهين؟“

”پاڻ نن-چئن ڏينهن کان خوش ناهن. ڊاڪٽر گهر ڏسڻ آيو هو. چيائين،....“ هن هيڏانهن هوڏانهن نهاريو، جڻ ته ڪو وڏو راز ٿي فاش ڪيائين. پوءِ سس پس ڪري چيائين: ”ڊاڪٽر چيو ته شراب گهڻي پيئڻ ڪري جگر خراب ٿي پيو اٿس! آءٌ جهليانس ٿي ته مون سان وڙهيو پوي. ڪالهه چوڻ لڳو ته منهنجي گهر مان نڪري وڃ!....، ٻلا، اهڙي حال ۾ ڪيئن ڇڏي وڃانس؟“ سندس آواز لڙڪن ۾ ٻڏجي ويو.

”ڇاڪ ٿي ويندو. ايڏي ڳڻتيءَ جو ضرور ڪونهي، آءٌ اچي سمجهائيندوسانس.“ مون کيس دلاسو ڏيندي چيو. سچ پچ ته مون کي مٿس قياس پئي آيو.

”توهان هتي ڪيئن آيا؟“ هن پڇيو.
”نئڙي کي ڪنگهہ ٿي پيئي آهي.“
”ڪهڙي؟ سڪي يا بلغمي؟“
”سڪي.“
”ڪيڏو آهي؟“
”سال ـ ڏيڍ جو ٿيندو.“
”پوءِ ڀاڄائيءَ کي چئجو تہ نئڙي کي بادام جي تيل ۾ ليسوڙن جو ڇانو ڳاهي ڇٽائي ۽ پاڻ ڪاريءَ ڪٽيءَ شي کان پاسو ڪري.“ هن اهڙي نموني پئي ڳالهہ ڪئي، ڄڻ ڪا ڇهن ـ پنجن ٻارن جي ماءُ هجي.
اندران ايندڙ بيمار، ٻارهين نمبر واري کي اندر وڃڻ لاءِ چيو. هوءَ جلد ساڙهيءَ جو پلاند ڳاهي، اندر هلي وئي.

* * *

ان ڏينهن شام جو آءٌ سرمڪ کي پڇڻ ويس. سندس حالت اهڙي انديشي جهڙي ڪانہ هئي، پر ڪجهہ بہتر ٿي ويو هو. ان مهل هــن بستري ۾ ليٽي، جاسوسي نــاول پئي پڙهيو. ساوتريءَ پيرانديءَ کان ويٺي ڪيس پيرن تي زور ڏنا. هوءَ مٿي تي رئو ڳاهي اٿي، ۽ اندر هلي وئي.
”ڇا ٿيو انيشي؟“ سون کلندي پڇيومانس.
”هاڻي شراب مون کي پيڻ لڳو آهي.“ هن مشڪي چيو، ۽ ڀت تي ٽنگيل گروناڪ جــي تصوير کي ڏسڻ لڳو. ”چڱو ٿيو جو تون آئين، مون کي ساوتريءَ جي باري ۾ توکي ڪجهہ ٻڌائڻو آهي. ٿورو اورتي اچ.“
آءٌ ڪرسي ريڙهي ويجهو ٿيس. هن ڪتاب وهاڻي هيٺان رکي، پئي ڪمري جي دروازي ڏانهن نهاريو.
”اهو تہ تو بہ سوچيو هوندو تہ ساوتريءَ جهڙي نيڪ ۽ شريف، ڀــالي ڀولي ڇوڪري مــون وٽ ڪيئن پهتي. منهنجا ٻيا دوست بہ حيران آهن.... ڪڏهن ڪڏهن تہ آءٌ پاڻ بہ حيران ٿي

ويندو آهيان ته هيترو وقت آءٌ هن سان ڪيئن رهيو آهيان!" سرمڪ وري در ڏانهن نهاريندي چيو: "ساوتري ڏاڍي اڀوجهه آهي. ڪڏهن ته سوچيندو آهيان ته هن کي ڪنهن شريف ماڻهوءَ جي زال ٿيڻ گهربو هو. هوءَ منهنجي لائق نه آهي. هوءَ سريت ٿي نٿي سگهي. هوءَ ان جي گهر کي جنت بڻائي ڇڏي ها، ٻگوان اهڙيون ڇوڪريون گهٽ پيدا ڪندو آهي." هن مون ڏانهن نهاريو: "توکي خبر آهي ته آءٌ گهر ۾ سريت ويهاريندو آهيان، زال نه. ساوتريءَ سان منهنجي شادي ٿيل ڪانهي؛ پر هوءَ مون کي پنهنجو مڙس ٿي سمجهي. مون کي انهيءَ ڳالهه تي سخت خار آهن. هوءَ منهنجي ايتري ته خدمت ڪندي آهي جو مون کي بيچان ايندي آهي.... عجب نه ڪاءٌ! آءٌ هن ۾ سريتپڻو ڳوليان ٿو، جنهن ۾ اهسا ڪڙاڻ، اها تِکَ هجي، جيڪا ڳاڙهي ديسي شراب ۾ ٿيندي آهي؛ پر هو گنگا جي پاڪ پاڻيءَ ۾ وهنتل زال ڪٿيو ڏنيم.... منجهس ايتري ته مٺاڻ آهي جو مون کي اُبڙڪا اچيو وڃن. آءٌ انهن ڳالهين جو هيراڪ ناهيان. ڪڏهن نسه مون کي پنهنجو پساڻ کان نفرت ٿيندي آهي.... آءٌ سوچيان ٿو ته سيڪجهه ڇڏي، ڪيڏانهن منهن ڪٿي ڪريان. هڪ دفعي ائين ڪيم بس. توکي ته خبر آهي ته آءٌ ڪوڙ نسه ڪندو آهيان. نڪيٽ ولي، بمبئيءَ واري گساڏيءَ ۾ چڙهي ويٺس. پسر اڳينءَ اسٽيشن تي لهي، موٽي آيس. گاڏيءَ ۾ ويهندي، پانيم ته ڪو ڪراهت جهڙو گناهه ڪيو اٿم — جڻ پيرن ۾ ٻيڙيون اٿم، جن کي ڪو پاڻ ڏانهن پيو ڇڪي.... ۽ آءٌ موٽي آيس. ساوتري سڄي رات جاڳي پئي. شايد رني به هئي، ڇو ته اکيون سڄيل هيس. گهر ۾ گهڙڻ سان ئي مون کي ڪاوڙ اچي ويئي. الائي ڇو؟ الائي ڪنهن تي؟ دل ٿي چيو تسه ڪنهن کي خون ڪري ڇسڏيان.... جيڪڏهن ان مهل ساوتري ڪنهن ٻئي جي هنج ۾ موج پئي ڪري ها ته منهنجي روح کي سڪون ملي ها، منهنجيءَ دل تان بار لهي وڃي هسا، ۽ آءٌ چپ چاپ موٽي وڃان هسا. هن تسه رنو پئي! مون ساڻس اکر به ڪونه ڳالهايو، ۽ وڃي هندَ تي پيس. هن اچي منهنجا

ٻوٽ لاٿا، ڪپڙا ڪليءَ ۾ ٽنگيا. کير جو گلاس کڻي آئي. مون پيئڻ کان انڪار ڪيو ته وري منهنجي مٿي کي زور ڏيڻ لڳي.
زبان سان ڪجهه ٻه نـه ڪڇيائين .... جيڪڏهن هڪڙو اکر ٻه ڪڇي ها ته ماري وجهانس ها!"

هـو يڪدم چپ ٿي ويو، ۽ مون ڏانهن نهارڻ لڳو. ٻئي ڪمري ۾ ڇوڪرين جو ٽهڪ ٿيو. ايتري ۾ ساوتري انـدر آئي. ميز تان دوا جي شيشي کڻي، ڪوپ ۾ دوا جو وزن وجهي، سرمک کي ڏنائين. جڏهن هن دوا پي لاٿي، تڏهن ساوتريءَ ڪنڌ هيٺ ڪري کيس چيو: "هاڻي ٻيلا کير کڻي اچان؟"

"نـه."

"صبح کان وٺي ڪجهه نه کاڌو اٿوَ!"

"ٻڌئي ڪونه، مون ڇا چيو؟" سرمک تـڙي ڏيندي چيو. وڃي هوڏانهن ويهه!"

ساوتري ڪنڌ هيٺ ڪري، ڳرا ڳرا پير کڻي وئي. مون کي سرمک جي اها روش اصل ڪانه وڻي. پر آءٌ چپ هوس.

"ڏٺئه؟" سرمک چيو. "هيءَ هاڻي مـون تـي راڄ ڪرڻ ٿي چاهي! آءٌ اهو راڄ ٻاڄ ڪونه سهندس. اهو سرمک اها ڄائوئي ڪونهي، جيڪو عورت جو غلام ٿي رهي. آءٌ ته اڃي ڦاٽو آهيان! رڳو اهو خيال ٿو ٿئيم ته نڪا آهي چالاڪ جو پنهنجو پاڻ کي سنڀالي سگهي، نڪو آهيس ڪو ڏٺي ڏوٺي جو هٿ رکيس؛ نه ته گهٽا ڏينهن اڳ ڪڍي ڦٽو ڪريانس ها!"

هو ٿوريءَ دير لاءِ چپ ٿي ويـو. وري چوڻ لڳو: "مون توکي اهو ته ٻڌايو ئي ڪونه تـه ساوتـري مون وٽ ڪيئن آئي. ڪشني کي سڃاڻين نه؟ شايد ڪونه سڃاڻين. پهرين هيءَ ڪشني وٽ هئي. الائي ڪٿان وٺي آيو هوس. تڏهن هوءَ سورهن-سترهن سالن جي هوندي هئي. چار-پنج سال ان وٽ رهي. آءٌ ان جي گهر ايندو ويندو هوس. هن کي ڏسي، منهنجي دل ۾ ڪيترائي پيرا خيال آيو ته ڪشني کي ماري ڇڏيان. هھڙي سهڻي، جنهن جو انگ انگ

جڻ ٺڳي رهيو هو! ڪشن چوندو هو ته منهنجي ڏاڏي خدمت ٿي
ڪري. پر ڳوٺ جي هڪ ڇوڪريءَ تي دل ٿي پيس، ان کي اٿي
گهر ۾ ويهاريائين ۽ ساوتريءَ کي ڪڍي ڇڏيائين. ان ڏينهن شام
جو آءٌ ڪشني جي گهر پئي ويس ته ساوتري ڪس ۾ گڏيم. جڏهن
ٻڌايائين ته گهر مان نڪتل آهي، ته آءٌ هن کي پاڻ سان گڏ وٺي
آيس. تڏهن منهنجيءَ دل ۾ ڪوبه جهڙو تهڙو خيال نه هو. مونکي
هن ٻوجهه تي ڏاڍو قياس آيو.“

سرمک خشڪ چپن تي چپ ڦيرائي چوڻ لڳو: ”پهرين ته
هن کي جدا ڪمري ۾ سمهارڻ لڳس. هڪڙيءَ رات، اوچتو منهنجي
اک کلي ته محسوس ڪيم ته آءٌ ساوتريءَ لاءِ ٿي جاڳيو آهيان.
ان رات ڏاڍو مينهن پئي پيو، رکي رکي ککرن جا ڪڙڪاٽ
۽ وڄ جا چمڪاٽ پئي ٿيا. مون ڪجهه وقت هنڌ ۾ پئي سوچيو،
پر پوءِ رهي نه سگهيس. اٿي، ساوتريءَ واري ڪمري ۾ ويس.
ساوتري ڏاڍي الوٽ ۾ هئي. آءٌ سندس بستري تي ويٺس. پهرين ته
هن کي هٿ لائڻ ۾ هٻڪ ٿيم. پوءِ چيم، ’سرمک! ڊڄين ڇو ٿو،
ڪشني وٽ به ته رهي آهي؛ هينئر تنهنجي گهر ۾ آهي. سڀ سمجهي
ٿي. نيٺ به ته عورت آهي. هل، ڪر شروعات!‘ .... ۽ آءٌ واهگرو
چئي، ساڻس ليٽي پيس. هوءَ ڇرڪ ڀري جاڳي پئي، ۽ اونده ۾
مونکي گهوري ڏسڻ لڳي. مون چيو، ’آءٌ آهيان—‘ هوءَ سوڙهي
ٿيڻ لڳي. منهنجي اندر ۾ ٽانڊا پئي ٻريا. هوءَ سوڙهي سوڙهي ٿيندي
پئي ويئي. مون دل ۾ چيو، ’ميان، وارو ڪر! ڏسين ڇا پيو؟‘ ۽
ڪشي هن جي چيله ۾ هٿ وڌم. پهرين ته هوءَ مڇيءَ وانگر ڦٿڪڻ
لڳي، پر نيٺ ٺڏي ٿي ويئي. مون خوامخواهه گپ شپ ڪرڻ شروع
ڪري ڏني. پر هٿ کي جو ٿورو وڌيڪ ڇوٽ ڇڏيم، ته لڇي ٿي
چيائين، ’توهان چوندا ته ڪا بدمعاش آهي!‘ آءٌ ته ان مهل جڻ
ڪوسي تيل جي ٽٻي ۾ پئي ٻڏڪيس، سو جهٽ چيم: ’نه نه، آءٌ
ڪو گڏهه ٿوروئي آهيان!‘ هن مشڪي ڏنو. وري ڪجهه به نه
ڪڇيائين. ائين پڪڙجي پئي، جڻ ته ڪيترن ورهين کان مون سان

ڳڏ هئي.... صبح جو جڏهن منهنجي اک کلي ته ڏٺم ته پوچا پاڻ پئي ڪيائين. سونکي پنهنجو پاڻ ڪان نفرت ٿيڻ لڳي. آءٌ اٿي، ڪمري مان هليو ويس.... ٻيءَ رات هن وٽ وڃڻ لاءِ سونکي همت ئي نه ٿي ٿي، ۽ ننڊ به نٿي آئي. هنڌ تي پئي پاسا ورائيم، ته هوءَ اچي ڪنڌ هيٺ ڪري ويٺي. مون ڏانهنس نهاريو، ۽ پٽ تي ٽنگيل فوٽوءَ ڪي ڏسڻ لڳس. ڪيترو وقت، پئي چپا خاموش هئاسين. آءٌ هنڌ تي ليٽيو رهيس، ۽ هوءَ ويٺي رهي. پوءِ مون پڇيومانس ’ڇا ڳالهه آهي؟‘ هن ڏک ڀريل اکين سان نهاريندي چيو، ’توهان ڪاوڙيل آهيو مون سان؟‘ ’نه، بلڪل نه.‘ آءٌ واقعي هن ڪان ڪاوڙيل ڪونه هوس. ’ته پوءِ....‘ آءٌ هن جو مطلب سمجهي ويس، ۽ ڪرائيءَ مان جهلي ڪٺي هنڌ تي ليٽايومانس. سڄي رات هوءَ روئندي ۽ ڪلندي رهي، ۽ آءٌ هن کي ڏسي عجب کائيندو رهيس. پوءِ اسين هڪ ئي ڪمري ۾ سمهڻ لڳاسين.“

سرمک چپ ٿي ويو. آءٌ ساوتريءَ جي باري ۾ سوچڻ لڳس: ’ڪهڙي ڇوڪري آهي! چار سال هڪ مڙس سان رهي، هاڻي ٻئي سان ڳڏ پئي رهي.... اها شرافت آهي؟ معصوميت آهي؟ الغرضائي آهي؟ هوءَ آخر هن زندگيءَ لاءِ ڇا ٿي سوچي؟ پر ڪيس بدچال، بدڪار يا بدمعاش به ته چئي نٿو سگهجي.... ته ڇا، شرافت ۽ جسماني لاڳاپو، ٻه جدا جدا شيون آهن؟ ڇا، ان عورت کي نيڪ چئي سگهجي ٿو، جا سواءِ شاديءَ جي جدا جدا مڙسن سان ڳڏ جسماني لاڳاپو رکي سگهي؟‘

جڏهن آءٌ وڃڻ لڳس، تڏهن ساوتري ڏيڏيءَ جو دروازو بند ڪرڻ آئي. سونکي دروازي تي بيهاري، چوڻ لڳي: ”ادا، پاڻ توهان جي گهڻي عزت ٿا ڪن، توهان کين سمجهايو.“ آءٌ سندس ڳوڙهن ڀريل اکيون ڏسي خاموش بيٺو رهيس. وري چوڻ لڳي: ”مونکان تہ نفرت ٿي پيئي اٿس. منهنجي تہ ڪابہ نٿو ٻڌي. بيماريءَ ۾ بہ شراب ٿو پيئي!“ اوڪ هن جي ڳلن تان وهڻ لڳا. ”آءٌ جهليانس ٿي تہ چوي ٿو تہ نڪري وڃ منهنجي گهر مان! آءٌ

ڇوانس ٿي، ڇڱا ڀلا ٿيو ته هلي وينديس. توهان ٿي ڪجهه ڪريو.
آءٌ هٿ ٿي ڀڏانوَ!” ڀاڄائي انهيءَ کان وڌيڪ ڪجهه چئي نه
سگهي، ۽ آءٌ نه ـ ڪڇندڙ وکن سان ٻاهر نڪري ويس.

* * *

ٿورن ڏينهن کان پوءِ، هڪ ڏينهن شام جو ساوتري بازار ۾
مليم. هوءَ ڏاڍي ڏٻري ۽ بيمار ٿي لڳي. منهن هيڊو، اکيون خشڪ،
ڳرسم، وار منجهيل، پيرن ۾ ٽُڪي، ڦٽپاٿ تان دڪانن ۾ جهاتيون
پائيندي پئي ويئي.

”ڀاڄائي!“ مون سامهون اچي سڏ ڪيومانس. هن ڇرڪجي
مون ڏانهن ڏٺو، ۽ يڪدم روئي ڏنائين. منهنجي دل ۾ ڪيترا وهم
اٿڻ لڳا، ديپ جا پاڇا ڦرڻ لڳا، ۽ آءٌ سندس واتان ٻُري خبر ٻڌڻ
کان ٿي ڏڪي رهيو هوس.

”هو گڏيو اٿوَ“

”نه، مونکي نه گڏيو آهي، ڇا ٿيو آهي؟“

”ڇٽن ڏينهن کان گهر نه آيو آهي!“

”ڇا ٿيو؟“

”مونکي ته ڪجهه به نه ٻڌائين. بس، هڪ ڏينهن صبح جو
جيئن ويو، تيئن وري نه آيو!“

مونکي محسوس ٿيو ته ساوتريءَ کي ٻين ۾ تڪليف ٿي
رهي هئي. اسين هڪ هوٽل ۾ وڃي ويٺاسين. زور ڪرڻ تي هن
چانهه جو ڪوپ پيتو. آءٌ سمجهي ويس ته سرمک هن کي هميشه
لاءِ ڇڏي ويو آهي؛ هاڻي وري ڪڏهن نه ايندو. هو ڪيس ڪڏي نه
سگهيو، پر پاڻ هليو ويو. پر مون ساوتريءَ اڳيان پنهنجو اهو خيال
ظاهر نه ڪيو. اوچتو ساوتري ڪوپ تان اکيون هٽائي، مون ڏانهن
نهارڻ لڳي. اهي اکيون سانوڻ جي ڪڪرن جيان هيون، ڄڻ
اجهو ٿيون وسن. هن چيو: ”ادا، مون ۾ ڪهڙو عيب آهي؟ هي
سڀ مون کان ڀڄي ڇو ٿا ڀڄن؟ آءٌ ته ڪنهن کان ڪجهه به نٿي
گهران، ۽ نه ڪنهن کي ڪجهه چوان ٿي. سندن خوشي، پنهنجي

خوشي ٿي سمجهان. پوءِ به..... ڀڳوان منهنجي قسمت ۾ اهڙي ٺاهي آهي، ان ۾ ڪنهن جو به ڏوهه ناهي." هن جون اکيون چلڪي پيئون. آءٌ چپ چاپ ويٺو ٻڌندو رهيس. منهنجي اڳيان هڪ ئي رستو هو ته هن کي گهر پهچايان ۽ کيس دلاسي ڏيڻ جي ڪوشش ڪريان ته سرمک ڪجهه ڏينهن ۾ موٽي ايندو. مون ائين ڪيو.

اسين سرمک جي گهر پهتاسين ته گهر جي حالت ڦٽل هئي، جڻ اتي هاڻ جنَّ رهندا هئا. سٽ گلي جي ول اڳي جيان پکڙيل هئي، پر تُلسيءَ جو ٻوٽو ڪومائيو پيو هو. ڪونڊيءَ کي ڏسي، ائين ٿي لڳو ته ڪيترن ڏينهن کان پاڻي نه مليو اٿس. اڱڻ ۾ گند ڪچرو پکڙيل هو. رنڌڻي جي حالت مان معلوم ٿي ٿيو ته ان ڏانهن ڪنهن ڌيان ئي نه ڏنو آهي. مون ساوتريءَ ڏانهن نهاري چيو:

"ڀاڄائي، بک لڳي آهي؟"

"گهر ۾ ته ڪجهه ڪونهي."

"چڱو، آءٌ اجهو ٿو اچان."

ائين چئي، ٻاهر ويس. جنهن دڪان تان هو سيڌو وغيره وٺندا هئا، ان کي ڏهه سير اٽي موڪلڻ لاءِ چئي، بازار مان ڀاڄي وٺي آيس. ڏٺم ته اڱڻ ۾ اجاگر ويٺو هو. مونکي ڏسي، نمسڪار ڪري چيائين: "چڱو ڪيوَ جو توهان آيا، ڀاڄائي ته کائڻ پيئڻ ئي ڇڏي ڏنو آهي! توهان ئي کيس سمجهايو." آءٌ عجب مان کٽ تي ويٺل ساوتريءَ ڪـي ڏسڻ لڳس. کيس اجاگر تـه بنهه ڪونه وڻندو هو. جڏهن هو سرمک جي هوندي گهر ايندو هو ته هوءَ اٿي ٻئي ڪمري ۾ هلي ويندي هئي. ڪيترا ڀيرا سرمک کـي چيو هئائين ته 'اهڙن سنگتين کي گهر ۾ نه آڻيندو ڪر!' مونکي به چيو هئائين: 'ادا، اجاگر جي اکين ۾ الاجي ڇا آهي جو مونکي کانئس ڊپ ٿو لڳي!' ۽ ان مهل اجاگر اڱڻ ۾ ڪرسيءَ تـي ائين ويٺو هو، جڻ ته گهر جو مالڪ هو. سرمک جي وڃڻ ڪري شايد هن کي ڊپ لهي ويو هو. آءٌ ول ۾ چرچر ڪندڙ جهرڪين کي ڏسڻ لڳس. اجاگر ڏاڍي نرم ۽ غمگين نموني ساوتريءَ سان همدرديءَ جو اظهار

ڪرڻ لڳو. هن جي ڳالهين مان ائين ٿي لڳو ته هو پهرين به اتي اچي چڪو هو:

”مون پاڻ توهان سان ملڻ ٿـي گهريو. توهين ٿي پاڇائيءَ کي سمجهائي سگهو ٿا.“

”ڇا؟“

”اهوئي، ته پنهنجو پاڻ کي هلاڪ ڪرڻ مان ڪوبه فائدو ڪونهي.“

هڪ پل لاءِ هو مونکي ڏسندو رهيو. پوءِ مونکي ٻانهن کان جهلي اندرئين ڪمري ۾ وٺي ويـو ۽ راز واري نموني ۾ چيائين: ”هاڻي سرمڪ ڪونه ايندو!“

اهو ته مون پهرين ئي سمجهيو هو. پر وري پڇيم: ”ڇو؟“

اجاگر ٻاهر ويٺل ساوتريءَ ڏانهن نهاريندي چيو: ”ڪجهه ڏينهن ٿيا تـه ٻاڳان جيل مـان ڇٽي آهي. ان کي آفيم ۽ ناجائز شراب رکڻ ۾ سزا ملي هئي. هفتوڪن ٿيو ته هوءَ سرمڪ سان ملي، ۽ هوڪيس وٺي، الائي ڪيڏانهن هليو ويو آهي.“

”ڪٿي؟“ مون پڇيو.

”اها ته خبر ناهي. ايترو چئي ويو تـه ساوتريءَ جو خيال رکجو، ۽ توهان سان ملڻ لاءِ به چئي ويو.“

مون جواب ۾ ڪنڌ جهڪايو. هڪ مشڪل ته آسان ٿي. هاڻي مونکي ساوتريءَ جي ڳڻتي اچي لڳي. هاڻ هوءَ ڇا ڪندي، ڪيڏانهن ويندي؟ هوءَ پنهنجن پيرن تي بيهي ڪانه ڄاڻي؛ پنهنجي لاءِ جيئڻ ته هن کي اچي ئي ڪونه!

”هيءَ جاءِ هو ساوتريءَ جي نالي ڪري ويو آهي. ڪاغذ ساوتريءَ وٽ آهن.“

مون کي اهو ٻڌي ڪنهن حد تائين تسلي ٿي.

انهيءَ ڏينهن ساوتريءَ سان وڌيڪ ڳالهائڻ کان سواءِ ئي آءٌ موٽي آيس. اجاگر به گڏ هليو آيو. واٽ تي ساوتريءَ جي ڳالهه ٿيندي رهي. اجاگر سندس تعريفون ڪندو هليو. ان جي اڪيلائيءَ

۽ تندرستيءَ جو غم جڻ ته هن کي کائي رهيو هو. کيس سندس آئيندي جي ڏاڍي ڳڻتي هئي. مون کي اڄاڪر جون اهي ڳالهيون صفا نه وڻيون. انهن ۾ سچائي نه هئي؛ خود- مطلبيءَ جي ب-وءِ پئي آئي. هو شايد مون کي بيوقوف بڻائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. آءٌ ماٺ ۾ هن جون ڳالهيون ٻڌندو رهيس. رستي جي وڪڙ وٽ اچي، اسين جدا ٿياسين.

* * *

ٻئي ڏينهن شام جو ويس، ته ساوتري اڱڻ ۾ ليٽيل هئي. آءٌ هن کي سرمک جي باري ۾ ٻڌائڻ ويو هوس. هن کي ڏسي، منهنجو ارادو ٽُٽڻ لڳو. ڪرسي کڻي، هن جي ويجهو ٿي ويٺس. هوءَ اٿي ويهي رهي ۽ مٿي تي ساڙهيءَ جو پلاند ڏاهي رکيائين. ميري ساڙهي، هيڊو منهن، اداس اکيون، ۽ پريشان وار— هوءَ ڏهي پئي هئي.

"هيءَ ڪهڙي حالت بڻائي اٿوَ، ڀاڄائي؟"

هوءَ وري روئڻ لڳي.

"ڏسو، ڀاڄائي، اهڙي نموني روئڻ سان ڇا ورندو؟" مون چيو. "چڱو، هڪڙي ڳالهه ٻڌاءِ: سرمک توکي ڪجهه چيو هو؟"

هن انڪاري نموني مٿو لوڏيو. چوڻ لڳي: "ڀڄاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ ته ڳالهائيندوئي ڪونه هو. رات جو به ڪونه ايندو هو. نه ته اڳي ته ڪڏهن به ٻاهر نه رهيو. منهنجو خيال آهي، هن کي ڪا ٻي مائي وڻي ويئي هئي."

مون وجهه ڏسي چئي ڏنو: "هو ڪنهن کي پاڻ سان گڏ وٺي هليو ويو آهي، ۽ هاڻي شايد ڪڏهن به نه اچي."

ساوتريءَ مون ڏانهن نهاريو. اکيون کڻي هيٺ ڪيائين.

ان وقت اڄاڪر به اچي ويو. هن جي هٿ ۾ ٻه سوني ساڙهيون، هڪ سوٽ جو ڪپڙو، رئو ۽ ڪونيءَ جو ڪپڙو هو. سڀئي ساوتريءَ جي پيرن ۾ رکي، اندران پنهنجي لاءِ ڪرسي کڻي آيو، ۽ منهنجي ويجهو ويهندي چيائين: "سرمک منهنجو سنگتي هو،

منهنجي جيٺري ڀاڄائيءَ کي ڪابہ تڪليف نہ پهچندي.“ هن مون ڏانهن نهاريو: ”توهان بہ ايندا رهجو: ڀاڄائي توهان جي گهڻي عزت ڪندي آهي.“

اجاگر جي اچڻ کان پوءِ آءٌ اتي گهڻو نہ ويهي سگهيس ۽ اٿي آيس. منهنجو خيال هو تہ هو بہ مون سان گڏ اٿي ايندو. پر هو مون سان هٿ ملائي، پنهنجيءَ جاءِ تي ويهي، مون کان بيخبر ٿي ويو. آءٌ ساوتريءَ تي هڪ نظر وجهي هليو آيس.

* * *

ان ڏينهن منهنجو ننڍو سالو ۽ ان جي زال آيل هئا. هفتو کن ٽڪي پيا، تنهنڪري آءٌ ڪيڏانهن بہ وڃي نہ سگهيس. انهن جي وڃڻ کان پوءِ مون کي ساوتريءَ جو خيال آيو پڇتاءُ جو احساس ٿيم تہ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ـ بہ دفعو ٿي اچڻ ضروري هو، خبرناهي ويچاري ڪهڙي حال ۾ هجي. نيٺ ونس ويس. هن جي جاءِ جي ويجهوٽي آجاگر ملي ويم. مون ساوتريءَ سان اڪيلائيءَ ۾ ملڻ ٿي گهريو، پر هاڻي ڪو چاروئي ڪونہ هو.

”هيترا ڏينهن توهان نہ آيا، ساوتريءَ توهان کي ڏاڍو ٿي ياد ڪيو.“ اجاگر جي واتان ڀاڄائيءَ جي بدران ’ساوتريءَ‘ جو اکر ٻڌي، عجب لڳم. مون هن ڏانهن نهاريو. هو نهايت تسليءَ سان مشڪي رهيو هو.

مون خوامخواه جواب ڏيڻ جي خيال کان چيو: ”منهنجا ڪي مائٽ آيل هئا، انهيءَ ڪري ڪم ۾ رڌل هوس. ڀاڄائي ڪيئن آهي؟“

هن مشڪي، مٺون وٺي چيو: ”هاڻي خوش آهي. توهان تہ وساري ڇڏيس!“ هن جي ڳالهائڻ ۾ ٽوڪ هئي. ”ڏاڍي مشڪل سان سمجهايو اٿمانس. اڳي تہ بيواهن زالن وانگر سڀوءَ سان ويٺي هئي.“ جملو پورو ڪري، کلڻ لڳو. مون کي اجاگر جي اها کل بلڪل خراب لڳي. ڪنهن جي ڏک جو مذاق آڏائڻ ڪا سٺي ڳالهہ آهي؟ ساوتريءَ سان تہ مون کي بيحد همدردي هئي ۽

پنهنجائپ جو احساس ٿيندو هوم.

”هل، گهر هلون. ساوتريءَ سان هلي مل.“ هن اهي اکر ڪجهه اهڙي نموني چيا، ڄڻ پنهنجي گهر هلڻ جي دعوت ٿي ڏنائين. هن جي انهيءَ انداز ۾ پوري خوداعتمادي ۽ فتح جو احساس هو. مون ڪجهه چوڻ مناسب نه سمجهيو، ۽ هن سان گڏ وڃڻ لڳس. هو سچي، وات ساوتريءَ جي سٺين ۽ خراب عادتن ۽ معصوميت وغيره جون ڳالهيون ڪندو هليو، ۽ هر ڪنهن ڳالهه تي ڪلي ٿي چيائين: ”پر آهي پارا!“

جڏهن اسين گهر پهتاسين، تڏهن ساوتريءَ تلسيءَ جي بوٽي کي پاڻي پئي ڏنو. هن جي صحت اڳي کان سٺي هئي. وار سنواريل، سائي رنگ جي ساڙهي، ساڳئي رنگ جو بلائوز، ۽ پيرن ۾ نئون چمپل هوس. مون کي ڏسي، مشڪي، هٿ ٻڌي ”نمستي“ چيائين. اجاگر مون کي ويهڻ لاءِ چئي، پئي ڪمري ۾ ويو — ڄڻ پنهنجي ڪمري ۾ پئي گهميو. هن ڪوٽ لاهي ڪليءَ ۾ ٽنگيو، ۽ تختي تي ڪجهه ڳولڻ لڳو. آءٌ ٻاهر ويهي هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳس. سڀڪجهه ساڳيو هو. هن گهر ۽ اڱڻ ۾ ڪيترا پيرا اچي ويٺو هوس: اهائي ساوتري هئي، ۽ اهوئي تلسيءَ جو ٻوٽو، جو ٻهرسائو ٿيو هو؛ اهائي ست گلي جي ول، جنهن کي هاڻي وڏيو ويو هو؛ اهوئي رنڌڻو، اهي ئي ٻتيون، اهائي ساوتري.... پر تڏهن به هن ماحول سان ٻيائيءَ جي بوءِ پئي آئي. مون کي احساس پئي ٿيو ته آءٌ ڪنهن ڌاريءَ جاءِ تي آيو آهيان؛ اهڙن ماڻهن سان پيو ملان، جن سان اڳي ڪڏهن به ڪونه مليو آهيان.

”جيڪو خط صبح جو ڏنو هئه، سو ڪٿي آهي؟“ اندران اجاگر چيو.

”فوٽوءَ جي پٺيان رکيو آهي“ ساوتريءَ جواب ڏنو.

پنهي جي ڳالهائڻ سان سچي ڳالهه سمجهي ويس. مون کي اجاگر کان وڌيڪ، ساوتريءَ تي ڪاوڙ لڳي. دل ۾ آيم ته اڱڻ تي ٿُڪي هليو وڃان.

اهوئي پئي سوچيم ته آجاگر ٻاهر آيو. مون ڏانهن ڏسي چيائين: ”هائو آءٌ هتي ئي رهندو آهيان.“

مون ساوتريءَ کي ڏٺو. هن اکيون هيٺ ڪري، انهيءَ جي تصديق ڪئي.

”چانهه ٺاهه.“ آجاگر ساوتريءَ کي چيو.

”آءٌ چانهه پي آيو آهيان.“ مون چيو.

”ٻيو به ڪوپ ڪٿي پيو.“

”نه.“

ساوتريءَ ڪجهه نه ڪڇيو، ۽ ماٺ ميٺ ۾ رنڌڻي ۾ هلي وئي. هن کي ائين ڪنڌ لٽڪائي ويندو ڏسي، مون کي پنهنجي کهري ڳالهائڻ جو احساس ٿيو. مون پاڻ تي لعنت وڌي. ’مونکي ڪهڙو حق آهي ان سان ائين ڳالهائڻ جو؟ آءٌ ڇوڪانئس ڪاوڙيو آهيان؟ ڪهڙي اربع خطا ٿي پئي؟ پهرين هوءَ ڪشني وٽ رهندي هئي، پوءِ هن کي سرمک وٺي آيو، هاڻي آجاگر هن جي زندگيءَ ۾ آيو آهي: هوءَ اهڙي ته معصوم، سادي، ابوجهه ۽ ڪمزور آهي، جو پاڻ ڪجهه نٿي ڪري سگهي؛ پنهنجي لاءِ ڪوبه فيصلو نٿي ڪري سگهي؛ هن جي وس جي ڪابه ڳالهه ناهي.... هوءَ جوان آهي، سهڻي آهي، اڪيلي آهي: ڀلا، سواءِ همدرديءَ جي ٻيو هن کي ڇا ٿو ڏيئي سگهان! پوءِ مون کي ڪاوڙجڻ جو حق ناهي.‘

آجاگر چپ چاپ مون ڏانهن پئي نهاريو: ”ڪهڙي ويچار ۾ آهيو؟“

”ڪجهه نه، ڪاليج جي هڪڙي ڳالهه ياد اچي وئي.“

آجاگر سوچي چيو: ”مون خيال ڪيو ته هن نموني هر روز اچڻ سان ساوتري بدنام ٿيندي، سو ڇو نه هتي اچي رهان. ساوتريءَ کي به اڪيلائيءَ ۾ ڊپ ٿو لڳي. پوءِ ته هن نڪي ڪاڏو پيتو ٿي، نڪي پنهنجو ڪو خيال ٿي ڪيائين.“

”ها، اڪيلائيءَ ۾ برابر هن کي تڪليف ٿيندي هوندي.“ مون ڏوڪ نموني چيو.

پر هن منهنجيءَ ڳالهه تي ڪو ڌيان ڪونه ڏنو ۽ ڪجهه دير کان پوءِ چيائين: "جي ها! سون به اهوئي سوچيو."

آءٌ واچ ۾ ٽائيم ڏسي، اٿيس: "سون کي هڪ هنڌ وڃڻو آهي، آءٌ هلان ٿو."

"ڪڏهن ڪڏهن ته اچجو پيا." اجاگر چيو.

آءٌ سڄي وات ويچاريندو رهيس ته اجاگر ڇو سون کي پنهنجي ويجهو آڻڻ جي ڪوشش پيو ڪري. آءٌ سرمک جو دوست برابر هوس، ساوتريءَ سان به واقفيت هيم، سرمک جي ڪري ئي اجاگر کي سڃاڻندو هوس، تنهن هوندي به هو ڪڏهن ايترو منهنجي ويجهو ڪونه ٿيو هو. شايد هن کي سرمک جو خيال هو، ۽ سونکي گهر ۾ اچڻ وڃڻ جي موڪل ڏيئي، دوستيءَ جو فرض پورو ٿي ڪيائين.

خير، سون اتي اچڻ وڃڻ گهٽائي ڇڏيو. مهينن جا مهينا اوڏانهن منهن به نه ڪندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن ساوتري رستي ويندي ملندي هئي، ته به ـ ئي منٽ هڪ پاسي بيهي ڳالهائيندو هوس. بس، اهين، بنا ڪنهن مطلب جي ڳالهه ٻولهه ٿيندي هئي، جنهن جو اسان جي زندگيءَ سان ڪوبه واسطو نه هوندو هو. آءٌ محسوس ڪندو هوس ته درحقيقت آءٌ ڇوڻ پيو ڪجهه ڳهرندو هوس، پر هي ڳالهيون رڳو نڀائڻ لاءِ پيو ڪريان. هن جون اکيون به چغلي پيون هڻنديون هيون ته هوءَ به پاڻ تي زور ڪري بي‌مطلب ڳالهيون پيئي ڪري، جن جو هن جي دل سان ڪو لاڳاپو ئي ڪونهي. نه هن پنهنجي گهرو زندگيءَ جي باري ۾ ٿي ڳالهايو، نه سون ئي ڪجهه پڇڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي: نه هن ئي گهر هلڻ لاءِ ٿي چيو، نه آءٌ ئي ٿي ويس.

* * *

هڪ ڏينهن صبح جو، هوءَ سون کي سيتلا مندر ۾ نظر آئي. شايد نوراتڙيءَ جو ڏينهن هو. آءٌ پنهنجيءَ زال جي زور ڪرڻ تي ساڻس گڏ مندر ۾ ويس. ساوتريءَ کي ڏسندي، آءٌ ٿورو پٺي ويس.

جيڪڏهن هن منهنجيءَ زال سان ملڻ جي خواهش پوري ڪئي، ته منهنجي ڪهڙي حالت ٿيندي! آءٌ ڪملا کي ڇا ڇئي سمجهائيندس؟ ساوتري منهنجي زال کي ٻ ڀار کي غور سان پئي ڏٺو. هوءَ اسان ڏانهن پئي آئي. هن جو هر قدم منهنجي دل جي ڌڙڪڻ کي تيز ڪندو پئي ويو. آءٌ هن کي اشاري سان به منع ڪري نٿي سگهيس؛ ڇو ته ان مهل مندر ۾ گهڻيون زالون ۽ مرد اچي وڃي رهيا هئا، ۽ ڪملا لڳاتار پنهنجيءَ ڪنهن مائيٽاڻيءَ جي باري ۾ ڪجهه ٻڌايو پئي، سو ان ڏانهن ٿورو بيڌيان ٿيان ها ته کيس شڪ پوي ها. ساوتري اسان جي ڀرسان لنگهي وئي. هن کي بدن ۾ ڪجهه ساهه پيو. اڳيان وڃي، شايد هن ڪملا ڏانهن نهاريو. ڪملا به ڇرڪ ڀري پٺيان نهاريو، ۽ پنهنجي ڳالهه وساري پڇيائين:

"هيءَ ڪير ڇوڪري آهي؟"

"مون کي ڪهڙي خبر، هوندي ڪا تنهنجي ساهيڙي وغيره."

"مون کي ته منهن نٿي لڳي، شايد اسڪول يا ڪاليج ۾ گڏ پڙهي هجي." ڪملا هن کي نظرانداز ڪندي، وري ساڳي آڪاڻي ڪئي ويئي.

* * *

ڪن ڏينهن کان پوءِ، ساوتري بازار ۾ مليم. هڪ دڪان تان ڀاڄي پئي ورتائين. آءٌ به ڀاڄي وٺڻ ويو هوس.

هن واڱڻ ورتا، تہ مون ڪلي چيس: "ڀاڄائي، توهان تہ واڱڻ کائيندا ئي ڪونه آهيو!"

"هُن کي وڻندا آهن."

آءٌ هن ڏانهن ڏسي، چپ ٿي ويس. اوچتو چيائين: "ان ڏينهن مندر ۾ توهان سان گڏ ڀاڄائي هئي نه؟" وري مشڪندي چيائين: "آءٌ ڏسڻ سان ئي سمجهي ويس! سهڻي آهي. ڪاري ڀاربر واري ساڙهي ڏاڍي لڳيس ٿي. توهان جو ڪڪو به سٺو هو. ڪيئن نه توهان جي آڳر ڪان جهلي پئي هليو. توهان شايد کيس ڪجهه ٻڌايو پئي؟"

”ها، تلاءَ جي مڇين جو ٻڌي پڇيائين.“
”ڇا؟“
”تہ مڇيون ڇو نٿيون ٻڏن.“
هن کلي ڏنو: ”گهر ۾ اديءَ جي دل وندرايو ويٺو هوندو.“ پوءِ مون ڏانهن نهاري چوڻ لڳي: ”توهان تہ تنهن ڏينهن مون کي آتي ڏسي ڊڄي ويا: اک بہ ڪانہ ملايو! توهان ڀانيو هوندو تہ متان آءٌ توهان کي روڪيان.“ ائين چئي، کلي ڏنائين — هڪ زخميل دل جي ڦڪي کل، جيڪا منهنجي دل ۾ خنجر جيان ٿي چڀي ويئي. ”آءٌ هروڀرو ڪا اهڙي بيوقوف تہ ناهيان!“
شرم کان منهنجو ڪنڌ جهڪي ويو. هو سادي سودي، اٻوجهيل ڇوڪري، پنهنجي دل جي گهرائين مان ڪجھ ڪوٺي ڪٺي آئي هئي، ۽ نهايت ئي اٻوجهائيءَ سان هڪ ڀرپور چماٽ منهنجي منهن تي وهائي ڪٺي ڪڍي هئائين.
”مون کي خبر آهي، هوءَ مون سان ڇو نٿي ملي سگهي. انهيءَ ڏينهن ٿي سمجهي ويئي هيس، جڏهن ٻاڻ ڇيو هٿائون تہ هوءَ اسان جي گهر نٿي اچي سگهي. آءٌ خراب جو آهيان!“ هوءَ يڪدم اداس ٿي ويئي. ”ڇڏيو ڇڏيو انهيءَ ڳالهہ کي. هڪ ڳالهہ ٻڌايو: جي آءٌ توهان جي ڪکي لاءِ سونهن ٿاهيان تہ توهان ڪٺي ويندا؟“ هن مون ڏانهن نهاريو. مون کي پنهنجيءَ زال جي سوال جو خيال آيو. هوءَ شايد منهنجي حالت کي سمجهي ويئي. چيائين: ”اديءَ سان ڪر بهانو ڪجو. توهان جا تہ گهڻائي سنگتي آهن، ڪنهن جو ڪٺي نالو وٺجو. ڳاڙهو ٿاهينديس، نيريءَ چڙيءَ تي تمام سهڻو لڳندو. ٿاهي ڏينديس، هان!“
آءٌ ڪجھ نہ چئي سگهيس. پوءِ اسين جدا ٿي وياسين. ڪيترائي ڏينهن گذري ويا. نہ ساوتريءَ سان ڪس - پنڌ ملاقات ٿي، نہ آءٌ سندس گهر ويس.

* * *

هڪ شام جو اڃا گر گذريو، هو رڪشا ۾ هو. مون کي ڏسي،

رڪشا بيهاري، ويجهو آيو:

”ڪٿي آهيو؟ ڪڏهن ملڻ به نه آيا! آءٌ ڪٿي توهان جو دوست ناهيان، پر ساوتريءَ سان تہ ملڻ اچو ها!“ يڪساهيءَ ڪيترين ڳالهين چئي ويو: ”هينٽر ڪيڏانهن پيا وڃو؟“

”گهر پيو وڃان.“

”نه اچو، ڪٿي هلي ويهون.“

هو مون کي زوريءَ رڪشا ۾ چاڙهي وٺي ويو. وات تي ديسي ڳٽي سان هن هڪ بوتل ورتي. اسين هوٽل ۾ وڃي ويٺاسين. مئنيجر شايد سڃاڻو هوس. آجاگر کي ڏسي مشڪيو، ۽ بيري کي چيائين تہ اسان کي ڪمري نمبر ۽ ۾ پهچائي. مون ڀتيان ڀت تي لڳل تختي تي اکر پڙهيا: ”هوٽل ۾ شراب پيئڻ جي سخت منع آهي“؛ ۽ مشڪندي، اجاگر سان گڏ ويس. هر ڪمري مان ٺهڪن ۽ شيشن جي ٽڪرجڻ جا آواز پئي آيا. ڪنهن ڪنهن دروازي پٺيان ڪنهن عورت جو ڌيمل ڌيمل آواز پڌڻ ۾ پئي آيو.

ڪمري نمبر ۽ مان شايد اڃهو هينٽر ڪو اٿي ويو هو. ڪمري ۾ ڇيڙائيل هڏيون ۽ سگريٽن جا ٽوٽا پيل هئا. فضا مان شراب ۽ سگريٽ جي ڌپ پئي آئي. هنڌ تي پيل وهاڻي ۾ ڪنڌ ٿي پيئي هئي، جڻ ڪوڪهڙي وقت ڪان مٿو رکيو ستو پيو هو.

منهنجي لاءِ ڪوڪاڪولا گهرائي، آجاگر پاڻ لاءِ هڪ وڏو پئگ ٺاهيو، ۽ يڪساهيءَ گلاس خالي ڪري، مڇن کي صاف ڪندي، چيائين: ”پروفيسر صاحب، توهان سرمک جا يار آهيو، تنهنڪري منهنجا به. هو توهان جي عزت ڪندو هو، آءٌ به ڪريان ٿو.... هو منهنجو يار هو.“ هن وري پيو پئگ ٺاهيو، ۽ اڌ گلاس پي چيائين: ”توهان اڄڻ ڇو بند ڪيو؟“

مون سمجهيو تہ هاڻي هن کي نشي ۾ آهي، انهيءَ ڪري مشڪي چيومانس: ”نه نه، اها ڳالهہ ڪانهي. گهر جي ڪمن مان واندڪائي نٿي ملي.“

هو کليو. گلاس خالي ڪري ميز تي رکيائين. وري چيائين:

”هڪ ڳالهه ٻڌائيندا توهان؟“

”ڪهڙي؟“

”ساوتريءَ لاءِ توهان جو ڪهڙو خيال آهي؟ منهنجو مطلب آهي، هوءَ ڪهڙي ڇوڪري آهي؟“

مون آجاگر جي اکين ۾ جهاتي پاتي. اهو ئي سوال هڪ ڏينهن سرمڪ به ڪيو هو.

مون هورڀان چيو: ”سٺي آهي.“

”منهنجو به اهو خيال آهي. توهان ڪنهن جو به قسم ڏيو، آءٌ سچ پچ سمجهان ٿو ته هوءَ خراب ناهي.... پر هڪ ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي: سرمڪ ڇو ڇڏي ويو؟ ڪشني ڇو ڪيئي ڇڏيس؟ توهان کي ڪجهه سمجهه ۾ اچي ٿو؟“

آءٌ چپ ويٺو رهيس.

آجاگر ٿيون پٺڪ ڏاهيو، ۽ ڪڪ پري چيائين: ”هوءَ توهان کي ڪجهه عجيب نٿي لڳي؟.... منهنجو مطلب آهي ته هوءَ بدچال ته نه آهي، پوءِ به هڪ پٺيان ٻئي مڙس وٽ رهيو پيو!.... پرهڪ ڳالهه آهي، هوءَ ڪوڙ نٿي ڳالهائي. هن جي دل ۽ بدن، ٻئي ڪوڙ کان ڪوهن جا ڪوهه پري آهن.... منهنجي ڳالهه توهان سمجهي نه؟ آءٌ نشي ۾ ڪونه پيو وڦلان! اڌ شيشو پيو، مون کي ڪجهه ڪونه ٿيندو آهي. مون گهڻن ڏينهن کان توسان ملي اهي ڳالهيون ڪرڻ ٿي چاهيون. سرمڪ چوندو هو ته توهان کان وڌيڪ ٻئي ڪنهن به ساوتريءَ کي نه سڃاتو آهي. منهنجي ڳالهه دل ۾ نه ڪجو.... ڪڏهن توهان کي ساوتريءَ جي ضرورت محسوس نه ٿي؟ مون کي ته هن جون ڇهندڙيون پٺي پاتيون آهن. جڏهن هوءَ سرمڪ وٽ رهندي هئي، تڏهن کان ئي منهنجي نيت خراب هئي. پر سرمڪ پنهنجو يار هو، يار کي دوکو ڏيئي نٿي سگهيس.... ۽ منهنجو خيال آهي ته ساوتري به اهڙي ناهي. ڪير ڪيس لک رپيا ڏئي، ته به هوءَ مون کي دوکو نه ڏيندي.... جڏهن سرمڪ هليو ويو، تڏهن مون کي هن تي قياس ٿيو. ايتري ڀالي ڀولي ڇوڪري،

اهڙيءَ حالت ۾ هجي! دل کي ڌڪ نہ لڳو. آءٌ اتي وڃڻ لڳس.... هڪ ڏينهن شام جو مون کي احساس ٿيو تہ قياس پياس ڪجهہ ناهي، هوءَ مون کي وٺي ٿي، ڌنهنڪري آءٌ ايندو آهيان: آءٌ هن ڪانسواءِ رهي ڪونہ سگهندس. اها ڳالهہ مون سائس ڪئي. ٻڌي، چپ ٿي ويئي. ان ڏينهن آءٌ ڏاڍو بيقرار رهيس.... رات جو گهڻيءَ دير تائين هيڏانهن هوڏانهن گهمندو رهيس، پوءِ سندس گهر ويس. هوءَ اندر ڪمري ۾ ستي پئي هئي. آءٌ ٻاهر اڱڻ ۾ آسمان کي ڏسندو رهيس. آڌي رات گذري، تہ آءٌ اٿي هن جي ڪمري ۾ ويس. هوءَ بيخبر ستي پئي هئي.... آهي نہ عجب جي ڳالهہ! مون هن کي هٿ لاتو، تہ جاڳي پئي. ڪجهہ وقت آءٌ هن کي ڏسندو رهيس. هوءَ چپ چاپ پئي هئي. آءٌ هن سان گڏ ليٽي پيس. منهنجو خيال هو تہ هوءَ انڪار ڪندي، ۽ مون کي زوريءَ ڪم وٺڻو پوندو. پر هوءَ روئڻ لڳي، ۽ چيائين: 'توهان مون کي بدمعاش ۽ خراب تہ نٿا سمجهو'؟"

"ڇا؟" مون ڇرڪي چيو. اهو ته سوال هن سرمد کان پڇيو هو!

اڄاڪر مون ڏانهن نهاري، ٽيون پڳ خالي ڪري، چوڻ لڳو: "آءٌ حيران هوس، اهڙي وقت بدمعاش کان بدمعاش عورت کي بہ ڪجهہ چئي نٿو سگهجي، هن جي تہ ڳالهہ ئي ٻي هئي. هن جو خيال هو تہ آءٌ کيس بدچال سمجهي ائين ڪري رهيو هوس. ڀڳوان جو قسم، مون کيس ڪڏهن بہ جهڙي تهڙي عورت ڪونہ سمجهيو هو. قسم کڻي يقين ڏياريومانس، تہ هن لڙڪ اگهي ڇڏيا."

آڄاڪر چپ ٿي ويو. وري چيائين: "سرمد هن کي ڇو ڇڏي ويو؟ بس اهو سمجهہ ۾ نٿو اچي!"

آءٌ پلا ڇا ٿي چئي سگهيس. ماٺڪو ويٺو رهيس. پوءِ اسين هليا آياسين.

* * *

مون کي ٻارن جي نفسيات تي تحقيق ڪرڻ لاءِ اسڪالرشپ

ملي، ۽ آءٌ ڇهن مهينن لاءِ ٻاهر هليو ويس. اهو سمورو وقت منهنجي زال مائٽن ۾ رهي. جڏهن ڪم پورو ڪري واپس موٽيس، ته اسٽيشن تي آجاگر سان ملاقات ٿي. هو به ٻاهران پئي آيو. هن ساوتريءَ جي ڳالهه اهڙي نموني ڪئي، جيئن زندگيءَ ۾ ڪنهن وسريل شي جي ڳالهه ڪبي آهي.

ٻئي ڏينهن آءٌ زال ڏانهن خط پوسٽ ۾ وجهڻ لاءِ وڃي رهيو هوس، ته ساوتري رستي ۾ ملي. هن جو منهن لٿل هو، ۽ پيشانيءَ تي ٻئي ٻڌل هيس. ڪجهه پريشان هئي.

مون هن کي پيهاري پڇيو: ”ڇا ڳالهه آهي، ڀاڄائي؟ ٻئي ڇو ٻڌي ائيئي؟“

”ڏک لڳو آهي.“

”ڪيئن؟“

هن جواب ۾ مون ڏانهن اونهين اکين سان ڏٺو، ۽ چيائين: ”ڪري پئي هيس.“

آءٌ سمجهي ويس، هن ڪوڙ ٿي ڳالهايو: ”ڀاڄائي، ڪوڙ ڳالهائڻ به شروع ڪيو اٿو!“

هن جون اکيون ڀرجي پيون. پوءِ هن ٻڌايو ته هڪ ڏينهن آجاگر نشي ۾ ڪيس ماريو هو، ۽ هوءَ پٽ سان وڃي لڳي ۽ مٿو ڦاٽي پيو هوس.... سرمک ڪڏهن ڪيس ڏک ڪونه ڏيو هو؛ اجاگر اها ذليل ڀائي به ڪئي! پوءِ هو هلي وئي.

* * *

ٻئي ڏينهن، منهنجي دل مون کي مجبور ڪري سندس گهر وٺي هلي. ڪهڙيءَ ڪهڙيءَ اهو خيال ٿي آيو ته ساوتري خوش ناهي، اجاگر جي روش بدلجي وئي آهي، سو خيال ڪيم تـه ان بابت اجاگر سان ڳالهايان. هو گهر ٿي هو. ساوتريءَ رنڌڻي ۾ ماني پئي پڪي. اجاگر ڪلي مليو. مون کي مٿس ڪاوڙ اچڻ لڳي. جڏهن سائس ڳالهه ڪرڻ لڳس ته مون کي ٻاهر وٺي آيـو، ۽ لهواريون اوڀاريون ٻڌائڻ لڳو. آءٌ انهيءَ سوچ ۾ هوس ته ڳالهه ڪيئن شروع

ڪريان. هوندي به مون کي سندن ذاتي جهڳڙي ۾ پوڻ جو حق نه ٿي ڪونه هو، پر مون کان ساوتريءَ جو ڏک ڏٺو نٿي ٿيو.

”اڄڪلهه ساوتري مون سان ڪاوڙيل آهي.“ هن ٻاڻ ٿي چيو.

”ڇو؟“

”ڇوي ٿي، ٻار ڇو نٿا ٿين!“

اڃا ڳالهه اڳين ڪئي، جڏهن ته ڪنهن ڳئون ميرهن جي ڳالهه ٻئي ڪيائين. مون کي منجهس سخت رُڪاوٽ نظر آئي. چوڻ لڳو:

”عجيب عورت آهي! ڄاڻي ٿي ته ٻار ٿين: آءٌ ٿو سوچيان ته ڪير پاليندو ڪير؟“

دل ۾ آيم ته چوانس ته ”تون!“ پر سندس منهن ۾ ڏسي، خيال بدلائي ڇڏيم — منجهس انڪار لڪيل ڏٺم.

”پيو وري، توهان کي ته خبر آهي ته ٻارن ٿيڻ کان پوءِ عورت ۾ اها ڳالهه نٿي رهي....“

مون کي جڻ ڪو ڌڪ لڳي ويو — جڻ ڪنهن ماڻهوءَ سان نه، پر ڪنهن مرونءَ سان ڳالهائي رهيو هوس. عورت کان سندس قدرتي حق کسڻ وڏي ۾ وڏو ظلم آهي: دل ۾ چيم ته کيس سمجهايان تہ عورت ان مرد سان اڻاهه پيار ڪرڻ لڳندي آهي، جنهن جي ٻارن کي هوءَ ڇاتيءَ سان ڀيج پياري سگهي. پر آءٌ خاموش رهيس.

اڃا ڪلهي پيو: ”ٻاڻ هن مصيبت ۾ ڦاسڻ نٿا چاهيون!“

سندس انهن لفظن مان سندس سمورو ڪردار ليڪا ٻڌائي رهيو هو. ساوتريءَ جو اونداهو مستقبل ڏسڻ ۾ پئي آيو. هو ڇڏي ڏيندس. هاڻي گهڻي دير ٻاڻ وٽ رکڻ نٿو چاهيس. کيس منجهانئس پيءُ ٿي ويو آهي. مون پنهنجو انديشو ظاهر ڪيو:

”توهان شايد ساوتريءَ کي ڇڏڻ چاهين ٿو؟“

”نه، اڃين ته ڪونهي. آءٌ.... آءٌ خيال پيو ڪريان ته—“

هن اکيون ڪٽي هيٺ ڪيون. سندس آواز ۾ ڀروسو ۽ پختائي ڪانه

هئي. ڪيس پنهنجي مطلب ظاهر ڪرڻ لاءِ اکر ئي نٿي مليا.

”آجاگر سنگ! ساوتري تباهه ٿي ويندي!“

”توهان ته مون کي ڏوهه ڏيڻ لڳا آهيو، آءٌ ته ڪيس هرطرح خوش رکڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان.“

”تون ساڻس شادي ڪٿي ڪر.“

”سا ته آءٌ قانوني طرح ڪري ئي نٿو سگهان!“

”ڇ-و؟“

”منهنجي زال ڄيوت آهي.“

”تنهنجي زال؟“

”طلاق ٿئي ٿي نٿي، نڪو وري پاڻ ۾ ٺاهه آهي.“

”پوءِ ساوتريءَ جو ڪهڙو حال ٿيندو؟“

اجاگر رستي تان ويندڙ هڪ عـورت ڏانهن نهارڻ لڳو ۽ ڪو به جواب ڪونه ڏنائين. سندس ماٿ ۾ ساوتريءَ جو اونداهو مستقبل ڏسڻ ۾ پئي آيو.

ٿوريءَ دير کان پوءِ اسين جدا ٿياسين. پوءِ مون اجاگر کي هڪ اهڙيءَ عورت سان گهمندي ڏٺو، جنهن کي آسانيءَ سان پيشو ڪندڙ ڪوٺي سگهجي ٿو. هوءَ نچڻ ۽ ڳائڻ جي پردي ۾ چڪلو هلائيندي هئي.

هڪ ڀيري مون اجاگر کي اشارن ئي اشارن ۾ چئي به ڏنو ته ”ساوتريءَ جهڙيءَ نيڪ ۽ معصوم ڇوڪريءَ سان دوکو پيو ڪريـن!“ تنهن تـي کلي چيائين: ”ڏاڍو بيزار ڪري وڌو ائس! الاجي ڇا جو ڇا پيئي چوي. سڄو ڏينهن پارن جو قصو کڻيو ويٺي آهي. تنهن کانسواءِ، آءٌ جهليانس ٿورو ئي ٿو — پلي موج ڪري. انهيءَ ۾ دوکو وري ڪهڙو آهي؟ آءٌ اوهان سان هٿ ملايان ٿو، اڳيان وهي ڪنهن ٻئي سان هٿ ملائيندس: انهيءَ ۾ ڇا ٿي پيو!“

* * *

ان ڏينهن شام جو آءٌ ساوتريءَ سان گڏجڻ ويس. چيم ته اجاگر جي ارادن کان خبردار ڪريانس. هوءَ اڳڻ ۾ ويٺي هئي.

ڪيس ڏسي، اکين کي اعتبار ئي نه پيو اچيم. ڏاڍا شوخ ۽ سنهڙا ڪپڙا پايو ويٺي هئي، جن مان سندس بدن پئي ڏٺو. ميڪ اپ جا مٿ ڪٿي چاڙهيا هئائين، ۽ وارن کي فيشنيبل بنايو ويٺي هئي، جنهن جي ڪري پاڻ ٻيڙي ٿي لڳي. مون کان رهيو نه ٿيو، پڇيومانس:

"ڀاڄائي، ڪهڙو سانگ ڪٿي ڪيو اٿو؟"

هوءَ اداس ٿي ويئي. پوءِ چيائين: "ادا، انهن نچڻ ۽ ڳائڻ وارين ۾ ڪهڙي خاص ڳالهه آهي، جيڪا مون ۾ ناهي؟ مون ۾ ڪهڙي گهٽتائي آهي؟ آءٌ سهڻي ناهيان؟ جوان ناهيان؟...."

ساوتريءَ جي واتان اهي اکر ٻڌي، مون کي شرم اچڻ لڳو.

"ڀاڄائي!"

"ها ادا، مڙس کي اهي ئي ڳالهيون وڻنديون آهن. مون سوچيو ته آءٌ به اهڙي ٿيان. پر.... پر—" هن اوڇنگار ڏيئي روئي ڏنو. ڳوڙهن ڀريل آواز ۾ چيائين: "پوءِ به مون سان خوش ناهي! هُن ڪيريءَ وٽ وڃي ٿو. آءٌ ڇا ڪريان.... ڇا ڪريان؟" هن ٻنهي هٿن سان منهن لڪائي ڇڏيو. آءٌ چپ چاپ موٽي آيس.

* * *

ساوتريءَ جو خطرناڪ انجام، رکي رکي منهنجي دل ۾ ڪنڊي جيان چڀي رهيو هو. هڪ رات مون اهو انجام پنهنجين اکين سان ڏٺو. آءٌ ڪلا کي وٺڻ لاءِ اسٽيشن تي ويس. گاڏيءَ جي اچڻ ۾ اڃا دير هئي. آءٌ پليٽفارم تي پئي ڦريس ته اوچتو منهنجي نظر وڃي بينچ تي ويٺل ساوتريءَ تي پئي. هوءَ اڪيلي هئي. مون کي ڏاڍي حيرت لڳي. آءٌ هن جي ويجهو وڃي ويٺس. هن اکيون مٿي ڪئي مون ڏانهن نهاريو، ۽ وري اکيون ڪٺي هيٺ ڪيائين.

"ڀاڄائي!"

هن ڪنڌ مٿي نه ڪنيو.

"هتي ويٺي آهين؟ ڪيڏانهن وڃڻ پئي، ڇا؟"

"ها."

ڪيڏانهن؟ اجاگر سان گڏ؟“

”نه.“

”اڪيلي آهين؟“

”نه.“

”ڪير اٿيئي ساڻ؟“

هوءَ خاموش رهي.

”ڪيڏانهن پيئي وڃين؟“

”خبر ناهي، هو ٽڪيٽ وٺڻ ويو آهي.“

انهيءَ مان مون سمجهيو ته هن سان ڪو پيو آهي.

انهيءَ مهل ٿي هڪ ماڻهو پرسان اچي بيٺو. هن مون ڏانهن گهوري نهاريو. شڪل مان عادتي بدمعاش پئي لڳو. سختيءَ سان ساوتريءَ کي چيائين: ”هل!“

ساوتري اٿي، ۽ چپ چاپ هن جي پٺيان هلندي، وڃي گاڏيءَ ۾ ويٺي. ●

---

# ننڍ وليون

مصنف: شيخ اياز

ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل- صفحا ٢٠٠- خوبصورت ٽائيٽل

# اوڙاهه

مصنف: غلام نبي مغل

سراج جي ناولن کان پوءِ تاريخ جـي پس منظر ۾ لکيل هڪ اهڙو ناول جنهن ۾ سنڌين کي پنهنجي بقا لاءِ روزانو سوين جـوڏا قربان ڪرڻا پوندا هئا، پنهنجا اباڻا ڪک ڇڏڻا پيا. دربدر جون ٺوڪرون کائڻيون پيون. پنهنجون عزتون اکين اڳيان لٽجندي ڏسي بيوسي جي عالم ۾ سواءِ رت جا ڳوڙها ڳاڙڻ جي ڪجهه نه ڪري ٿي سگهيا.

ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل- صفحا ٣٠٠- خوبصورت ٽائيٽل

| | |
|---|---|
| ارائونڊ دي ورلڊ (سفرنامو) | الطاف شيخ |
| اوچا ڳاٽ ٻهارن جا (ڪهاڻيون) | نجم عباسي |
| رد ڪيل ڪهاڻيون (ڪهاڻيون) | امر جليل |
| ڪوٽ لکپت جو قيدي (ڀاڱو II) | رسول بخش پليجو |
| سورج مکيءَ سانجهه (شاعري) | شيخ اياز |
| اندر جنين آڳ (سفرنامو) | ماهتاب محبوب |
| ديسي آڏاڻو پرديس (سفرنامو) | آدم خان لغاري |
| شيخ اياز جو چونڊ ڪلام | مرتب: نور محمد |
| ڳريب وتي (ناول) | نورالهديٰ شاهه |
| سانگهڙ | محمد عثمان ڏيپلائي |
| منهنجو وطن، منهنجا ماڻهو | لوڪرام ڏوڏيجا |
| تاريخ جو سفر | ڊاڪٽر مبارڪ علي/ابوبڪر شيخ |

نيو فيلڊس جي هيٺين ڪتابن جا سيٽ گهرائڻ تي
٣٣ فيصد ڪميشن ڏني ويندي

* شيخ اياز جو سيٽ

| | |
|---|---|
| خط، انٽرويو ۽ تقريرون II | ٦٠/- |
| پٺ تو پور ڪري | ٥٠/- |
| اڀر چنڊ پس پرين | ٨٠/- |
| هينئڙو ڏاڙهونءَ گل جئن | ٦٠/- |
| ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون | ٥٥/- |
| ٽڪرا ٽٽل صليب جا ۽ وائون ڦلن ڇانئيون | ٦٠/- |
| الوداعي گيت | ٤٠/- |
| ساهيوال جيل جي ڊائري | ٦٠/- |
| ڪتين ڪر موڙيا جڏهن -I | ٩٠/- |
| ڪتين ڪر موڙيا جڏهن -II | ١٠٠/- |

* امر جليل جو سيٽ

| | |
|---|---|
| جڏهن مان نه هوندس | ٥٠/- |
| منهنجو ڏس آسمان کان پڇو | ٤٠/- |
| دل جي دنيا | ٤٥/- |
| تاريخ جو ڪفن | ٦٠/- |
| سنڌو منهنجي ساه ۾ | ٨٠/- |

* رسول بخش پليجو، اياز لطيف ۽ زرينه بلوچ جو سيٽ

| | |
|---|---|
| ڪوٽ لکپت جو قيدي | ١٣٠/- |
| پسي ڳاڙها گل | ٤٥/- |
| وهڻ مون نه وڙاءَ | ٥٥/- |
| دنيا ۽ هنجي ديس پرايا | ٣٠/- |
| تنهنجي ڳولا، تنهنجون ڳالهيون | ٥٥/- |

* ابراهيم جويو ۽ ماهتاب محبوب جو سيٽ

| | |
|---|---|
| سٽ سٽ موتين جي | ٨٥/- |
| نرينچ انقلاب | ٨٠/- |
| ورهاڱي جو ورجاءُ | ٤٥/- |
| مٺي مراد | ٣٢/- |
| راهون چنڊ ستارا | ٦٠/- |

# نيو فيلڊس پبليڪيشنس جا شايع ٿيل ڪتاب

| ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| ۰۱. بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| ۰۲. جيل ۾ ۲۲ مهينا (ڀاڱو ۱) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۰۳. اڌ ملاقات (خطَ) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۰۴. جيل ڪهاڙيءَ جن سان | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۰۵. جيل ۾ ۲۲ مهينا (ڀاڱو ۲) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۰۶. زندگيءَ جو تنها مسافر (ڪهاڻيون) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۰۷. ۴- مارچ ۽ سنڌي جوڳا | — | ۲۰/- |
| ۰۸. بهترين ڪهاڻيڪارن جون بهترين ڪهاڻيون | — | (ختم ٿيل) |
| ۰۹. اونداهي ڌرتي روشن هٿ (ناول) | آغا سليم | ۴۵/- |
| ۱۰. رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم ٿيل) |
| ۱۱. ۳۰ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ۱) | — | (ختم ٿيل) |
| ۱۲. ٿڌا چپ (ڪهاڻيون) | ايشور چندر | (ختم ٿيل) |
| ۱۳. واهون وڻجارن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۱۴. ۳۰ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ۲) | — | (ختم ٿيل) |
| ۱۵. بندر بازاريون (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۱۶. ٺڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | (ختم ٿيل) |
| ۱۷. يادگار ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | (ختم ٿيل) |
| ۱۸. ٻين دنيا جون ڪهاڻيون | ولي رام ولڀ | (ختم ٿيل) |
| ۱۹. عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | — | (ختم ٿيل) |
| ۲۰. دل اندر درياءُ (ڪهاڻيون) | مدد علي سنڌي | (ختم ٿيل) |
| ۲۱. دل جو بندر (ناول) | اڊورل آئيوبس/نصير اعجاز | (ختم ٿيل) |
| ۲۲. رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | (ختم ٿيل) |
| ۲۳. درد جي خوشبو (ناول) | قاضي خادم | (ختم ٿيل) |
| ۲۴. ڪنهن سان سور سليان | مرتب: فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| ۲۵. فڪر جي آزادي | اسٽيفن زويگ/ابراهيم جويو | (ختم ٿيل) |
| ۲۶. منهنجو ساگر، منهنجو ساحل (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۲۷. غلامن جو ٻيڙو (ناول) | ايرڪ ڪاربر/دوست محمد ٻٽي | (ختم ٿيل) |
| ۲۸. سي ٽي جوين ڏينهن (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |

۲۹. عاشي (ناول) هينري رائيڊر هئگرڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
۳۰. سي ڀوڙيون رکين ٻاجهه سين (سفرنامو) الطاف شيخ -/۲۰
۳۱. سڌارٿ (ناول) هرمن هيس/فضل احمد بچاڻي -/۲۰
۳۲. جهان رس (ڪهاڻيون) الطاف شيخ (ختم ٿيل)
۳۳. روح جي ڳولا (ناول) مترجم: فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
۳۴. درد جا ڏينهن، درد جون راتيون طارق اشرف (ختم ٿيل)
۳۵. سانباهو سمونڊ جو (سفرنامو) الطاف شيخ -/۵۰
۳۶. سورج هوندي مرجهايل (ڪهاڻيون) نجم عباسي -/۳۰
۳۷. آسيه (ناول) هينري رائيڊر هئگرڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
۳۸. قلندر (ڪهاڻيون) قرت العين حيدر/مدد علي سنڌي (ختم ٿيل)
۳۹. الطاف شيخ جي نوٽبڪ تان الطاف شيخ (ختم ٿيل)
۴۰. سزا جا سڪ آسڪر وائلڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
۴۱. بهترين سفرناما الطاف شيخ (ختم ٿيل)
۴۲. للڪار (ڪهاڻيون) نجم عباسي (ختم ٿيل)
۴۳. ڏکلسريت (ڪهاڻيون) البرٽو موراويا/وليرام ولڀ (ختم ٿيل)
۴۴. لنڊن ٽائين لغت (ڪهاڻيون) الطاف شيخ (ختم ٿيل)
۴۵. تصوير جو خون آسڪر وائلڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
۴۶. حليم شو حليم بروهي (ختم ٿيل)
۴۷. ٻارن جون آکاڻيون الطاف شيخ (ختم ٿيل)
۴۸. سپون خليل جبران/فضل احمد بچاڻي -/۲۵
۴۹. سفر يورپ جي ڊائري (سفرنامو) قاضي عبدالمجيد عابد (ختم ٿيل)
۵۰. آزادي خاطر (ڪهاڻيون) مرتب: فيروز احمد ۳۵/۰
۵۱. چانديءَ جون تارون (ڪهاڻيون) ماهتاب محبوب (ختم ٿيل)
۵۲. سي سدا بهار چنبيلي (ناول) الطاف شيخ (ختم ٿيل)
۵۳. بهار ڪهاڻي (ناول) نجم عباسي (ختم ٿيل)
۵۴. نيڪرو عشق ۽ بغاوت ڪرسٽو ٽوڪول/نصير اعجاز (ختم ٿيل)
۵۵. شرم ٻوٽي (ناول) گوبند مالهي (ختم ٿيل)
۵۶. اکين اڳيان هياس (جلد ۱) فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
۵۷. وره ڪان ٻهرين (ڪهاڻيون) ماهتاب محبوب (ختم ٿيل)

Soorih Mirani

٥٨. بلنديون (ناول) — نجم عباسي — (ختم ٿيل)

٥٩. رڃ ۾ پاڇا (ناول) — موهن ڪلپنا — (ختم ٿيل)

٦٠. مون تو کي پيار ڪيو (ڪهاڻيون) — پوپٽي هيرانندائي — (ختم ٿيل)

٦١. آڌي ڙي اولاڻا (ڪهاڻيون) — علي بابا — (ختم ٿيل)

٦٢. شاهه لطيف جي شاعري (جلد II) — تنوير عباسي — (ختم ٿيل)

٦٣. آپڻي گهوٽ ته نشا ٿيوئي (سفرنامو) — لوڪرام ڏوڏيجا — (ختم ٿيل)

٦٤. موهن جو دڙو (ناول) — علي بابا — (ختم ٿيل)

٦٥. ادو عبدالرحمان (ڪهاڻيون) — امر لعل هنگوراڻي — ١٢/-

٦٦. ڌرتي روشن آهي (ڪهاڻيون) — آغا سليم — ٤٠/-

٦٧. دارون هن ديواني جو (ڪهاڻيون) — نجم عباسي — (ختم ٿيل)

٦٨. پيغامبر — خليل جبران/ستار — (ختم ٿيل)

٦٩. همه اوست (ناول) — آغا سليم — ٣٥/-

٧٠. اداس واديون (ڪهاڻيون) — حميد سنڌي — (ختم ٿيل)

٧١. آئيني جي اڳيان — ١٧ ساهتڪار — ١٢/-

٧٢. چنڊ چنبيلي ۽ وڻ (شاعري) — شيخ اياز — (ختم ٿيل)

٧٣. لهر لهر زندگي (ڪهاڻيون) — ماهتاب محبوب — (ختم ٿيل)

٧٤. اڻون ماڻهو (ڪهاڻيون) — سراج — ٢٥/-

٧٥. ٻه ننڍا ناول (ٻه ناول) — آغا سليم — (ختم ٿيل)

٧٦. اکيون اڃ هياس (جلد ٢) — فضل احمد بچاڻي — ٢٤/-

٧٧. رڻ تي رم جهم (شاعري) — شيخ اياز — (ختم ٿيل)

٧٨. واٽ وهندي — علي احمد بروهي — (ختم ٿيل)

٧٩. مڪلي ۽ ڪان ملاڪا تائين (سفرنامو) — الطاف شيخ — (ختم ٿيل)

٨٠. ڪهاڻي جو قافلو — نجم عباسي — (ختم ٿيل)

٨١. ساهيوال جيل جي ڊائري — شيخ اياز — ٦٠/-

٨٢. سنگاپور وهندي ويندي (سفرنامو) — الطاف شيخ — (ختم ٿيل)

٨٣. چنڊ جا تمنائي (ڪهاڻيون) — آغا سليم — (ختم ٿيل)

٨٤. ڀڳت سنگهه کي ڦاسي — شيخ اياز — (ختم ٿيل)

٨٥. ست يوگوسلاويائي آکاڻيون — جڳت آڏواڻي — ١٠/-

٨٦. ست ڪشميري آکاڻيون — اختر محمد مير/ايشور چندر — ١٢/-

۸۷. ٻن ڇپن ۾ چنڊ (شاعري) آغا سليم ۲۰/-

۸۸. ڪوالالمپور ڪجهه ڪوهه (سفرنامو) الطاف شيخ (ختم ٿيل)

۸۹. ڪپر ٿو ڪن ڪري (شاعري) شيخ اياز (ختم ٿيل)

۹۰. سڏن مٿي سڏڙا علي احمد بروهي (ختم ٿيل)

۹۱. ڪانڊي لوئي فشر/نجم عباسي (ختم ٿيل)

۹۲. پڳل ڪنيزائيون خليل جبران/عبدالله الفائز ۲۵/-

۹۲. ماسٽر هرپام جو ٻنڪاڪ وڃڻ.... الطاف شيخ (ختم ٿيل)

۹۴. ڪي جو پيچل پوليو (شاعري) شيخ اياز (ختم ٿيل)

۹۵. سرهي سرهي سار (سفرنامو) ماهتاب محبوب (ختم ٿيل)

۹۶. خط، انٽرويو ۽ تقريرون (ڀاڱو I) شيخ اياز (ختم ٿيل)

۹۷. دنگيءَ منجهه درياهه (سفرنامو) الطاف شيخ (ختم ٿيل)

۹۸. ڏيئا تيل قلم جا علي احمد بروهي ۴۵/-

۹۹. راڄ-گهاٽ تي چنڊ (شاعري) شيخ اياز (ختم ٿيل)

۱۰۰. موتي جي مهراڻ جا مرتب: فيروز احمد (ختم ٿيل)

۱۰۱. تلاش (ناول) نجم عباسي (ختم ٿيل)

۱۰۲. لڙهيو سج لڪن ۾ (شاعري) شيخ اياز (ختم ٿيل)

۱۰۳. ڏاهي جهرڪي ۽ ٻيون آکاڻيون الطاف شيخ (ختم ٿيل)

۱۰۴. مرڻ مون سين آهه (ناول) سراج ۶۰/-

۱۰۵. ٻڏاڏو سوئي سڏ (ناول) سراج ۵۰/-

۱۰۶. رات وچ ۾ (ناول) برينٽ هيليڊي/فضل احمد بچاڻي ۲۰/-

۱۰۷. ٻڙ جي ڇانوَ اکي ڪان ڪهالي (شاعري) شيخ اياز (ختم ٿيل)

۱۰۸. اک سور (ناول) رابندر ناٿ ٽئگور ۵۰/-

۱۰۹. جت جر وهي ٿو جال (سفرنامو) الطاف شيخ (ختم ٿيل)

۱۱۰. رني ڪوٽ جو خزانو (ڪهاڻيون) امر جليل ۴۰/-

۱۱۱. ماسترباڻي (ناول) مترجم: نجم عباسي (ختم ٿيل)

۱۱۱. آڪن نيرا ڦليا (شاعري) شيخ اياز (ختم ٿيل)

۱۱۲. منهنجي دنيا، هيڪل وياڪل (ناول) سراج ۲۵/-

۱۱۴. رڻ ۽ رج جو اتهاس (ڪهاڻيون) نورالهديٰ شاهه (ختم ٿيل)

۱۱۵. انقلابي ماءُ (سوانح حيات) مترجم: آزاد قاضي (ختم ٿيل)

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
| --- | --- | --- | --- |
| ١١٦. | ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون | شيخ اياز | -/٥٥ |
| ١١٧. | جلاوطن (ڪهاڻيون) | نورالهديٰ شاهه | -/٥٠ |
| ١١٨. | جڏهن مان نه هوندس (ڪهاڻيون) | امر جليل | -/٥٠ |
| ١١٩. | پونر پري آڪاس (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ١٢٠. | راهون چنڊ ستارا (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | -/٦٠ |
| ١٢١. | يادون جي انڌليٺ | الطاف شيخ | -/٥٠ |
| ١٢٢. | جهڙ نيڻان نه لهي (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ١٢٣. | وقت وڻيون وڇوڙيون (ناول) | ڪلا پرڪاش | -/٢٠ |
| ١٢٤. | شاهه لطيف جي شاعري جلد II،I ۽ III | تنوير عباسي | (ختم ٿيل) |
| ١٢٥. | تنهنجي دنيا، سڀ رنگ سانول (ناول) | سراج | (ختم ٿيل) |
| ١٢٦. | وڇون وسڻ آئيون (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ١٢٧. | وڻڃر محل جو مسافر (سفرنامو) | عبدالجبار جوڻيجو | -/٢٠ |
| ١٢٨. | ڳالهيون آهن ڳچ (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/٥٥ |
| ١٢٩. | روس جو سفر (سفرنامو) | جواهر لال نهرو | -/٣٠ |
| ١٣٠. | پنهل کان پوءِ ۽ جڳ مڙيوئي سپنو | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ١٣١. | منهن تنين مشعل (خاڪا) | تنوير عباسي | -/٣٠ |
| ١٣٢. | فرينچ انقلاب | مترجم: محمد ابراهيم جويو | -/٨٠ |
| ١٣٣. | علم تحقيق | ڊاڪٽر الهداد بوهيو | -/٧٠ |
| ١٣٤. | اُهين ڪتا (ڪهاڻيون) | موهن ڪلپنا | -/٣٠ |
| ١٣٥. | اُڀر چنڊ پس پرين (شاعري) | شيخ اياز | -/٨٠ |
| ١٣٦. | منهنجي دنيا مرڳهه ترشنا (ناول) | سراج | -/٨٠ |
| ١٣٧. | اي جرني ٽو ٿائلنڊ (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ١٣٨. | پتڻ ٿو پور ڪري (شاعري) | شيخ اياز | -/٥٠ |
| ١٣٩. | مٺي مراد (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | -/٣٣ |
| ١٤٠. | منهنجو ڏس آسمان کان پڇو (ڪهاڻيون) | امر جليل | -/٤٠ |
| ١٤١. | دنيا منهنجي ديس پرايا (سفرنامو) | اياز لطيف پليجو | -/٣٠ |
| ١٤٢. | سوزيءَ سان پيار | الطاف شيخ | -/٦٠ |
| ١٤٣. | هينئڙو ڏاڙهونءَ گل جئن (شاعري) | شيخ اياز | -/٦٠ |
| ١٤٤. | خط، انٽرويو، تقريرون (ڀاڱو II) | شيخ اياز | -/٦٠ |

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| ١٤٥ | ڪوٽ لکپت جو قيدي | رسول بخش پليجو | -/١٣٠ |
| ١٤٦ | لنڊن تنهنجا ڪيڏا روپ (سفرنامو) | طارق عالم ابڙو | -/٨٠ |
| ١٤٧ | سنڌو منهنجي ساهه ۾ | امر جليل | -/٨٠ |
| ١٤٨ | ڪڪرا ڇتل صليب جا ۽ واٽون ڦلن ڇانئيون | شيخ اياز | -/٦٠ |
| ١٤٩ | ڪربلا (ڪهاڻيون) | نورالهديٰ شاهه | -/٦٥ |
| ١٥٠ | تاريخ جو ڪفن (ڪهاڻيون) | امر جليل | -/٦٠ |
| ١٥١ | رهجي ويل منظر (ناول) | طارق عالم ابڙو | -/٥٠ |
| ١٥٢ | پسي ڳاڙها گل (ڪهاڻيون) | رسول بخش پليجو | -/٤٥ |
| ١٥٣ | دل جي دنيا (ڪهاڻيون) | امر جليل | -/٤٥ |
| ١٥٤ | الوداعي گيت (شاعري) | شيخ اياز | -/٤٠ |
| ١٥٥ | خبرون کيڙائن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/٥٠ |
| ١٥٦ | پاپ ۽ پيڙا (ناول) | دوستو وسڪي/رشيد ڀٽي | -/٥٠ |
| ١٥٧ | ڪتين ڪر موڙيا جڏهن-I (شاعري) | شيخ اياز | -/٩٠ |
| ١٥٨ | ورهاڱي جو ورجاءُ | ماهتاب محبوب | -/٤٥ |
| ١٥٩ | مٺ مٺ موتين جي | محمد ابراهيم جويو | -/٨٥ |
| ١٦٠ | قيدياڻيءَ جون اکيون ۽ چنڊ | نورالهديٰ شاهه | -/٥٥ |
| ١٦١ | اوهريا جي عميق ڏي (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/٥٠ |
| ١٦٢ | روهه مون نه وڙاءُ | رسول بخش پليجو | -/٥٥ |
| ١٦٣ | سنڌي ادب جو مختصر جائزو | اڪبر لغاري | -/٥٥ |
| ١٦٤ | ڪتين ڪر موڙيا جڏهن-II | شيخ اياز | -/١٠٠ |
| ١٦٥ | تنهنجي ڳولا، تنهنجون ڳالهيون | زرينه بلوچ | -/٥٥ |

ڇپرائي لاءِ لکندا: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
فون نمبر: 610108 ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

## ڪتين ڪرَ موڙيا جڏهن (ڀاڱو II)

شيخ اياز جي هن نئين ڪتاب ۾ 180 وايون، آزا نظمَ ۽ نظمن کان علاوه دنيا جي چوٽي جي 120 اديبن، شاعرن، سائنسدانن، دانشورن، فلاسافرن، مفڪرن، سياستدانن، عالمن، ليڊرن، جاين، وغيره تي نوٽس لکيل آهن. جن مان ڪجهه جا نالا هي آهن؛ البرٽ ڪامو، ابن سينا، ارسطو، استالن، افلاطون، البيروني، امام غزالي، امير خسرو، ائنا اختموتوا، بڌ، ٽالسٽاءِ، ٽئگور، پبلونرودا، پشڪن، چي گيويرا، ڊارون، روسو، شلر، شيلي، شولو خوف، عمر خيام، غالب، فارابي، ڪاليداس، گوئٽي، لينن، مائيڪل اينجلو، گانڌي، نتشي، ٽراٽسڪي، ڪارل مارڪس، وڪٽر هيوگو، هومر، هيگل، هيمنگوي، هيوم، ابن رشيد، امام رازي، اوسپينسڪي، ايمرسن، بڪونن، سٺفو، شوپنهار، شيڪسپيئر، گوا، موزارٽ، والٽيئر، وليم جيمس وغيره صفحا 400 خوبصورت ٽائيٽل. قيمت -/100 رپيا.

## سنڌي ادب جو مختصر جائزو

(سي-ايس-ايس ۽ پي-سي-ايس جي شاگردن لاءِ)

مقابلي جي امتحان ۾ ويهندڙ اميدوارن لاءِ هڪ انمول ڪتاب، جيڪو بلڪل سليبس جي مطابق لکيو ويو آهي جنهن ۾؛ سنڌي ادب جي تاريخ، سنڌي ٻولي جو بڻ بنياد، هاٿوڪن توڙي اڳوڻن شاعرن جي ڪلام جو جائزو، سنڌي ٻولي جا ڪجهه نامور شاعر، سنڌي ادب ۾ جديد لاڙا، نامور مُحقق ۽ نثر نويس ۽ ادب جي سڀني اهم صنفن جي ارتقائي تاريخ جو تفصيل سان جائزو ورتو ويو آهي. سليبس ۾ ڇاڻايل 28 ڪتابن پڙهڻ جي بجاءِ (جيڪي تقريباً اڻ لڀ آهن) هڪ ئي ڪارائتو ڪتاب پڙهو. ايم. اي سنڌي جي شاگردن لاءِ پڻ هڪ ڪارآمد ڪتاب آهي. مصنف؛ اڪبر لغاري- صفحا 200. خوبصورت ٽائيٽل. قيمت -/55 رپيا.

## وهڻ مون نہ وڙاءُ

رسول بخش پليجي جي هن نئين ڪتاب ۾ مضمون، خطَ، ڪهاڻيون ۽ 100 صفحن جو طويل ادبي ۽ سياسي انٽرويو شامل آهي. پڙهڻ ۽ سانڍڻ جهڙو ڪتاب - صفحا 256- خوبصورت ٽائيٽل- قيمت -/55 رپيا.

## ڪتين ڪرَ موڙيا جڏهن (ڀاڱو I)

شيخ اياز جي هن نئين ڪتاب ۾ 1200 بيت 104 صفحن جو مهاڳ. جيڪي ٽن هارٽ اٽيڪ دوران احساسن متعلق آهن ۽ مهاڳ موت جي فلسفي تي لکيل آهي. خوبصورت ٽائيٽل- صفحا 360- قيمت -/90 رپيا.

## قيدياڻيءَ جون اکيون ۽ چنڊ

جلاوطن، ڪربلا ۽ رڻ ۽ رڃ جو اتهاس جهڙن ڪتابن جي ليکڪا نورالهديٰ شاهہ جو نئون ڪتاب. خوبصورت انداز ۾ ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل. صفحا 232- قيمت -/55 رپيا.

Soorih Mirani